# فاتح مُرڪ

(ايم آر ڊي تحريڪ جي پسمنظر ۾ لکيل ناول)

ليکڪ

**جاويد سومرو**

Sindhica

سنڌيڪا



ڪتاب نمبر

293



پهريون ڇاپو: 2011ع
ڪتاب جو نالو: فاتح مُرڪ (ناول)
ليکڪ: جاويد سومرو
ڇپيندڙ: آزاد ڪميونيڪيشنز، ڪراچي
ڇپائيندڙ: سنڌيڪا اڪيڊمي ڪراچي
قيمت: 150 رپيا

**"Faateh Murk"**
**(Novel)**
By: Javed Soomro
Published by: Sindhica Academy,
B-24, National Auto Plaza, Marston Road,
Karachi-74400 Phone:021-32737290
www.sindhica.org
Email: sindhica_academy@yahoo.com

استاڪسٽ

سنڌيڪا بوڪ شاپ، 19 بلديه پلازه گهنٽا گهر چوڪ سکر فون: 5628368_071،
سنڌيڪا بوڪ شاپ، 23 ٽريڊ سينٽر حيدر چوڪ حيدرآباد فون: 03013594679 —
ڪتاب مرڪز فريئر روڊ، عزيز ڪتاب گهر بئراج روڊ، سکر_ العماد بوڪ سيلرز اردو
بازا فون: 0212214521 ڪاٺياواڙ بوڪ اسٽور اردو بازار ڪراچي —سنڌي ادبي بورڊ بوڪ
شاپ، تلڪ چاڙهي حيدرآباد — عثمانيه لائبريري، چنيهاڻي ڪنڊيارو، قاسميه لائبريري
ڪنڊيارو — نيشنل بوڪ اسٽور، نوراني بوڪ ڊيپو بندر روڊ لاڙڪاڻو — رهبر بوڪ
اڪيڊمي رابعا سينٽر بندر روڊ لاڙڪاڻو — رحيم ڪتاب گهر مهراڻ چوڪ بدين — جنيد
بوڪ اسٽور دادو — حافظ بوڪ اسٽور مسجد روڊ، سعيد بوڪ اسٽور، گل ڪتاب گهر
لکي در شڪارپور_ المهراڻ ڪتاب گهر، زاهد بوڪ ڊيپو سانگهڙ، سيد ماس ميگا اسٽور
جيڪب آباد. سرتاج ۽ گلزار بوڪ اسٽور، ڪنڊڪوٽ، ميمڻ بوڪ اسٽور، شاهي بازار
نوشهروفيروز ڪنول ڪتاب گهر، مورو، حافظ اينڊ ڪمپني، لياقت مارڪيٽ، نواب
شاهه، ٿر ڪتاب گهر، عمر ڪوٽ. ديدار بوڪ ڊيپو، ٽنڊوالهيار رفعت بوڪ هائوس، ماتلي.
مرچولال پريمي، بدين. مڪتبه يوسفيه، ميرپورخاص. فون. 3319565_0300

لکپڙهه ۽ وي پي ۽ ذريعي گهرائڻ لاءِ
سنڌيڪا اڪيڊمي
B_24، نيشنل آٽو پلازه مارسٽن روڊ
ڪراچي 74400

# پنهنجي پاران

سن 1979ع جو اهو هڪ گرم ڏينهن هيو جڏهن منهنجي پرائمري اسڪول ۾ اوچتو اسان سمورن شاگردن کي استادن اچي ٻڌايو ته اسڪول کي موڪل ڏني وئي آهي ۽ توهان گهر هليا وڃو. استادن اسان کي اسڪول جي اوچتي موڪل جو سبب نه ٻڌايو پر چوٻول هو ته ذوالفقار علي ڀٽو کي ڦاسي ڏني وئي آهي ۽ وڳوڙ جي خطري سبب اسڪول کي موڪل ڏني پئي وڃي.

منهنجو ٻاراڻو ذهن معاملي کي چڱيءَ ريت سمجهي ته نه پئي سگهيو پر اندر ۾ خوف جو احساس ڏيڻ لڳو هو. مان تڪڙ تڪڙ ۾ ڪتاب، سليٽ سنڀالي گهر روانو ٿيو هوس. رستا، روڊ ۽ گهر ڏانهن ويندڙ گهٽيون ويران هيون. منهنجي گهر جي ويجهو چولا ۽ ڪچالو کپائيندڙ چاچو به غائب هو. ان جي پاسي ۾ اردو ڳالهائيندڙ مولوي صاحب جو جيڪو هٽ هيو سو به بند هيو. "خدا خير ڪري" مون دل ۾ دعا گهري.

جڏهن مان گهر پهتس ته گهر ۾ عورتون سڏڪا ڀري روئي رهيون هيون. جڏهن ته سمورن ڀاتين جي چهرن تي ڏک واضع هيو. مون ڊڄندي ڊڄندي امان کان پڇيو "امان سڀ ڇو ٿا روئن، ڇا ٿيو آ."

"پٽ ڪالهه دجال ڀٽي صاحب کي ڦاسي ڏئي ڇڏي آ." منهنجي امان وراڻيو ۽ وري سڏڪا ڀرڻ لڳي.

ان واقعي ۽ پوءِ جي صورتحال منهنجي ذهن تي تمام گهرا اثر ڇڏيا ۽ منهنجي سياسي توڙي علمي ۽ ادبي سمجهہ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو.

ان ڏينهن کان پوءِ وارا ڪيي سال سنڌ توڙي پاڪستان جي جمهوري عوام لاءِ ڏاڍا ڏکيا هئا. جنرل ضياءَ ۽ سندس حڪومت جمهوري ڪارڪنن مٿان سخت مصيبتون نازل ڪيون. جمهوري سياسي اڳواڻ يا تہ جيلن ۾ صعوبتون برداشت ڪري رهيا هئا يا جلاوطنيءَ جي زندگي گذارڻ تي مجبور هئا. جمهوريت، انصاف، قانون يا سماجي انصاف جي ڳالهہ ڪندڙ دانشور، اديب، صحافي، وڪيل، شاگرد ۽ ٻيا ماڻهو ڳولهي ڳولهي قيد پئي ڪيا ويا ۽ اخبارن مٿان سخت سينسر جون پابنديون هيون.

سرڪار جي ظلمن جي سنڌ سڀ کان وڌيڪ نشانو بڻيل هئي ۽ فوجي حڪمران کائنس جمهوريت پسند هئڻ ۽ ڀٽي صاحب جي محبت جو بدلو وٺي رهيا هئا. ملڪ جي سموري جمهوري ۽ قومپرست سياسي قيادت جن ۾ محترمہ بينظير ڀٽو صاحبہ، ولي خان، رسول بخش پليجو، جام ساقي، پروفيسر جمال نقوي، فاضل راهو، امام علي نازش، سائين جي ايم سيد ۽ ٻيا لاتعداد اڳواڻ ۽ ڪارڪن شامل هئا، يا تہ نظربند هئا يا وري جيلن ۾ قيد.

ان دوران افغانستان ۾ سوويت يونين جي مدد ۽ حمايت سان قائم حڪومت خلاف پاڪستان جي وسيلي آمريڪا جي لڙائي جاري رهي. آمريڪا پنهنجي نام نهاد قومي مفادن سبب نہ صرف جنرل ضياءَ جي ظلمن ۽ غيرجمهوري عملن کي نظرانداز ڪندو رهيو پر کيس اڃا وڌيڪ مضبوط ڪندو رهيو.

ضياءَ جي طاقت ۽ تڪبر کي جيڪڏهن ڪنهن ان وقت لوڏي ڇڏيو هوتہ اهي هئا سنڌ جا قومي ۽ جمهوري ڪارڪن، سنڌ جا وڪيل، اديب، دانشور، صحافي، هاري، مزدور ۽ شاگرد. سندن 1983ع جي موومينٽ فار ريسٽوريشن آف ڊيموڪريسي (ايم آر ڊي) يا جمهوريت جي بحاليءَ جي تحريڪ اها شاندار ۽ عظيم تحريڪ هئي، جنهن سنڌي قوم بابت سمورن مدي خارج راين ۽ روين کي پرزا پرزا

ڪري ڦتو ڪري ڇڏيو هو. سنڌي عوام اهو ثابت ڪيو هو ته جيڪڏهن ڪين مخلص، بهادر ۽ سمجهو اڳواڻ ملي ته هو ظالم ۽ ڦورو طاقتن سان مهاڏو اٽڪائي ڪاميابيون ماڻي سگهن ٿا. سنڌين 83ع جي جمهوري تحريڪ کان اول ڪيترن ئي ڏهاڪن تائين اهڙي جدوجهد نه ڪئي هئي ۽ ان تحريڪ کان پوءِ وري هن وقت تائين به اهڙي تحريڪ سنڌ ۾ نظر نه آئي آهي.

منهنجي گهڻي وقت کان خواهش ۽ جستجو هئي ته هن تحريڪ تي سنڌي ٻوليءَ ۾ ڪجهه لکان ۽ ان جستجو جي نتيجي ۾ ايم آر ڊي جي پس منظر ۾ هن ناول لکڻ جي شروعات ته مون ڪئي سال پهرين ڪئي هئي پر صحافت جي نوڪريءَ سان گڏ لکڻ جو ڪم ڪافي ڏکيو پئي ثابت ٿيو. پر آءٌ لکندو رهيس ۽ خواهش هئي ته جيڪا شروعات ڪئي آهي ان جي چڱي پڄاڻي ٿئي.

ناول جي آخري بابن جو وڏو حصو آمريڪي گاديءَ واري شهر واشنگٽن ۾ ان وقت پورو ٿيو جڏهن سن 2009ع جي ڊسمبر مهيني ۾ اتي شديد برفباري ٿي ۽ آءٌ پورو هڪ هفتو گهر ۾ جڻ نظربند ٿي ويو هوس. اتفاق سان منهنجي زندگيءَ جي ساٿي نازيه ۽ منهنجو پٽ روحل تن ڏينهن ۾ سنڌ ويل هئا. سو مون حالتن جو فائدو وٺندي ناول کي ذري گهٽ مڪمل ڪري ڇڏيو. باقي به باب وڃي مون ڪراچيءَ ۾ لکيا. جن لاءِ سنڌيڪا اڪيڊميءَ جي سرواڻ سائين نوراحمد ميمڻ صاحب جي صلاحن لاءِ مان سندن ٿورائتو آهيان.

سائين نوراحمد ميمڻ صاحب سان به سال اڳ جڏهن مون اوچتو ذڪر ڪيو ته مون ايم آر ڊي جي پس منظر ۾ ناول لکيو آهي ته هنن مون تي پورو اعتماد ڪيو ۽ اتي جو اتي چيائون ته هو اهو ڇاپڻ لاءِ تيار آهن. سندن اعتماد ۽ علم جي روشني پکيڙڻ لاءِ سندن جاکوڙ سبب آءٌ کين نهايت قدر جي نظر سان ڏسان ٿو.

مان پنهنجي زندگيءَ جي همسفر ڊاڪٽر نازيه جو پڻ ٿورائتو آهيان، جنهن مون کي لکڻ لاءِ سدائين همٿايو آهي ۽ ڪوشش ڪري اهڙيون حالتون پيدا ڪيون آهن جون لکي سگهان.

آخر ۾ مان ناول بابت فقط اهو چوڻ چاهيندس تہ هي تاريخ جو ڪتاب ڪونهي ۽ نہ ئي هن ۾ ايم آر ڊي جهڙي عظيم جدوجهد جي سمورن پهلوئن تي لکيو ويو آهي. هن ناول ۾ آيل واقعا ۽ ڪردار حقيقي واقعن ۽ ڪردارن کان متاثر ضرور آهن پر انهن واقعن ۽ ڪردارن جو هوبهو بيان ڪونهن. ناول ۾ دلچسپي پيدا ڪرڻ لاءِ ادبي وڏاءَ بہ هوندو پر اهو حقيقتن جي ويجهو آهي. ناول جي ڪردارن جي حقيقي زندگيءَ ۾ ڪنهن سان مشابهت فقط اتفاقي هوندي.

هي ناول سنڌين جي هڪ عظيم جدوجهد کي ادبي رنگ ۾ پيش ڪرڻ جي هڪ ننڍڙي ڪوشش آهي. اميد تہ پڙهندڙن کي پسند ايندو. توهان جي راءِ ٻڌڻ لاءِ منهنجو ذهن ۽ دل هميشہ کليل رهندا.

**جاويد سومرو**

لنڊن

8 فيبروري 2011ع

سانوڻ جي مند جا آخري ڏينهن هئا ۽ سرءَ جي اچڻ جا اهڃاڻ اچا تازه مس شروع ٿيا هئا. شهر ۾ سڄو ڏينهن سخت گرمي جاندار ۽ غير جاندار، هر شئي کي پئي ساڙيندي آهي پر سج لهڻ کان گهڻي دير پوءِ رات جو فرحت ڏيندڙ احساس جاڳندو آ ۽ انهي احساس سان گڏ شهر ۾ زندگي پڻ موٽي ايندي آهي. سنڌ جي هن حصي ۾ گرمي اهڙي ٿئي جو سال جا گهٽ ۾ گهٽ پنج ڇهه مهينا منجهند جو ائين محسوس ٿيندو آهي جڻ شهر جي رهواسين، انسانن توڙي جانورن ۽ پکي پکڻن سميت، زندگي بذات خود به سج جي تپش برداشت نه ڪري سگهندي آهي ۽ ويجي ڪنهن گهاٽي نم جي وڻ هيٺان آرامي ٿيندي آهي. منجهس چرپر وري تڏهن پيدا ٿيندي آهي جڏهن سج سڄو ڏينهن پنهنجي عظمت جي ثابتي ڏيڻ کان پوءِ ڌرتيءَ جي هن حصي کان لنگهي ويجي ڪنهن ٻيءَ پر نڪرندو آهي. نظر ڪٿڻ تائين پکڙيل ميدانن جي پريڻءَ پر جڏهن سج لهي ويندو آهي تڏهن دل کي وڻندڙ شام شهر تي ڇانئجي ويندي آهي.

شهر جي وچ مان وهندڙ ڪينال جي ڪپرن تي گهاٽن وڻن ۾ سڄي ڏينهن جي ٿڪل پکين جون ٻوليون هوريان هوريان غائب ٿي وينديون آهن. انهيءَ سانت ۾ ڪنهن ڪنهن مهل، ڪنهن رولاڪ پکيءَ جي پنهنجي آکيري جي ڳولا ۾ آخري صدا بلند ٿيندي آهي، جيڪا ڏيڏرن، تڏين ۽ ٻين جيت جڻن جي سڄي رات جاري رهندڙ آوازن سان ملي هڪ پراسرار تاثر پيدا ڪندي آهي.

هن مند ۾ ڪينال جو پاڻي گهٽجڻ شروع ٿيندو آهي، پر پوءِ به

مستيءَ ۾ وهندڙ پاڻي پٿر ۽ مٽيءَ جي نهيل ڪنارن سان ٽڪرائجي، هڪ اونهو سڪون ڏيندڙ جلترنگ پيدا ڪندو آهي. جڏهن سانوڻ جي مند پنهنجي عروج تي هوندي آهي ۽ ٽيهريءَ جو پاڻيءَ جي ته ڪانءَ جي اک پئي نڪري تڏهن ڪينال جي گجگوڙ ڪندڙ پاڻيءَ جي ته ڳالهه ئي الڳ هوندي آهي. شينهن جيان گجندڙ پاڻيءَ جا ڇنڊا ڪينال جي باغن ۾ دور دور تائين وينل ماڻهن کي پيا پسائيندا آهن. پُل وٽ بيهي جي ڪينال جي وهڪري کي ڏسجي ته جهڙو دهشت ورايو وڃي.

ڪينال کان ٿورو پريرو شهر تي نظر وجهبي ته لڳندو شهر تي مٽي ۽ دونهين جي هڪ سنهڙي چادر چڙهيل آهي. ڪڏهن تيز طوفاني هوائن هلڻ سبب اها چادر اجا به وڌيڪ گهري ٿي ويندي آهي ۽ وٽن ۾ لڪل پکي خبر ناهي ڪهڙي سبب ڪري هڪ اٽڏني ڏِپ ۾ وڪوڙجي ويندا آهن. جڻ ته ڪين انهن واقعن جي اڳواٽ خبر پئجيو وڃي جيڪي اجا ٿيا به نه هوندا آهن. شايد پکين کي اها ڏات قدرت عطا ڪئي آهي.

سانوڻ جي پڇاڙيءَ وارن ڏينهن جو به پنهنجو هڪ حسن آهي. انهن جو احساس عجيب آهي. سخت گرميءَ جي ساڙيل انسانن کي الائجي ڇو بهارجي اچڻ جو پيغام ملندو آ. اهو سوچي دل ۾ هڪ خوشيءَ جو احساس ايرندو آهي ته سيارو اجهو شروع ٿيو ۽ چاڻ ڏينهن آيا جڏهن باهه جي مچ چوڌاري ويهي راتين جو دير تائين ڪچهريون ڪبيون ۽ چانهه جا دور هلندا. سوڙين ۾ لڪي آڪاٽيون ٻڌبيون ۽ مگيرا کائبا. ڪڏهن جهڙالي ۽ وسندڙ مينهن ۾ گرم ڪپڙا پائي دوستن جي محفل ۾ وجبو ۽ بدمست ٿبو.

پر هيل هي سانوڻ هڪ اٽڪت ڏهڪاءُ ڪٽي آيو آهي. هڪ اهڙو ڏهڪاءُ جنهن شهر جي رهواسين کي پکين جيان هڪ اڻ ڏٺي ڏِپ ۾ وڪوڙي ڇڏيو آهي. راتيون اهڙيون ٿي ويون آهن جن ۾ ڊيڄاريندڙ صدائون ٿيون بلند ٿين.

حسين ۽ نور اهڙين ئي صدائن جا آواز ٻڌي بيهي رهيا هئا. هو وچ شهر کان لڳ ڀڳ هڪ ميل پنڌ ڪري پهتا هئا. شهر کان نڪرندي

هنن ڪينال جي پل پار ڪئي. جنهن ڪان پوءِ سڙڪ تي روشني تمام گهٽ هئي ۽ ڪي ايڪڙ ٻيڪڙ ماڻهو لنگهيا پئي، گاڏين جي اچ وڃ به نالي ماتر هئي.

ٻنهي روڊ جي ڪناري تي ويهي صورتحال جو جائزو وٺڻ جي ڪوشش ڪئي، پر اجا ڪين ڪا ڳالهه سمجهه ۾ نه پئي آئي. اجا تائين هو رڳو ٿوري ٿوري دير ڪان بعد بلند ٿيندڙ آهون ٻڌي رهيا هئا. دانهن ۽ صدائن جي وچ ۾ ڏاري ٻوليءَ ۾ ڪن ماڻهن جي ڳالهائڻ ۽ ٺهڪن جا آواز به ٻڌڻ ۾ پئي آيا. هوا جي لهرن تي تري ايندڙ آواز ڪنهن وقت چٽا پئي ٿيا ته ڪنهن وقت مورڳو غائب ٿيو پئي ويا. ڪين انهن آوازن ۾ اهڙا آواز به ٻڌڻ ۾ پئي آيا جن مان معلوم ٿي رهيو هو ته چمڙي جي ڪنهن پٽي سان لڳاتار ڪنهن جسم تي وار ڪيا پيا وڃن ۽ هر وار سان گڏ ڪا دبيل دانهن بلند پئي ٿئي.

حسين ۽ نور جي جسم مان سيسراٽي نڪري وئي. ٻئي شهر جي پوليس ٺاڻي ڪان ٿورڙي پنڌ تي بيٺا هئا. سندن هٿن ۾ انهن ساٿين لاءِ ماني، سگريٽ ۽ ٻيو سامان هيو جن گرفتاريون ڏنيون هيون.

حسين اجا سوچي ئي رهيو هو ته ڇا ڪجي، ته اوچتو چمڙي جي پٽي جي انساني جسم تي برسات وري شروع ٿي وئي. ”ڪون هين وه جو تمهين گرفتاريان دلوارهي هين؟“ چمڙي جي وسڪاري ۾ ڪنهن پڇيو. جواب ۾ فقط هڪڙو نعرو بلند ٿيو ”مارشل لا مرده باد“. سوال پڇندڙ آواز هاڻ ڪچين گارين ۾ تبديل ٿي ويو هو” اي ڪتي دي پتر ڪڇ نهين بتاوڻ گي- بند ڪردو انهان نون.“

ٺاڻي مان اذيت سبب ڪنجهندڙ آواز ۽ ماڻهن جي پاڻ ۾ ڳالهائڻ جا آواز اچي رهيا هئا. هاڻ دانهون بند ٿي ويون هيون. ٿوريءَ دير ۾ ائين لڳو ته ڪي ماڻهو گاڏين ۾ سوار ٿي رهيا آهن. ۽ پوءِ گاڏين جي انجڻين جي گرڙاٽ سان گڏ انهن جون بتيون به روشن ٿيون.

”اسان کي ٿورو پريرو ويهي انتظار ڪرڻ گهرجي،“ اوچتو حسين کي نور جو آواز ڪنن تي پيو.

”هان! ها. ها- نيڪ ٿو چئين،“ حسين وراڻيو ۽ پوءِ ٻئي آهستي آهستي روڊ کان پري، وڻن جي اوٽ ۾ ويهي رهيا. ٿوري جهٽ ڪان پوءِ

هڪ جيپ نظر آئي جنهن ۾ چار فوجي آفيسر ويٺا هئا. سندن پويان هڪ فوجي ٽرڪ هئي جنهن ۾ ويهارو کن فوجي جوان مڪمل چوڪس پوزيشن ۾ ويٺل هئا. ٽرڪ تي مشين گن لڳل هئي جنهن سان گڏ گولين جو هڪ ڊگهو پٽو چمڪي رهيو هو. هڪ فوجي جوان ٽرڪ جي وچ ۾ بيٺل پوزيشن ۾ هو. سندس اڌ ڌڙ ٽرڪ جي ڇت کان ٻاهر نڪتل هو. سندس آڱر مشين گن جي گهوڙي تي بلڪل تيار حالت ۾ رکيل هئي. گاڏين جي رواني تي وڃڻ کان پوءِ به ڪيتري دير تائين ٻئي ڄڻا چپ چاپ بيٺا ٽڪرا ٽڪرا ساهه کڻندا رهيا. آخر حسين سانت کي ٽوڙيو. "منهنجو خيال آ هاڻ پاڻ هلون. اندر هلي ساٿين جو حال احوال ونون ۽ کين سامان پڄايون. دير تمام گهڻي تي وئي آهي."

ٻنهي وڏيڪ هڪ لفظ به نه ڳالهايو. سندن اندر ۾ ڪاوڙ ڌک ۽ بي وسيءَ جو هڪ گڏيل احساس هو. حسين کي لڳو ته ڪا شئي سندس نڙيءَ ۾ اٽڪي پئي آهي. سندس اکين ۾ آلاڻ هئي.

حسين ۽ نور ٽاڻي جي چوڌاري ڏنل پت جي دروازي ڏانهن ننڍڙن قدمن سان وڌندا رهيا. سندن ڪنن تي دور ويندڙ ٽرڪن جو ڪمزور آواز اچا تائين پهچي رهيو هو. ڪنهن ڪنهن مهل اذيتون سهندڙ ساٿين جي ماحول ۾ رهجي ويل ڪا آخري دانهن سوين ميلن جو سفر ڪري پڙاڏي جي صورت ۾ موٽي تي آئي.

ٻئي جيئن ئي ٺاڻي جي حدن ۾ داخل ٿيا ته دروازي تي بيٺل سپاهيءَ سان سندن نظرون مليون. سپاهي نظرون چورائي ويو. ٺاڻي جا ڪيترا سپاهي هاڻ کين سڃاڻي ويا هئا ۽ کين خبر هئي ته هي روز ايندڙ نوجوان آهن. جيتوڻيڪ ڪي سپاهي ان خوف جو اظهار ڪنداهئا ته ڪنهن ڏينهن سندن نوڪري نه هلي وڃي. پر پوءِ به هنن ڪڏهن کين سياسي قيدين لاءِ سامان سرڙو آڻڻ ۽ ساڻن ملاقاتن ڪرڻ کان نه روڪيو هو. تن ڏينهن ۾ فوجي حڪمرانن پاران سياسي قيدين جون ملاقاتون مڪمل طرح بند رکڻ جا پروانا جاري ڪيا ويا هئا. ٺاڻي جو اڪثر عملو انهن حڪمن جي باوجود سياسي قيدين لاءِ همدرديءَ جو جذبو رکندو هو. جان محمد جاني سپاهي ته چوندو هو ته.

”عوام جي اڳواڻ کي رات جي ڪاري پيٽ ۾، ڪوڙي ڪيس ۾ اڙائي ڦاسي ڏيڻ ۽ ملڪ مٿان ظالم فوجي آمريت مڙهڻ ڪهڙو قانوني آ جو اسان توهان جي ملاقات ڪرائي غير قانوني ڪم ٿا ڪيون؟“ هو چوندو هو ”اسان پوليس وارا بہ ظالم آهيون پر پوءِ بہ اسان ڏوهارين کي لتر هڻندا آهيون، هي صاحب تہ مورڳو بي ڏوهي پڙهيل ڳڙهيل ماڻهن، شاگردن، هارين ۽ مزدورن تي پيا سچو پٽر وسائين. سندن ڏوهہ اهو آهي جو چون ٿا تہ فوج سرحدن جي حفاظت ڪري ۽ ملڪ جي واڳ چونديل نمائندن جي هٿ ۾ ڏني وڃي.“

”ڪير آهيو... ڪاڏي پيا وڃو؟“ اوچتو ڪنهن سپاهيءَ نور ۽ حسين کي هڪل ڪئي. ٻئي بيهي رهيا. سپاهي ڊوڙندو سندن ويجهو آيو ۽ سهڪندي سهڪندي ڪائڻ پڇيائين، ”بنا اجازت ڪاڏي پيا وڃو؟“

”اسان گرفتار دوستن لاءِ ماني آندي آهي،“ نور ڪيس جواب ڏنو.

”پر ملاقات بند آ. توهان اول ايس ايچ او صاحب کان اجازت وٺو. ڏسو نہ ٿا فوجي آفيسر اسان مٿان ڏمريا پيا آهن، چون ٿا اسان قيدين سان نرمي پيا ڪيون.“ سپاهيءَ پنهنجي اپ ساهي نيڪ ڪندي چيو.

”پر اسان تہ هنن همراهن سان روز ملڻ ايندا آهيون پوءِ اڄ ڇا ٿيو آهي؟“ حسين چيو.

”سائين مون کي علم ڪونهي پر مان ائين توهان کي ملاقات ڪرڻ نہ ڇڏيندس ڀلي انسپيڪٽر صاحب سان ملو“ سپاهيءَ بيزاريءَ مان وراڻيو.

حسين ۽ نور چند سيڪنڊن لاءِ هڪ ٻئي ڏانهن نهاريو ۽ پوءِ نور سپاهيءَ کي چيو، ”هل ڀلا اسان کي انسپيڪٽر جي ڪمري تائين وٺي هل تہ هلي ساڻس ڳالهايون.“ هڪ ڪمري جي دروازي تي هلي سپاهي بيهي رهيو ۽ اشارو ڪري چيائين ”هي آهي انسپيڪٽر صاحب جو ڪمرو“.

حسين ۽ نور چٽ ۽ پردو پري ڪري اندر نهاريو ۽ ڪرسيءَ تي وينل ٽن ڦولن واري هڪ ٿلهي متاري انسپيڪٽر کان پڇيائون تہ هو اندر اچن. انسپيڪٽر ڪين ڪنڌ جي اشاري سان اندر اچڻ جي

اجازت ڏني.

جيئن ئي ٻئي انسپيڪٽر جي ويجهو پهتا، انسپيڪٽر رڙ ڪندي ڪين چيو "ڇو اسان جي نوڪرين جي ڪڍ پيا آهيو. ميان پاڻ تہ مرندؤ اسان کي بہ مارائيندؤ."

"سائين اسان تہ رڳو ماني کڻي آيا آهيون. ڏئي هليا وينداسي" حسين پنهنجي ڊپ کي لڪائيندي چيو.

انسپيڪٽر حسين کي چتائي ڏٺو ڪجهہ دير سوچيندو رهيو ۽ آخر چيائين، "اسان کي چريو ٿا سمجهو ڇا؟"

" مون کي خبر آهي تہ توهان رڳو ماني کڻي نٿا اچو بيا ڪي نياپا سنيها بہ آڻيو ٿا. اڙي ٻڌايو تہ صحيح توهان وٽ پئسا ڪٿان ٿا اچن جو روز همراهن لاءِ ماني ٿا آڻيو؟ توهان پڪ انهن ماڻهن سان رابطي ۾ آهيو جيڪي هيءَ گرفتاريءَ جي مهم پيا هلائين. توهان کي بہ ويهاري ڇڏيون ٿاڻي تي، چار لتر لڳنوَ تہ سيني جا نالا ۽ ايڊريسون ڏيندؤ."

حسين جي اندر ۾ وري خوف ڪر ڪنيو. ٿاڻي جي ڏکي راهداري جي ٻنهي پاسن تي ننڍيا ننڍيا ڪمرا ٺهيل هئا جن جي ٻاهران ڪانن جا چِڪ لڳل هئا. ڦڪي رنگ تي نيري ڪناري وارين انهن پتين جي پڇاڙيءَ ۾ لاڪ اپ هيو جتان سور ۾ پاهہ ساٿين جي ڪنجهڻ ڪرڪڻ جا آواز هاڻ بند ٿي ويا هئا ۽ منجهائن ئي ڪنهن سور جي شدت گهٽائڻ لاءِ شيخ اياز جو گيت "رات آئي وئي تون نہ آئين ڪهي" جهونگارڻ شروع ڪيو هو.

"اسان تي مارو آ فوجين جو تہ ماڻهو هٿ ڪيو جيڪي تحريڪ پيا هلائين ۽ توهان آهيو جو اسان جي نوڪرين جي پٺيان پيل آهيو." انسپيڪٽر چيو.

انسپيڪٽر جون ڳالهيون ٻڌي حسين جي نرڙ تي پگهر جون بوندون اچي ويون. هن ڪنڌ ورائي نور ڏانهن تہ ڪو نہ ڏٺو پر ڪيس پڪ هئي تہ نور بہ خطري کي محسوس ڪندو هوندو.

ٻئي انسپيڪٽر جون ڳالهيون ٻڌي چپ چاپ بيٺا رهيا. "ڪير آن تون، نالو ڇا ٿئي؟ آخر انسپيڪٽر ڳالهايو.

"سائين مان نور آهيان ۽ هي حسين."

انسپيڪٽر ڪجهه گهڙيون ٻنهي کي ڏسندو رهيو ۽ آخر رڙ ڪري سپاهيءَ کي سڏ ڪيائين ۽ کيس چيو "هنن کي لاڪ اپ تي وٺي وڃ، ۽ سامان همراهن کي ڏياري جلد واپس موڪلي ڇڏين."
سپاهي هنن ڏانهن بغير نهارڻ جي چيو "هلو جلدي ڪيو صاحب"
ٻئي ڄڻا سپاهيءَ جي پويان پويان هلندي، ڪمرن واري راهداري مان ٿيندا لاڪ اپ جي در وٽ پهتا. لاڪ اپ مان شيخ اياز جي گيت جي جهونگار اچان پئي آئي، جنهن سان ڪنهن ڪنهن مهل سور ۾ پاهه ڪنهن قيديءَ جي ٽڏي ساهه کڻڻ جو آواز پڻ گڏجي پئي ويو.
لاڪ اپ جي دروازي تي ٻنهي کي ڏسي اصغر اٿي آيو ۽ اچي هٿ ڏنائين. اصغر ۽ محمد علي اڄ ئي گرفتاري ڏني هئي ۽ ٻنهي مٿان ٻين همراهن سان گڏ ٽاڻن تي فوجين تشدد ڪيو هو.
نور تڙ تڪڙ ۾ اصغر کان حال احوال معلوم ڪيو ۽ کيس ٻاهر جي احوال کان آگاهه ڪيو. اصغر کيس ٻڌايو ته "اڄ فوجي ڏاڍا ڪاوڙيل هئا. هنن پئي چيو ته مهينو گذري ويو آهي، هزارين ماڻهو سنڌ ۾ گرفتار ڪيا ويا آهن. مارڪٽ جو سلسلو جاري آهي پر جمهوريت جي بحاليءَ جي تحريڪ ختم ئي نه ٿي ٿئي، سو ڇو؟"
اصغر کين ٻڌايو ته هڪ فوجي آفيسر کانئن پڇي پيو ته ڪير آهن اهي ماڻهو جيڪي، هارين، مزورن ۽ شاگردن کي گڏ ڪري پيا گرفتاريون ڏيارين ۽ پاڻ پڪڙ ۾ ئي نٿا اچن!
اصغر کين ٻڌايو ته جيئن جيئن تحريڪ زور پئي وٺي، سرڪاري عملدارن جي ڪاوڙ وڌندي پئي وڃي ۽ لڳي ٿو ته اڃان وڌيڪ سختيون ڪندا. تنهن ڪري، ٻاهر جيڪي ساٿي آهن انهنکي چئو ته وڌيڪ رازداري ۽ احتياط ڪن.
"صاحب ڳالهيون ختم ڪيو ۽ هلو ملاقات ختم ڪيو. سامان ڏيو همراهن کي بس گهڻيون ڳالهيون ٿيون". اوچتو سپاهيءَ کين پويان اچي سندن ڳالهين جو سلسلو بند ڪرايو.
حسين ۽ نور، اصغر ۽ ٻين ساٿين کان موڪلايو ۽ واپس وريا، کين ساٿين جي همٿ ۽ حوصلي ۾ ڪا ڪمزوري نظر نه آئي. حسين سوچيو ته جيڪڏهن ساٿي ائين اڏول بيٺا رهيا، ته اهو ڏينهن پري نه

آهي جڏهن ملڪ فوجي حڪمرانن جي چنبي مان آزاد ٿيندو.

پئي چٽا ڳورن قدمن سان موٽن پيا. ڪين رکي رکي ننيڙي لاڪ اپ ۾ ويهارو ڪن ساٿين جي اذيتون ڏنل جسمن جي تصوير سامهون تري پئي آئي پر ان تصوير ۾ شيخ اياز جي گيت جي لفظن جو رنگ ڏاڍو سهڻو پئي لڳو.

ٺڏڙي رات ۾ ٺڏي مٽيءَ تي ننڍا ننڍا قدم کڻندي پئي جڏهن شهر ڏانهن موٽيا ته هوا تي تري ايندڙ گيت جا لفظ به سندن پويان پويان ايندي پئي محسوس ٿيا.

"مان وڃان مان وڃان ڪيئن پيرو پڇان.

سج ويندو لهي، پيرو ويندا ڍهي،

ماڪ ۾ ميندرا ڪاڪ روئندي رهي

رات آئي وئي تون نه آئين ڪهي،

ماڪ ۾ ميندرا ڪاڪ روئندي رهي......



تازي برسات پوڻ کان پوءِ ڳوٺ جو رنگ ئي عجيب ٿي پيو هو. هر هڪ وڻ، هر هڪ ول، کيت، فصل، باغ، باغن ۾ زيتونن جا وڻ، سوڙهيون گهٽيون، ڪچڙا ۽ اڌ پڪا گهر، ٻنين جي وچ ۾ نهيل جهوپڙا ۽ پکي، پکڻ سڀ ڌوتل پوتل پئي لڳا. ماڻهو ته نهيو پر پکي، جانور وڻ ٽڻ ۽ هر شيءِ خوشيءَ ۾ جهومندڙ ۽ هشاش بشاش هئي. وڌيڪ سڄي ڳوٺ جي زمين ڪي پُسائي ڇڏيو هو ۽ زمين نئين ڪنوار جيان، مينهن جي ميلاپ کان پوءِ اهڙي ته سڳنڌ پکيڙي جو ميلن تائين جڏهن ڪنهن ساهه ٿي کنيو ته ان سڳنڌ منجهس زندگيءَ سان بي پناهه محبت جو احساس پئي جاڳايو. زندگيءَ جي ڏوجهرن، غربت ۽ ڏهڪاءُ جي ماريل ماڻهن ۾ جيئري رهڻ ۽ ان سڳنڌ کي هميشه هميشه لاءِ پنهنجي ساهه سان اندر ۾ اوتيندو رهڻ جي هڪ لازوال تمنا پئي پيدا ٿي.

جڏهن ياسمين ڳوٺ کان ميل ڪن اولهه طرف نهيل پڪي سڙڪ

تي بس مان لٿي ته، اڄا صبح جا نو پئي ٿيا. سج چڱو مٿي چڙهي آيو هو پر سج جي گرمي اڃا بيزار ڪندڙ نه پئي لڳي، ڳوٺ جي مٿان ماڪ جي هڪ چادر چڙهيل هئي، جنهن مان سج جي روشني لنگهي جڏهن گهاٽن ساون فصلن مٿان پئي پئي ته ائين پئي لڳو ڄڻ انڊلٺ جا ست رنگ زمين تي لهي آيا هجن.

ياسمين بس مان لهڻ کان پوءِ تڪڙيون تڪڙيون وکون کڻندي ڳوٺ ڏانهن وڌندي وئي. سانورڙي رنگ، چنگيرڙن ڪپڙن، اکين تي گول شيشن واري نظر جي عينڪ، مٿي تي چادر ۽ ڪلهي تي لڙڪندڙ ڪاري ٿيلهي مان صاف پئي لڳو ته هوءَ شهر جي رهواسي آ. پر سندس اعتماد، اکين ۾ گهري سنجيدگي، وقار ۽ چهري تي موجود اطمينان مان اهو به ظاهر هو ته هي پنڌ ڪي هن لاءِ نوان ڪونهن. ڳوٺ ڏانهن وڌندي ڪچي سڙڪ جي آلي چيڪي مٽي سندس پيرن ۾ پاتل بوٽ جي هيٺان ائين چرپر پئي ڪئي ڄڻ ڪو فنڪار ڪنهن پنهنجي خيال کي صورت ڏيڻ لاءِ چيڪي مٽي ڳوهيندو هجي.

ياسمين سڄي واٽ ان بابت سوچيندي پئي آئي ته اڄ جڏهن ڳوٺ ۾ عورتن جو ننڍڙو ميڙاڪو ٿيندو ته ڪيس ساڻن ڪهڙن موضوعن تي ڳالهائڻ گهرجي. هوءَ پنهنجي سوچن ۾ ئي اهڙا جملا جوڙيندي پئي آئي، جيڪي ڳوٺ جون مايون سولائيءَ سان سمجهن ۽ کين اهي ڳالهيون اوپريون نه لڳن. هن سوچيو ته هوءَ کين اڄ سڄيءَ سنڌ ۾ ملڪ ۾ هلندڙ اُن تحريڪ بابت ٻڌائيندي جيڪا سياسي ڪارڪن، مزور، هاري، شاگرد، دانشور ۽ سماج جا ٻيا طبقا جمهوريت جي بحاليءَ لاءِ هلائي رهيا آهن. هن سوچيو ته تحريڪ دوران ڪارڪنن تي ٿيندڙ ڏاڍاين بابت به کين ٻڌائيندي.

انهن ئي ڳالهين تي سوچيندي ياسمين، غلام محمد جي گهر وٽ پهتي. غلام محمد ڳوٺ ۾ هاريو ڪندو آهي ۽ سندس زال رضيا ۽ پاڻ ٻئي سياسي ڪارڪن آهن. ڳوٺ ۾ عورتن جا ميڙاڪا گهڻو ڪري غلام محمد جي گهر ۾ ئي ٿيندا آهن، جڏهن ته مردن جا ميڙاڪا غلام محمد جي اوطاق تي رکبا آهن. ياسمين جڏهن دروازو ڪڙڪايو ته غلام محمد جي ستن سالن جي پٽ سرمد اچي در کوليو ۽ ياسمين کي

ڏسندي ئي مشڪي چيائين، ”ادي امان پاڙي اوڙي جي ادين کي ونڻ وئي آهي ۽ مون کي چئي وئي آهي تہ توکي گھر ۾ ويهاري پوءِ اسڪول هليو وڃان.“ ياسمين گھر ۾ داخل ٿي، هن لاءِ گھر ۾ ڪا بہ شيءِ اوپري نہ هئي، سو وڃي کٽ تي ٿيلهو ۽ چادر رکيائين ۽ پوءِ وڃي رڌڻي ۾ چانهن لاءِ کير چلهي تي رکيائين. جيستائين چانهن تيار ٿي تہ رضيا بہ اچي پهچي پوءِ ٻئي اچي ڪچهرين ۾ لڳيون. چانهن پيئندي رضيا کيس ٻڌايو تہ هوءَ ڳوٺ جي سمورين ڀينرن کي وڃي وري يادگيرو ڪرائي آئي آهي سو جاڻ ٿيون اچن.

چانهن پي ٻنهي گھر جي دالي ۾ پيل کٽن تي رلهيون وڇايون ۽ ياسمين ڪجھ چاپيل پنا پنهنجي ٿيلهي مان ڪڍي کٽ تي رکيا. ٻئي ڄڻيون اِن ڪم مان وانديون ٿيون تہ دروازو کڙڪيو ۽ رضيا جهٽ ڪري وڃي در کوليو. ڳوٺ جون ٽي عورتون گھر ۾ داخل ٿيون تہ ياسمين وڌي وڃي کين هٿ ڏنو ۽ وٺي اچي کٽن تي ويهاريو ايتري ۾ رضيا رڌڻي مان ٽي ڪوپ چانهن کڻي آئي. چانهن جي ڪوپ تي اجان ڳالهيون شروع مس ٿيون تہ وري دروازو کڙڪيو ۽ بہ ٻيون عورتون گھر ۾ داخل ٿيون ۽ پوءِ ٿوري ٿوري دير ۾ اهو سلسلو هلندو رهيو. اڌ ڪلاڪ کن ۾ رضيا جي گھر ۾ ويهارو کن عورتون گڏ ٿي ويون. انهن ۾ ڪي نوجوان ڇوڪريون هيون تہ ڪي وري ٻارن ٻچن واريون پڪي عمر جون، پر سڀني جي ڳالهين مان ائين پئي لڳو تہ هو عمرين جي فرق جي باوجود پنهنجي پنهنجي وس آهر ڪجھ نہ ڪجھ ڪرڻ چاهين ٿيون.

”اديون هاڻي اسان پنهنجي گڏجاڻي شروع ٿيون ڪيون.“ رضيا سڀني عورتن جي ٿانيڪي ٿي ويهي رهڻ کان پوءِ اعلان ڪيو. رضيا جي اِن جملي کان پوءِ جيڪي عورتون پاڻ ۾ ڳالهين ۾ رڌل هيون انهن رضيا ڏانهن ڌيان ڏنو ۽ سندن چهرن تي هڪدم سنجيدگيءَ جا آثار پڌرا ٿي پيا. رضيا کين ٻڌايو تہ اڄ سندن گڏجاڻيءَ ۾ ياسمين پڻ شريڪ ٿي آهي، جيڪا کين سنڌ ۾ هلندڙ جدجهد بابت تفصيل سان ٻڌائيندي. تنهن کان بعد رضيا، ياسمين ڏانهن نهاريو ۽ کيس پنهنجي ڳالھ رکڻ لاءِ چيائين.

ياسمين کنگهڪر ڪري ڳلو صاف ڪيو. پنهنجي اشهد آڱر سان عينڪ نيڪ ڪئي ۽ پوءِ ويٺل عورتن تي اڇاتري نظر وجهي، پر اعتماد طريقي سان ڳالهائڻ شروع ڪيائين، "اديون توهان هن ڳوٺ جون باشعور عورتون آهيو. توهان سيني کي خبر هوندي ته ملڪ مٿان سالن کان مڙهيل فوجي حڪومت جي ٿهري ڪوٽ کي ڊاهڻ لاءِ سياسي جماعتن، عوام جي مختلف طبقن، شاگردن، هارين، مزدورن، وڪيلن ۽ بي شمار بين ماڻهن تحريڪ شروع ڪئي آهي، جنهن ۾ ماڻهو پنهنجي احتجاج کي ظاهر ڪرڻ لاءِ پاڻ کي رضاڪارانه گرفتارين لاءِ پيش ڪري رهيا آهن". ياسمين جملو پورو ڪري ٿوري دير لاءِ ويٺل عورتن مٿان نظر وڌي جيڪي ڏاڍي غور سان ڪيس ٻڌي رهيون هيون.

"هن ملڪ جي ماڻهن جو اهو حق آ". ياسمين پنهنجي بيان جو سلسلو جاري رکيو "ته اهي پنهنجي ووٽ سان حڪومت جنهن جماعت يا ليڊر کي ڏيڻ چاهين تنهن کي ڏين. هن ملڪ کي جڏهن وجود ۾ آندو ويو هو ان وقت ملڪ جي اڳواڻن اها ڳالهه پڌري ڪئي هئي ته ملڪ ۾ حڪمراني جو طريقيڪار جمهوري هوندو ۽ نه ڪي آمريت وارو. پر فوج پنهنجن مڪروهه مفادن ۽ غير ملڪي آقائن جي خوشنودي حاصل ڪرڻ لاءِ ملڪ مٿان سالن کان آمريت مڙهي رکي آهي." ياسمين وري چند لمحن لاءِ خاموش ٿي ۽ محسوس ڪيو ته ويٺل مائن ۾ ڪجهه بيزاري پيدا پئي ٿئي. ڪجهه عورتن هيڏانهن هوڏانهن ڏسڻ شروع ڪيو هو. ياسمين محسوس ڪيو ته جمهوريت جي ڳالهه ته پلي پر شايد ڳوٺاڻي عورتن کي اهو سمجهه ۾ نه پئي آيو ته پلا جي ملڪ ۾ فوج جي حڪومت آ ته اُن ۾ ڪهڙي اربع خطا. ان جو هنن جي زندگيءَ سان ڪهڙو واسطو؟

"ملڪ ۾ غربت پنهنجي انتها کي پهچي وئي آ." ياسمين وري پنهنجي ڳالهه جاري رکي. "فوج جي پاليسين سبب لکين ماڻهو بيروزگار ٿي ويا آهن. سنڌ جي حصي جو پاڻي سنڌ کي نه پيو ملي. وڏي صوبي جي فوج ۾ اڪثريت سبب سمورا فيصلا ان جي فائدي ۾ پيا ڪيا وڃن ۽ اسان جي پاڻيءَ تي ڌاڙي سبب اسان جون پنيون ۽ باغ

سگهي رج تي ويا آهن."

ياسمين هاڻ محسوس ڪيو تہ ويٺل عورتن کي سندس ڳالهہ سمجھہ ۾ آئي هئي. "فوج سنڌ جي ماڻهن جا سمورا حق غصب ڪري ڇڏيا آهن ۽ فوج سنڌ ۾ غدار وڏيرن جي ذريعي ماڻهن مٿان ڏهڪاءُ مڙهي ڇڏيو آهي. سنڌ جي ضلعن کي غدار وڏيرن جي جاگير طور سندن وچ ۾ ورهائي ڏنو آهي."

ياسمين کين چيو تہ ڪڇهري هلندي جي کين ڪا ڳالهہ سمجھہ ۾ نہ اچي يا هو ڪو سوال پڇڻ چاهين تہ پڇي سگهن ٿيون.

"ادي ڳالهہ تہ تون نيڪ ٿي ڪرين"، ويٺل عورتن ۾ صغرا بہ هئي، جنهن ڳالهائڻ شروع ڪيو "پر فوج تہ ڏاڍي آ. اسين غريب مسڪين ماڻهو ڇا ٿا ڪري سگهون؟ مون تہ ٻڌو آ تہ دادوءَ واري پاسي ڪن ماڻهن فوج خلاف جلوس ڪڍيو تہ فوج کين گولين جو کاج بڻايو."

صغرا جي ڳالهہ تي رضيا جي گهر ۾ ويٺل عورتن ۾ سانت ٿي وئي، کين هڪ اڻ ڏٺي ڊپ جو احساس ٿيو. ڪيترين عورتن ڪنڌ ڌوڻي صغرا جي ڳالهہ جي منظوري ڏني. خديجہ چيو "ادي ياسمين ڳالهيون تہ تنهنجيون ڏکيون ٿيون لڳن. اسان تہ پيٽ پالڻ ۾ هلاڪ آهيون، فوج سان ڪهڙو مهاڏو اٽڪائي سگهنداسون." عورتن جون ڳالهيون ٻڌي رضيا جي منهن تي ٿوري مايوسي جا آثار ظاهر ٿيا.

هن اک ٽيڏي ڪري ياسمين کي ڏٺو جنهن اعتماد ۽ خاموشيءَ سان ويٺي پئي عورتن جون ڳالهيون ٻڌيون. رضيا کي ياسمين جي منهن تي اهو اعتماد ڏسي حيرت ٿي، سندس ذهن ۾ خيال آيو تہ ڇا هن کي ڪنهن طرح جي مايوسي نہ پئي ٿئي جو چپ چاپ ۽ گهري سڪون سان ٿي ويٺي ڳالهيون ٻڌي.

ويٺل عورتون پنهنجا انومان ظاهر ڪري خاموش ٿيون تہ ياسمين وري پنهنجي اشهد آگر سان عينڪ نيڪ ڪري تمام سنجيدگيءَ سان ڳالهائڻ شروع ڪيو "ادي صغرا جي ڳالهہ نيڪ آ تہ دادو، موري، خيرپور ناٿن شاهہ، لاڪاڻ ۽ سنڌ جي ٻين ڪيترن شهرن ۽ ڳوٺن ۾ فوج مسڪين، غريب، هٿين خالي، هارين، پورهيتن، شاگردن ۽ عورتن مٿان گوليون وسايون آهن. اسان جا ڪيترا ماڻهو شهيد ڪيا ويا آهن.

جيل جمهوريت جي جدوجهد ڪندڙ ماڻهن سان پرجي ويا آهن ۽ ٽاڻن ۾ اسان جي پائرن، پٽن ۽ ورن مٿان تشدد جي حد ٿي وئي آهي."
ياسمين جهٽ پل لاءِ چپ ٿي وري ڳالهائڻ شروع ڪيو "پر ڇا فوج پوءِ به عوام جي طاقت کي شڪست ڏيڻ ۾ ڪامياب ٿي آ؟ ڇا ماڻهو سچ چوڻ ۽ پنهنجي حق جي ڳالهه چوڻ کان هٽيا آهن؟
ادي خديجه چيو ته اسان پاڻ پالڻ ۾ هلاڪ آهيون ته فوج سان ڪهڙو مهاڏو اٽڪائبو؟ پر اديون فوج سان اهي ماڻهو ئي مهاڏو اٽڪائي سگهن ٿا ۽ اٽڪائيندا جن جي پيٽ جو ٽڪر ڪسيو ويو آ. پيٽ پريل، وڏيرا، ڪامورا ۽ فوج سان ٻٽ جاگيردار پلا ڇو جان جوکي جو ڪم ڪندا؟"
ياسمين جي سنهڙن چپن مان هاڻ لفظ اُلا ٿي پئي نڪتا." فوج پلي ڪيڏي به طاقتور هجي پر عوام جي طاقت ۽ عوام جي ٻڌيءَ جي طاقت اڳيان اها حقير آ. پلا جي عوام جي ٻڌي جي طاقت کان ڊنل نه هجي ها ته هٿين خالي، اسان جي پائرن مٿان گوليون وسائي ها ڇا؟"
ياسمين اڱڻ ۾ ويٺل عورتن ڏانهن نهاريندي سوال ڪيو. ويٺل عورتن ڪو جواب ته نه ڏنو پر سندن اکين مان محسوس پئي ٿيو ته سوين سوال آهن سندن ذهنن ۾.
سندن منهن جي تاثر مان پئي لڳو ته هنن جي دل چوي پئي ته ياسمين سچ پئي چئي پر ذهن کين ٻڌائي رهيو هو ته هو ڪيڏي نه وڏي غلطي ڪري رهيون هيون.
" پيٽ ٻُڪايل ۽ ظلم جا شڪار ماڻهو ئي دنيا جي سڀ کان وڏي طاقت آهن." ياسمين پنهنجي عينڪ ٺيڪ ڪري ڳالهائڻ جو سلسلو جاري رکيو "اسان مٿان ظلم اُن وقت به جاري آ، جڏهن اسان سڀ لڪايو گهر ۾ ويٺا آهيون، اسان جي بنيادي حقن جي پيڇڪڙي ان وقت به جاري آ جڏهن اسان جلوس نه ٿا ڪڍون، اسان جي ٻارن کي ٻن وقتن جي ماني، تعليم ۽ صحت جهڙين بنيادي ضرورتن کان اُن وقت به محروم رکيو ٿو وڃي، جڏهن اسان اُف به نه ٿا ڪڇون. ته پوءِ پلا ڇو نه پنهنجن انهن حقن جي حاصلات لاءِ متحد ٿيون، ٻڌي ڪري ڏگهي جدوجهد ڪيون ۽ هڪڙو پيرو فقط هڪڙو پيرو اُن لذت کان آشنا

ٿيون، جيڪا ظالم ڪي اڪيلي ۾ اڪيون وجهي سچ چوڻ سان حاصل ٿئي ٿي." ياسمين پنهنجو جملو پورو ڪري ويٺل عورتن مٿان اڇاتري نظر وڌي، ڪيس محسوس ٿيو تہ انهن عورتن ۾ سمورن ڏکن ۽ وسوسن جي باوجود هاڻ اعتماد پڻ هو.

"ادي ياسمين تنهنجون ڳالهيون دل سان لڳن ٿيون، اسان کي ضرور ڪجهہ نہ ڪجهہ ڪرڻ گهرجي پر ڇا ڪريون، ڪيئن ڪريون؟" هاڻ سوال ڪرڻ جو وارو سڪينا جو هو.

"ادي سڪينا تمام گهڻيون شيون آهن جيڪي اسين عورتون ڪري سگهون ٿيون."ياسمين جواب ڏيڻ شروع ڪيو. "سڀ کان اول اها ڳالهہ تہ اسان جي گهرن جا مرد جڏهن حق ۽ انصاف جي رستي تي هلن تہ سندن مدد ڪيون، ڪين روڪڻ جي بجاءِ انهن کي همٿ ڏياريون، هو جڏهن جيلن ۾ وڃن تہ روئڻ ۽ رڙيون ڪرڻ بدران ان ڳالهہ تي فخر ڪريون.

ٻيو تہ عورتن جي تنظيم ۾ سرگرم ٿيون، ميڙن، جلسن ۽ جلوسن ۾ پنهنجو ڪردار نڀايون، نہ صرف پاڻ تبديلي ۽ سٺي معاشري جي اڏاوت بابت پرايون پر پنهنجن ٻارن کي بہ ان علم بابت ٻڌايون. سو اهڙيون سوين ڳالهيون آهن، جيڪي عورتون ڪري سگهن ٿيون،" ياسمين انهن ڳالهين کان پوءِ لڪيل پنا هڪ هڪ ڪري عورتن ۾ ورهائڻ شروع ڪيا جيڪي هوءَ پاڻ سان گڏ ڪٽي آئي هئي. "ادي اڄ آءُ هي پمفليٽ ڪٽي آئي آهيان جن ۾ سنڌ ۾ ماڻهن سان ٿيندڙ ڏاڍاين جا وڌيڪ تفصيل آهن. توهان هي پڙهو انهن تي پاڻ ۾ ڪچهري ڪيو ۽ آءُ وري ٻن هفتن کان پوءِ هن ڳوٺ ۾ ايندس ۽ وري ويهي پاڻ ڪچهري ڪنديونسين." اهو چئي ياسمين ڪٽ تان اٿي ۽ رضيا کي چيائين، "ادي هاڻ آءُ هلان ٿي ، توهان پلي ڪچهري جاري رکو مون کي شهر ۾ هڪڙي ٻئي ڪچهري ۾ بہ وڃڻو آهي."

پوءِ سيني عورتن کان ياسمين موڪلايو ۽ گهر کان نڪري، ٻنين جي وچ ۾ ٺهيل ڪچي رستي تي وڏن وڏن قدمن سان پنڌ شروع ڪيائين. سج بلڪل سنڌس مٿان هو گرميءَ ۾ واڌارو ٿي ويو هو ياسمين جي نرڙ مٿان پگهر جون هلڪيون بوندون هيون. سنڌس اندر

۾ خوشي هئي. کيس محسوس پئي ٿيو تہ هن هڪ وڏي مقصد لاءِ جيڪو پنڌ ڪيو هو اهو اجايو نہ ويو ۽ کيس اهو سوچي اجا وڌيڪ سنو پئي لڳو تہ جڏهن هوءَ حسين سان ملي کيس اڄ جي ڪچهريءَ بابت ٻڌائيندي تہ هو ڪيڏو نہ خوش ٿيندو.
حسين جي ياد ايندي ئي سندس چپن تي مرڪ تري آئي. پڪي سڙڪ تي پڄي ياسمين ڪنڌ ورائي پوئتي ڏٺو. ڳوٺ جا گهر ۽ گهٽيون پري کان ڪنهن مصور جو تخيل پئي لڳا ۽ سائي زمين سج جي روشنيءَ ۾ ٻهڪي پئي.



حسين پروگرام مطابق وقت تي پهتو هو ۽ اچي روڊ جي ڪُنڊ تي نهيل ننڍڙي هوٽل ۾ ويهي رهيو هو. کيس خبر نہ هئي تہ هو ڪيڏانهن ويندو. هن کي ڪالهہ مراد اچي ٻڌايو هو تہ ڊاڪٽر احمد سندس لاءِ نياپو ڏنو آهي تہ هو شام جو ڇهين لڳي اچي هن هوٽل تي ويهي رهي. حسين ڇڳل پٽي جي واچ قميض جي کيسي مان ڪڍي وقت ڏٺو ڇهہ لڳي ست منٽ ٿيا هئا. حسين جي اها واچ بہ عجيب هئي. هو سدائين ان کي کيسي ۾ رکندو هو. اصل ۾ ڪنهن وقت هو ان کي پنهنجي ڪرائيءَ تي ٻڌندو هو پر جڏهن کان سندس پٽو ڇڄي پيو هو تڏهن کان هو ان کي کيسي ۾ رکندو آهي ۽ دوستن کي چيو هئائين تہ جڏهن واچ جو سيل ختم ٿيندو تڏهن هو ان کي ڦٽي ڪري ڇڏيندو.
روڊ تان چرڙاٽ ڪري مٽي اڏائيندي ۽ دونهون ڇڏيندي جڏهن هڪ رڪشا گذري تہ حسين جي خيالن جو سلسلو ٽٽو.
حُسين کي هوٽل تي ويٺي ويهہ منٽ کن گذري ويا هئا ۽ ان دوران هو هڪ ڪوپ چانهہ جو پي چڪو هو. کيس هوٽل تي ويٺي ويٺي اهو خيال تنگ ڪري رهيو هو تہ جي ساٿين کيس گرفتاري لاءِ چيو تہ هو گهر ڇا ٻڌائيندو. کيس اندازو هو تہ سندس ماءُ کي شديد صدمو رسندو ۽ ذاتي تڪليف ٿيندس پر ساڳي وقت هو ان ڳالهہ جي بہ اهميت

سمجهي سگهيو ٿي تہ تحريڪن ۾ تڪليفون ايندڙيون آهن. آزاديءَ خاطر ماڻهو جانيون بہ قربان ڪندا آهن . ڪيس انهن سيني ماڻهن جي قربانين جا واقعا ياد اچڻ لڳا جن جي باري ۾ هن ڪتابن ۾ پڙهيو هو يا وري ساٿين کان قصا ٻڌا هئائين. ڪيس مارڪس، لينن، هوچي منهہ، مائوزي تنگ، چي گويرا، فيڊل ڪاسترو سميت ٻين انيڪ آزادي پسند اڳواڻن ۽ ڪارڪنن جا نالا سندس ذهن تي تري آيا جن مقصد خاطر بي شمار قربانيون ڏنيون ۽ آخرڪار ڪامياب ٿيا.

"حُسين ڪهڙا حال ٿي؟" اوچتو مراد جي آواز تي حُسين ڇرڪي مٿي نهاريو. مراد کي ڏسي سندس چپن تي مرڪ تري آئي. "ڏي خبر هتي ويهبو يا ڪيڏانهن ٻئي پاسي هلبو؟" حسين مراد کان پڇيو.

"هلبو تہ ڪنهن ٻئي پاسي، پر اهو ٻڌاءِ تون ڪنهن کي اڄ جي گڏجاڻيءَ بابت ٻڌايو تہ ڪونهي؟." مراد پڇيو.

"نہ"، حسين وراڻيو "پر اهو تون ڇو ٿو پڇين؟"

"يار اصل ۾ اڄ ڪلهہ خفيہ وارا نوس نوس ڪندا ٿا وتن شهر ۾ ۽ توکي تہ خبر آهي تہ فوج ڪيڏا مخبر پرتي ڪيا آهن. هن تحريڪ ۾ رازداريءَ جي تمام سخت ضرورت آهي. اسان يا اسان جا ساٿي جي پڪڙجي پيا تہ تحريڪ کي ڏاڍو ڌڪ رسندو." حسين کي مراد جي ان ڳالهہ ٿورو خراب لڳي. هن دل ۾ سوچيو تہ هو تحريڪ ۾ رازداري جي اهميت کان چڱيءَ طرح واقف آهي سو اهو ڪيئن پئي ٿي سگهيو تہ هن ڪنهن سان ان باري ۾ ڳالهايو هجي ها؟ پر وري کيس خيال آيو تہ مراد جو بہ ڏوهہ ڪونهي، سمورا ساٿي هڪ جيترا ذميوار ٿي نٿا سگهن سو هو بہ خبردار ڪري، پنهنجو فرض پيو پورو ڪري.

"چڱو ساٿي آءٌ هاڻ هلڻ شروع ٿو ڪريان ۽ تون آهستي آهستي منهنجي پويان هلندو اچ". مراد اهو چئي هوٽل مان نڪري ويو ۽ آهستي آهستي روڊ جي ٻئي پاسي تي هڪ گهٽيءَ ۾ داخل ٿي ويو.

حُسين چانهہ واري کي پئسا ڏنا ۽ پوءِ مراد جي پويان ڪجهہ وٿيءَ سان هلڻ لڳو. مراد پر اعتماد قدمن سان مختلف گهٽين مان هلندو وڃي هڪ گهر جي سامهون بيٺو ۽ گهٽيءَ جي ٻنهي پاسن ڏانهن ڏسي اها پڪ ڪيائين تہ سواءِ حُسين جي ٻيو ڪنهن کيس نہ پئي ڏٺو. مراد

گهر جي دروازي کي هلڪو ڪڙڪايو ۽ انتظار ڪرڻ لڳو. ايتري ۾ حسين بہ اچي ڪيس پڳو. اندران در ڪلڻ جو آواز آيو. پنهي وري گهٽيءَ ۾ نظر ڊوڙائي پڪ ڪئي تہ ڪو بہ گهٽيءَ ۾ ڪونهي ۽ ڪين ڪنهن بہ ناهي ڏٺو پڪ ڪري هو گهر ۾ داخل ٿي ويا.

حسين هن گهر ۾ پهريون ڀيرو آيو هو. گهر جو دروازو اڱڻ ۾ کلندو هو ۽ وڏي اڱڻ کان پوءِ هڪ وڏو ڪمرو هو ۽ ڪمري جي پويان وري بہ ننڍا ڪمرا هئا. گهرجي اڱڻ جي کابي پاسي رڌڻو ۽ غسل خانو ٺهيل هو.

سج لهي چڪو هو. بس آسمان تي هلڪي روشني باقي آخري پساهن ۾ هئي. گهر جي ٻاهران پپل جي وڻ ۾ پکين اچي پنهنجا ديرا ڄمايا هئا. اڱڻ ۾ بہ کٽون ۽ ٽي چار ڪرسيون رکيل هيون. مراد ۽ حُسين جڏهن گهر ۾ داخل ٿيا تہ کٽن ۽ ڪرسين تي ويٺل ساٿين سندن آدر ڀاءُ ڪيو.

مرڪزي اڳواڻن محمد بخش، ڊاڪٽر احمد، هاري اڳواڻ غلام محمد، شاگرد اڳواڻ حميد ۽ سلطان ۽ هڪ ٻيو ساٿي پهرين ئي گهر ۾ موجود هئا. سڀني جي ويهڻ کان پوءِ تعارف ٿيو تڏهن حسين کي خبر پئي تہ جيڪو اڻ سڃاتل ساٿي اتي ويٺل هو اهو سنيل ڪمار هو. سنيل ڪراچيءَ مان آيل هو ۽ هو پارٽيءَ جو مرڪزي اڳواڻ هو.

شروعاتي عليڪ سليڪ کان پوءِ سنيل ڪمار ڪين ٻڌايو تہ جمهوري تحريڪ جي اتحاد جي مرڪزي قيادت فيصلو ڪيو آهي تہ گرفتارين، جلسن جلوسن، مظاهرن ۽ پروپيگنڊا جي ٻين طريقن ۾ واڌارو ڪيو ويندو ڇو جو ٿيا:ت جي خيال ۾ فوجي حڪومت ڪمزور ٿي آهي ۽ هن وقت جيڪڏهن دٻاءَ ۾ اضافو ڪيو ويندو تہ شايد فوجي جنرلن کي جمهوريت بحال ڪرڻ لاءِ مجبور ڪري سگهجي.

ڊاڪٽر احمد، جيڪو سنڌ جي هن ضلعي ۾ تحريڪ جو اڳواڻ هو ان اهو سڀ ويٺي غور سان ٻڌو. هو ننڍي قد جو ۽ انتهائي صاف سٿرو نظر ايندڙ شخص هو. مٿي تي ٿورا وار وڃي بچيا هئس ۽ نرڙ تي وار کسي وڃڻ سبب بہ وڏا ڀولار نهي پيا هئس، جيڪي سندس شخصيت کي وڌيڪ پروقار بڻائي رهيا هئا. اکين تي نظر جي

مستطيل شيشن واري عينڪ ۽ نهٽي آواز سبب سندس شخصيت پراسرار پئي لڳي ۽ هو پهرين نظر ۾ ڊاڪٽر گهٽ ۽ سرڪاري ڪامورو وڌيڪ پئي لڳو. ڊاڪٽر احمد، سنيل ڪمار جي ڳالهه پوري ٿيڻ کان پوءِ موجود سڀني ساٿين ڏانهن نهاريو ۽ پوءِ هوريان هوريان ڳالهائڻ شروع ڪيائين:

"ساٿيو اڄ جي اسان جي هيءَ گڏجاڻي تمام رازداريءَ ۾ رهڻ گهرجي. سڄي سنڌ ۾ تحريڪ پئي هلي ۽ ان جي قيادت بظاهر تہ جمهوريت جو اتحاد ڪري رهيو آهي پر ان جي اصل قوت عوام جو خود رو جذبو ۽ فوجي حڪومت سان نفرت آ. ٻيو ان جي قيادت پارٽ ۽ پنهنجي تحريڪ ڪري رهي آهي، سو ان ڪري اهو تمام ضروري آ تہ اسان تمام هوشياري ۽ رازداريءَ سان ڪم ڪريون. عوام جي جذبن کي سمجهون، کين رهنمائي بہ مهيا ڪيون پر ساڳئي وقت ساڻن گڏ هلون. اسان جيڪي ماڻهو هتي ويٺا آهيون، اهي ان حساب سان اهم آهيون جو اسان تحريڪ هلايون پيا سو اسان مان هر هڪ ماڻهو قيمتي آ ۽ گرفتار ٿيڻ نہ گهرجي."

ڊاڪٽر احمد جي ڳالهه ٻڌي حُسين کي اهو اعتماد ٿيو تہ في الحال سندس گرفتاريءَ جو وقت ناهي آيو پر کيس ڪم جي سلسلي ۾ اهم ذميواري ملي سگهي ٿي.

"پارٽ مرڪزي قيادت جي فيصلي تحت تحريڪ ۾ تيزي پيدا ڪنداسون." ڊاڪٽر احمد پنهنجي ڳالهه جاري رکي "ان سلسلي ۾ اسان کي وڌيڪ ساٿي کپن جيڪي گرفتاريون ڏيندا. وڌيڪ ساٿي کپن جيڪي جلسا جلوس، مظاهرا ڪندا ۽ عوام کي روڊن تي آڻيندا." ڊاڪٽر احمد ٿوري دير لاءِ خاموش ٿيو.

"اسان ڳوٺن ۾ هارين کي پڻ تيار ڪيو آ تہ اهي گرفتاريون ڏيڻ لاءِ ذهني طور تي تيار رهن." هاري اڳواڻ غلام محمد چيو. ڊگهي قد، ڇڇين اکين ۽ وڏيل ڏاڙهي واري غلام محمد کي ڏسي ڪو چئي نٿو سگهي تہ سندس اندر ۾ ڪيڏي باهہ ۽ ولولو آ. هارين جي ميڙاڪن ۾ جڏهن هو تقرير ڪندو آ تہ جڻ جلسي ۾ هڪ حيرت انگيز جوش پيدا ٿي ويندو آ.

”پاڻ هاري ساٿين جي هڪ لسٽ ٺاهي آهي، اهي سمورا گرفتاريون ڏيڻ لاءِ تيار آهن ۽ پارٽي سندن گهرو حالتن کي به جاچي ڏٺو آ. سمورا ساٿي گرفتاري ڏئي سگهن ٿا ۽ سندن گرفتاري سبب انهن جي گهربار تي ڪو تمام وڏو اثر نه پوندو“ غلام محمد پنهنجي ڳالهه جاري رکي. ”پر مسئلو اهو آهي ته اسان جا ساٿي ته گرفتاريون ڏيڻ لاءِ تيار آهن پر جمهوري اتحاد جي ٻين جماعتن جا وچن ٿا ماڻهو ڪٽندا. ايستائين جو سڀ کان وڏي سياسي جماعت به ڪٽي وئي آهي.“ غلام محمد چيو. ”تنهن ڪري پاڻ کي به احتياط ڪرڻو پوندو. پاڻ ڪجهه ڏينهن اڪيلي سر گرفتاريون ڏينداسون پر جي پوءِ به ٻيون جماعتون ڪارڪن گرفتارين لاءِ نه آڻي سگهيون ته پوءِ پاڻ به مجبورن پنهنجن ساٿين جون گرفتاريون روڪي ڇڏينداسون.“ غلام محمد پنهنجي ڳالهه پوري ڪئي.

محمد بخش، جيڪو هينئر تائين خاموش ويٺي ساٿيءَ کي ٻڌي رهيو هو تنهن تجويز ڏني ته پاڻ ٻين معاملن تي فيصلا ڪجهه دير بعد ڪيون، پهرين پرڏيهي ريڊيو اسٽيشن تان خبرون ٻڌون.

تن ڏينهن ۾ ملڪي ٽيلي وزن توڙي ريڊيو ملڪ ۾ هلندڙ تحريڪ ۽ فوجي ڪارروائين بابت ڪا به خبر نه ڏيندا هئا. هر روز پهرين خبر ۽ پوءِ هر هڪ خبر يا ته ملڪ جي مارشل لا ايڊمنسٽريٽر ۽ صدر جي سرگرمين بابت هوندي هئي، سندس اسلام، ملڪ، افغانستان ۽ ڪشمير لاءِ ڏنل قربانين بابت هوندي هئي يا وري افغانستان ۾ ”ڪافر“ سوويت يونين جي فوجن خلاف ”اسلام جي هر اول“ دستي، يعني افغان مجاهدن جي عظيم ترين فتحن بابت يا ڪشمير ۾ ”ڪافر“ هندوستاني فوج خلاف هلندڙ ”حريت پسند“ تحريڪ ۾ هندو ڪافرن جا ڏند کٽا ڪرڻ وارن مجاهدن جي جاهه و جلال بابت هوندي هئي.

ڪڏهن ڪڏهن ڪي بين الاقوامي خبرون پڻ سرڪاري ميڊيا تي ايندڙيون هيون. اخبارن ۽ رسالن مٿان سخت مارشلائي سينسر شپ لاڳو ٿيل هو. ڪي ته اخبارون هيون ئي جنرل صاحب جون لاڏليون ۽ سڄو وقت پيون جنرل صاحب جي ثنا خواني ڪنديون

هيون ۽ جمهوري تحريڪ کي دهشتگرديءَ جي خاني ۾ فٽ ڪنديون هيون، پر هيون وري جيڪي ان وقت حق ۽ سچ ڇاپڻ جون ڪوششون ڪنديون هيون، تن مٿان سخت سينسر هو. ڪڏهن تہ اهي اخبارون ذري گهٽ سڄيون جو سڄيون خالي ڇپبيون هيون جو اخبار جي ڪاپي تيار ٿيڻ کان پوءِ سينسر لاڳو ڪندڙ عملدار خبرون ڪاپيءَ تان هٽائي ڇڏيندا هئا، ان ڪري اخبار جا مالڪ ائين جو ائين ڇاپي ڇڏيندا هئا. جيئن عام پڙهندڙن کي خبر پوي تہ اخبار اهي سموريون خبرون ڇاپڻ چاهي پئي پر سينسر سبب اهي هٽائي ڇڏيون ويون آهن. اهڙين ئي حالتن سبب تن ڏينهن ۾ ماڻهو ملڪ جي حالتن بابت ڪنهن قدر باخبر رهڻ لاءِ پرڏيهي ريڊيو اسٽيشن تان خبرون ٻڌندا هئا.

ساٿي محمد بخش جي تجويز ٻڌي ويٺل سمورن ساٿين چيو ٺيڪ آ پهرين خبرون ٿا ٻڌون پوءِ باقي فيصلا ڪبا. محمد بخش ڪٽ تي ويٺي ويهاڻي جي هينان نيشنل ڪمپنيءَ جو ننڍڙو تہ بينڊيو ريڊيو ڪڍيو جنهن تي ناسي رنگ جو چمڙي جو پوش چڙهيل هو. ڪرڙ ڪرڙ آواز جي وچ ۾ ڪافي ڏکيائيءَ سان آخر محمد بخش کي اها چاتل سڃاتل ڏن ٻڌڻ ۾ آئي جيڪا اُن ريڊيو اسٽيشن جي سڃاڻپ هئي. سمورن ساٿين ڏاڍي غور سان ويٺي خبرون ٻڌيون، خبرون پڙهندڙ همراهن سڄي دنيا بابت مختلف خبرون ٻڌائڻ کان پوءِ مس وڃي پاڪستان جو ذڪر ڪيو.

خبرن ۾ ٻڌايو ويو تہ ملڪ ۾ تحريڪ زور شور سان جاري آ. پنجاب صوبي جي گادي واري شهر لاهور ۾ وڪيلن عدالتن جو بائيڪاٽ ڪري جلوس ڪڍيو جنهن مٿان پوليس ڏنڊا وسايا ۽ آنسو گئس جو استعمال ڪيو. جڏهن تہ سنڌ جي هڪ شهر ۾ فوج هڪ جلوس تي گوليون هلايون، جنهن ۾ گهٽ اٺ ماڻهو مارجي ويا آهن. جنهن بعد جمهوريت جي اتحاد سوڳ جي ڏينهن جو اعلان ڪيو آهي.

خبرون ٻڌي سمورن ساٿين جي چهرن تي ڏک جا آثار تري آيا. خبرون ختم ٿيڻ کان پوءِ بہ ڪجهہ وقت تائين ڪنهن هڪ اکر بہ نہ

ڪجهيو رات جي وقت ۾ تارن ڀريل آسمان هيٺان، ڪٽن ۽ ڪرسين جي ويٺل ماڻهن جي خاموشي ٻيچارينڌڙ پئي محسوس ٿي. ان خاموشيءَ جي وچ ۾ ڪنهن ڪنهن وقت پاڙي جي ڪنهن گهر مان ڪنهن ٻار جي روئڻ، ڪن عورتن جي پاڻ ۾ ڳالهائڻ، ڪنهن مرد پاران دڙڪي ڏيڻ يا وري باورچي خاني مان ٿانون جي ٽڪرائڻ ۽ ڪُني ۾ ڏوئي جي هلڻ جا آواز ٿي آيا. رات جي ماني جي تياري پاڙي ۾ هلي پئي ۽ مصالحن ۽ رڌ پچاءَ جي خوشبو هوا تي سوار ٿي هن ميٽنگ تائين پهچي پئي.

اوچتو ڊاڪٽر احمد جو آواز گونجيو "ساٿيو فوج اسان جي ماڻهن سان ڏاڍايون ڪندي بلڪل نئي ڪيبائي، پنجاب ۾ به ڪنهن سطح تي تحريڪ هلي پئي پر اُتي گولي هلائڻ جي جرئت نه ڪري سگهي آ. پر سنڌ ۾ ڪيس ڪنهن به طرح جي لڱي ٿو جهل پل ڪونهي."

غلام محمد هڪ وڏي گار ڏيندي چيو فوجي جنرلن بنگال ۾ معصوم ماڻهن مٿان گوليون وسايون، نتيجي ۾ ملڪ ٽوڙايائون. وري بلوچستان جي عوام خلاف آپريشن ڪيو ۽ بلوچن کي غدار سڏيائون ۽ هاڻ هو سنڌين خلاف آپريشن ڪري رهيا آهن. جيتوڻيڪ جو جمهوريت جي بحالي جي تحريڪ نه صرف سڄي ملڪ ۾ پئي هلي، پر ان کي نالو به پاڪستان بچائڻ جي تحريڪ جو نالو ڏنو ويو آهي."

غلام محمد جي ڳالهه پوري ٿيڻ کان پوءِ ڊاڪٽر احمد پنهنجي اکين تان عينڪ لاٿي ۽ ان جا شيشا صاف ڪيا ۽ ڳالهائڻ شروع ڪيو. "ساٿيو- فوج پاران هي زيادتيون اسان جي حقن ۽ جمهوريت جي تحريڪ کي دٻائي نه ٿيون سگهن. اسان کي خبر آهي ته آزادي ۽ حقن لاءِ قربانيون ڏيڻيون پونديون آهن، جن لاءِ اسان تيار آهيون. اسان کي پنهنجي قوم جي اڪثريت يعني هاري ۽ مزدور ماڻهن کي پڻ هڪ وڏي جدوجهد لاءِ تيار ڪرڻو آهي." ڊاڪٽر احمد هڪ ساعت لاءِ خاموش ٿيو ۽ ويٺل ساٿين مٿان اڇاتري نظر وجهي وري پنهنجي ڳالهه جاري رکي. "اسان جي پارٽي جو اڳواڻ ڪيترن سالن کان جيل ۾ قيد آهي، سندس ڏوهه اهو آ جو هو جمهوريت ۽ سنڌ جي حقن جي ڳالهه ٿو

ڪري پر ساٿيو اسان جي اڳواڻ ساٿي جيل مان بہ اهو پيغام ڏنو آ تہ هڪ ڊگهي جدوجهد لاءِ عوام کي تيار ڪيو وڃي. هيءَ جمهوري تحريڪ، صرف جمهوريت جي بحاليءَ تائين آهي، ان ۾ اسان پنهنجو ڀرپور ڪردار ادا ڪنداسون. پر اسان جي اصل منزل اڃا ڪا ٻي آ ۽ ان تائين پهچڻ تائين جدوجهد جاري رهندي. ساٿيو في الحال پارٽ کي بہ ٽي ڪم ڪرڻا آهن. هڪ هي تہ ڪو ساٿي ان شهر وڃي جتي فوج گوليون هلايون آهن ۽ اتي صورتحال جو جائزو وٺي اچي ، ٻيو هي تہ سوڳ جي ڏينهن جي تياريءَ لاءِ هڪ ڪميٽي جوڙي وڃي، جيڪا سموريون تياريون ڪري، جن ۾ چاڪنگ، پوسٽر هڻڻ، بيان جاري ڪرڻ ۽ مختلف تعلقن ۾ وڃي ماڻهن کي ضلعي ۾ وڏي مظاهري ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ تيار ڪرڻ وغيره شامل هجي ۽ ٽيون هي ڪم ڪرڻو آ تہ ڪو ساٿي ير واري ڳوٺ مان وڃي ساٿي ڪريم کي گرفتاريءَ لاءِ وٺي اچي. سياڻي سندس گرفتاريءَ جو وارو آ." ڊاڪٽر احمد پنهنجي ڳالهہ پوري ڪري ساٿين ڏانهن سوال ڀريل نظرن سان ڏٺو.

حُسين جيڪو هينئر تائين خاموش هو ۽ ويٺي سموريون ڳالهيون غور سان پئي ٻڌائين، تنهن چيو تہ هو سوڳ ڪميٽيءَ ۾ شامل ٿيڻ لاءِ بہ تيار آ ۽ جي ضرورت هجي تہ ير واري ڳوٺ مان ساٿي ڪريم کي بہ وٺي اچي سگهي ٿو.

گڏجاڻي ختم ٿيڻ کان پهرين فيصلو ٿيو تہ حميد ان شهر ويندو ساٿين سان ملڻ جتي فوج گولي هلائي ماڻهو شهيد ڪيا آهن، جڏهن تہ مراد، سلطان، محمد بخش ۽ غلام محمد سوڳ ڪميٽيءَ ۾ هوندا ۽ ان ڪميٽيءَ جو صدر ياٺو سليمان هوندو. جيڪو هن گڏجاڻي ۾ تہ شريڪ ڪونهي پر ڪيس بعد ۾ اطلاع ڏنو ويندو. حسين تي ذميواري رکي وئي تہ هو ير واري ڳوٺ مان وڃي ڪريم کي وٺي ايندو ۽ پوءِ سوڳ ڪميٽيءَ وارن سان گڏجي ڪم ڪندو.

رات ٿي وئي هئي. صبح جو سيني ساٿين کي ڪيترا ڪم ڪرڻا هئا. ٻاهران آيل سنيل ڪمار کي ٻئي ضلعي ڏانهن روانو ٿيڻو هو ۽ غلام محمد کي بہ پنهنجي ڳوٺ رات وچ ۾ پهچڻو هو سو سيني ياڪر پائي موڪلايو. هڪ هڪ ساٿي الڳ الڳ ٿي روانو پئي ٿيو تمام

احتياط سان پهرين ڏسي پڪ ٿي ڪيائون ته جاءِ مان نڪرندي ڪين ڪو مشڪوڪ ماڻهو ته نه پيو ڏسي ۽ پوءِ وڏا وڏا قدم کڻندي گهٽين ۾ غائب ٿي پئي ويا.

حُسين جڏهن جاءِ مان نڪتو ته سندس اندر ۾ هڪ اڻ تڻ هئي. سندس ذهن ۾ اُن خبر جا لفظ پڙاڏو ٿي پئي گونجيا جنهن ۾ ٻڌايو ويو ته جلوس مٿان فوج فائرنگ ڪري اٺ ماڻهو ماري ڇڏيا. هو سوچي رهيو هو ته جلدي صبح ٿئي ته جيئن هو ير واري ڳوٺ روانو ٿئي ۽ ساٿيءَ کي گرفتاري لاءِ وٺي اچي. ڪيس لڳي پيو ته تحريڪ ۾ سرگرم ٿي شايد هو انهن ماڻهن جو ڪجهه قرض چڪائي سگهي جيڪي جمهوريت جي راهه ۾ ماريا ويا هئا.

تڪڙا تڪڙا قدم کڻندو حسين گهر ڏانهن روانو ٿيو ۽ رات جو اونداهين گهٽين ۾ هلندي ڪيس هڪ لمحي لاءِ اوچتو ياسمين جو خيال آيو.



ياسمين جڏهن عورتن جي ميڙاڪي مان ٿي شهر پهتي ته شام ٿي چڪي هئي. شهر ۾ گرم ڏينهن جي پڇاڙيءَ تي وري زندگيءَ جي رونق واپس اچڻ لڳي هئي. رستن تي هلندڙ گاڏيون، روڊن کي روشن ڪندڙ بلب ۽ ٽيوب لائيٽون، گهٽين ۾ ٻارن جون رانديون ۽ رستن تي ماڻهن جي اچ وڃ سڀ وڻندڙ پئي لڳا.

ياسمين بس اسٽاپ تان رڪشا ۾ سوار ٿي، پر پنهنجي گهر وڃڻ بدران خبر ناهي ڇو ڪيس حُسين جي گهر وڃڻ جو خيال آيو. هن رڪشاواري کي حسين جي گهر جي ايڊريس ڏني. رڪشا وارو زوڪٽ ڪندي ٻڌايل ايڊريس ڏانهن روانو ٿي ويو. ياسمين پنهنجن سوچن ۾ گم هئي ته اوچتو ڪيس محسوس ٿيو ته رڪشا وارو آئيني مان ڪيس ٿوري ٿوري دير ۾ ڏسي رهيو آهي. وڏين مڇن واري رڪشا ڊرائيور جو ائين چتائي ڏسڻ ياسمين کي خراب لڳو پر هوءَ ڪجهه ڪري نه

سگهي. هن پنهنجو رئو نيڪ ڪيو ۽ پنهنجون اکيون بئي پاسي ڦيري ڇڏيون.

ياسمين جڏهن حُسين جي گهر پهتي تہ هو اجان گهر نہ پهچو هو. حُسين جي ماءُ ياسمين کي چڱي طرح سڃاڻندي هئي. هن ياسمين کي کيڪاريو ۽ کيس ڪمري ۾ ويهاري چانهہ آڻي ڏني.

”ماسي حسين ڪڏهن ايندو؟“ آخر جڏهن حسين جي ماءُ اچي ويٺي تہ ياسمين کانئس پڇيو.

” پٽ توکي تہ خبر آهي حسين جي، الائي ڪهڙن ڏکين ڪمن ۾ ڦاٿل آ. نہ سندس اچڻ جي وقت جي خبر نہ سندس وڃڻ جي، مان تہ ڏاڍي پريشان آهيان.“ حسين جي ماءُ ڳالهائڻ شروع ڪيو تہ سندس چهري تي ڏک ۽ پريشانيءَ جا آثار تمام واضح هئا. ”بابا توکي تہ خبر آ، ملڪ ۾ ڪهڙيون حالتون آهن، پوليس ۽ فوج ٿي نوس نوس ڪندي وتي. خدا تہ ڪري خير، پر جي کيس ڪجهہ ٿي پيو تہ پوءِ اسان جو ڪير آ، جيڪو پوليس ۽ ٿاڻا ڪندو.“ حسين جي ماءُ ڪجهہ ساعتن لاءِ چپ ٿي تہ ياسمين کيس دل جاءِ ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي.

”ماسي الله خير ڪندو. حسين اهڙي ڪنهن ڳالهہ ۾ ناهي جو کيس ڪا تڪليف پهچي.“

”پٽ ملڪ ۾ ماڻهو بي گناهہ ٿا ٻڌا وڃن. فوج کين شڪ ۾ بہ کڻيو ٿي وڃي ۽ تو خبرن ۾ ٻڌو تہ هوندو اڄ ئي ڪنهن شهر ۾ فوج فائرنگ ڪري اٺ ماڻهو ماري ڇڏيا آهن. پوءِ ڪيئن پريشان نہ ٿيان؟“

”پر ماسي اڄ جا نوجوان باشعور بہ آهن، ملڪ ۾ جڏهن اهڙو عذاب هجي، بي گناهہ ماڻهن مٿان فوج ظلم ڪري ملڪ مٿان مارشل لا مڙهي وڃي ۽ قومن جا حق غصب ڪيا وڃن، تہ پوءِ نوجوانن کي ڪجهہ نہ ڪجهہ تہ ڪرڻو ئي پوندو آهي؟ جدوجهد پلا نہ تہ ڪير ڪندو؟“ ياسمين آخر پنهنجن اصل خيالن ۽ جذبن کي لڪائي نہ سگهي.

حُسين جي ماءُ کي اهي ڳالهيون ٻڌي تورو خراب لڳو. ”پر پٽ جمهوريت وڃي پوي کڏ ۾، اهي سياستدانن جا ڪم آهن، توهان ۽ اسان عام غريب مسڪين ماڻهو آهيون اهي ڪي فوج سان وڙهي

سگهندا چا؟“

”ها ماسي اسان جهڙا غريب مسڪين ماڻهو ئي حقن لاءِ وڙهندا آهن. دنيا ۾ ڪيترن ملڪن ۾ ائين ٿيو آهي. چين، روس، ويٽ نام ۽ ٻين ڪيترن ملڪن ۾ غريب هارين، مزورن، شاگردن ۽ وچين طبقي جي ماڻهن ويڙهيون ڪيون آهن ۽ ظالم فوج، سرمائيدارن ۽ وڏيرن مٿان فتحون حاصل ڪيون آهن. سو اسان به ڪري سگهون ٿا. هن ملڪ ۾ به اهي سرمائيدار، جاگيردار ۽ وڏيرا ڪو نه وڙهندا. سندن پيٽ ته ڀريل آهن. اهي اسان جهڙا عام ماڻهو هوندا آهن جيڪي دنيا ۾ تبديليون ۽ انقلاب آڻيندا آهن.“ ياسمين جي منهن تي ڳاڙهاڻ تري آئي هئي. سندس آواز ۾ لرزش پيدا ٿي وئي هئي ۽ اکين ۾ آلاڻ صاف ظاهر هئي.

حسين جي ماءُ کيس ويٺي غور سان ٻڌو ۽ سوچيائين ته هي نوجوان ويچارا ڪيترا نه پليل آهن. کين ڪيئن نه ان ڳالهه جي پڪ ڪرائي وئي آهي ته هنن جي ئي محنت ۽ لڙائي سان ڪا تبديلي ايندي ۽ پوءِ هي اهي ماڻهو هوندا جيڪي ان تبديليءَ جو لاڀ به حاصل ڪندا.

”پٽ اهي جذباتي ڳالهيون آهن. اسان جي ملڪ ۾ اهڙي ڪا تبديلي نه ايندي. توهان جا ليڊر ئي خسيس آهن. ڀلا توهان جو ليڊر به توهان کي ته چوي ٿو ته وڃي فوج سان وڙهو پر سندس پنهنجا ٻار ته مزن ۾ ٿا رهن. توهان به سٺو چاڻو ته پڙهو لکو ۽ چڱيون نوڪريون ڪيو. هروڀرو پنهنجون زندگيون خراب نه ڪيو.“ حسين جي ماءُ نصيحت ڀري انداز ۾ ياسمين کي چيو. ياسمين سوچي رهي هئي ته ويچاري پراڻن خيالن جي آ. کيس ڪهڙي خبر ته عوام جي طاقت دنيا ۾ ڇا ڇا ڪيو آ؟ ياسمين کي اهو پڻ ذهن ۾ آيو ته حسين سندس وڏو پٽ آ، کيس سندس زندگي ۽ مستقبل جو ضرور الڪو هوندو ۽ ماءُ جي پيار ۾ هوءَ ظاهر آ ته ائين ئي سوچيندي.

ياسمين جي خيالن جو سلسلو جاري هو ته دروازو کڙڪيو. حُسين جي ماءُ دروازو کوليو ته حسين گهر ۾ گهڙي آيو. کيس سندس ماءُ ٻڌايو ته اندر ڪمري ۾ ياسمين ويٺي آ.

حسين کي عجيب لڳو پر ڪيس خوشي بہ پئي ٿي. هو سوچي پيو تہ اڄ ياسمين اڃڻي تہ نہ هئي پوءِ ڇو آئي؟

حُسين ڪمري ۾ داخل ٿي ٿيو تہ ٻنهي جي چپن تي مرڪ تري آئي، هن وچي ياسمين کي ڪيڪاريو. پوءِ پڇيائينس تہ "سڀ ڪجهہ ٺيڪ تہ آهي نہ. هوءَ اوچتو ڪيئن آئي آهي؟"

"ها سڀ ٺيڪ آ." ياسمين چيو "بس توسان ڪجهہ ڳالهيون ڪرڻيون هيون سو سوچيم ملندي وڃان."

"ٺيڪ آ. ويهہ آرام سان چانهن پي، آءٌ هٿ منهن ڌوئي وٺان تہ پوءِ ڳالهايون ٿا." حسين پنهنجي ڳالهہ پوري ڪري غسل خاني ۾ هليو ويو. خبر ناهي ڇو هو ياسمين سان نظرون ملائڻ کان لنوائي رهيو هو. ياسمين، حسين کي غسل خاني ڏانهن ويندي ڪجهہ گهڙيون ڏسندي رهي ۽ پوءِ وري پنهنجي چانهن جون سرڪيون ڀرڻ لڳي.

حسين جي ماءُ ڪمري ۾ آئي ۽ ياسمين کي چيائين "پٽ آءٌ وڃان ٿي بورچي خاني ۾ رات جي ماني تيار ڪرڻ تون ويهجانءِ ۽ ماني کائي پوءِ وڃجان."

ياسمين ٻڏتر ۾ هئي، هن نہ ها ڪئي ۽ نہ ئي نہ ڪري سگهي. جنهن جو مطلب حسين جي ماءُ ها سمجهو ۽ پوءِ هوءَ بورچي خاني ۾ هلي وئي.

ياسمين کي ڏاڍو سٺو لڳو. هن کي محسوس ٿيو تہ حسين جي ماءُ کي سندس لاءِ دل ۾ ڪيڏو پيار آ. ڪيس محسوس ٿيو تہ هوءَ عورت تمام بهادر ۽ سخت محنت ڪندڙ آ ۽ ان سبب ڪري ئي اهڙيون عورتون انقلاب لاءِ اهم ثابت ٿي سگهن ٿيون.

"ها، سو تو چيو پئي تہ ڪي ڳالهيون ڪرڻيون آهن. هاڻ ٻڌاءِ ڪهڙيون ڳالهيون آهن؟" حُسين ياسمين جي پر واري صوفي تي وهندي ڪانئس پڇيو.

ياسمين چند لمحن لاءِ سندس اکين ۾ ڏٺو جن ۾ ڪيس شرارت پئي نظر آئي. "ٻڌ. آءٌ اڄ پر واري ڳوٺ وئي هيس، جتي عورتن جو ميڙاڪو هو. ڏاڍي سٺي گڏجاڻي ٿي ۽ ڪيترين ڀينرون ڪم ڪرڻ لاءِ تيار ٿي ويندين."

”زبردست“ حسين جواب ڏنو ۽ سندس اکين ۾ چمڪ تري آئي، ”اهو تو ڏاڍو اهم ڪيو آهي، آءُ چوندس تہ وري جلد ئي ان ڳوٺ ۾ گڏجاڻي رکرايو ۽ ڪجھ وڏيڪ اديون شهر مان وٺي وڃ تہ جيئن ڳوٺ جي ڀينرن کي احساس ٿئي تہ هنن سان ان جدوجهد ۾ ٻيون ڪيتريون ئي ڀينرون شريڪ آهن.“

ياسمين کي حسين جا چپل جملا ڏاڍا سٺا پئي لڳا، سندس اکيون ڀھڪن پيون ۽ جسم ۾ سيسراٽ محسوس ڪيائين. کيس اندر ۾ هڪ عجيب خوشي هئي تہ هو سندس ڪم کي ساراهي رهيو هو. هوءَ گڏجاڻيءَ بابت بہ کيس ٻڌائڻ پئي چاهي، پر هوءَ حُسين کي پنهنجي دل جو هڪ احوال بہ ٻڌائڻ چاهي پئي. کيس دل جي ڳالھ ٻڌائڻ جو خيال ايندي ئي ياسمين جي دل جي ڌڙڪڻ جي رفتار اوچتو تيز ٿي وئي. هن کي لڳو تہ هوءَ هڪ خواب ڏسي رهي آهي. ياسمين ۽ حسين ڪيتري عرصي کان گڏ ڪم ڪندي هڪ ٻئي جا سٺا دوست تہ ٿي ويا هئا، پر کيس ان ڳالھ جي پڪ نہ هئي تہ جڏهن هوءَ پنهنجي اندر جي ڳالھ زبان تي آڻيندي تہ حُسين کي ڪيئن محسوس ٿيندو ۽ هو ڪهڙو ردعمل ظاهر ڪندو. ان ئي بي يقيني جي حالت ۾ ياسمين جي نرڙ تي پگهر جون هلڪيون بوندون تري آيون. سندس زندگيءَ ۾ هي پهريون ڀيرو هو جو هوءَ هڪ اڻ ڏٺي ۽ مٺي خوف مان گذري رهي هئي ۽ سندس دل ايڏي تيز ڌڙڪي رهي هئي جو کيس ان جو آواز بہ ٻڌڻ ۾ پئي آيو.

حسين کي ماحول ڪجھ بدليل بدليل محسوس ٿيو. کيس لڳو تہ ياسمين ڪجھ چوڻ ٿي چاهي ۽ هن کي اندروني طور ان ڳالھ جو احساس بہ هو تہ هوءَ ڇا ٿي چوڻ چاهي پر هن ياسمين جي حالت مان ڪجھ وڌيڪ دير لاءِ مزو ماڻڻ پئي چاهيو سو ڪانئس شرارتي انداز ۾ پڇيائين ”ها تہ اها ڪهڙي ٻي ڳالھ آ جيڪا تو ڪرڻ چاهي پئي؟“

ياسمين کي هاڻ پنهنجي ڪنڌ جا وار اڀا ٿيندي محسوس ٿيا. کيس جسم ۾ هڪ ڇڪ پئي محسوس ٿي، هن پنهنجي سڄي طاقت ۽ همٿ گڏ ڪري، حسين جي اکين ۾ ڏٺو. سندس دل ايڏو تيز ڌڙڪڻ لڳي جو هن محسوس ڪيو تہ جيڪڏهن ڪجھ دير وڌيڪ ٿي تہ دل ٽپو ڏئي

سيني مان ٻاهر نڪري ايندي. خبر ناهي هن کي اها ٻجلي ۾ طاقت ڪٿان آئي جو هن اوچتو حسين جو هٿ پنهنجي هٿ ۾ پڪڙيو ۽ هڪ ئي ساهي ۾ چئي ڏنو "حسين اڄ جي رات آءٌ تو وٽ رهڻ آئي آهيان."

ماحول ۾ سانت ڇانئجي وئي، حسين کي ڪجهه گهڙين لاءِ يقين ئي نه آيو ته هن ڇا ٻڌو. کيس ان ڳالهه جو ته اندازو هو ته ياسمين کيس پسند ڪندي آ ۽ شايد هوءَ ان جو اظهار ئي ڪرڻ چاهيندي هوندي، پر هن سوچيو به نه هو ته ياسمين اڄ جي رات وٽس گذارڻ آئي هوندي. هو ياسمين جي اکين ۾ واٽڙن وانگر ڏسي رهيو هو ۽ اندر ئي اندر ۾ سندس همٿ ۽ بهادريءَ تي رشڪ ڪري رهيو هو. کيس خيال آيو ته هوءَ ڪيڏي نه همٿ ڀري ڇوڪري آ؟ ڪيڏو نه ڏکيو آ سندس معاشري ۾ اهو سڀ ڪجهه سوچڻ ۽ چوڻ جيڪو چند گهڙيون اڳ ياسمين چيو آ. حسين جي اکين ۾ سندس لاءِ پيار ۽ عزت جا اهڃاڻ تري آيا. هن ياسمين جو هٿ پڪڙيو کيس پنهنجي ڇپن سان لاتو ۽ سندس اکين ۾ نهاريندي چيو "ياسمين، منهنجي دل ۾ تنهنجي لاءِ بي انتها پيار آ. تون منهنجي سٺي دوست به آهين، ۽ انقلابي ساٿي به پر منهنجو خيال آ ته تون پنهنجي گهر وڃ، منهنجي گهر رهڻ جو تنهنجو فيصلو اسان لاءِ سٺو ثابت نه ٿيندو." حسين اهو چئي ته ويو پر خبر نه آهي ڇو هن کي پنهنجي چيل ڳالهه تي پورو يقين نه هو. هن جي ذهن ۾ هڪڙو خيال آيو پئي ته پلي رهي، پر کيس محسوس پئي ٿيو ته شايد اهو ٻنهي جي نقصان ۾ ويندو. هن کي سمجهه ۾ نه پئي آيو ته هو پنهنجي ماءُ کي ڇا چوندو ۽ سياٽي ساٿين کي ڪهڙو منهن ڏيکاريندو. کيس اهو سڀ ڪجهه تمام ڏکيو ۽ غير مناسب پئي لڳو. کيس خيال آيو ته هو هڪ جدوجهد جي وچ ۾ آهن. سو في الحال پنهنجن ذاتي مزن بابت سوچڻ ڄڻ گناهه هجي. پر سندس ذهن جي اونهائي ۾ هڪ سوال اڀريو ته ڇا واقعي ائين هو؟ يا هو ياسمين کي هڪ ساٿي ۽ دوست طور ته پسند پيو ڪري پر کيس جسماني طرح پرڪشش نه پيو محسوس ڪري؟ يا وري کيس اهو سڀ ڪجهه تمام ڏکيو پئي محسوس ٿيو ۽ کيس ايتري همٿ نه هئي ۽ هن کي محسوس پئي ٿيو ته هو ڪنهن اڻ ڏٺي امڪاني مصيبت ۾ ڦاسي پوندو.

”پر آخر آءُ ڇو ڪو نہ ٿي تو وٽ رهي سگهان؟“ ياسمين جي سوال تي حسين جي سوچن جو سلسلو ٽٽو هن وراڻيو ”ان ڪري جو منهنجي ماءُ ڇا سوچيندي ۽ تنهنجي گهر وارن کي جي خبر پئي تہ اهي ڇا سوچيندا ۽ ساٿين کي خبر پئي تہ ڪين ڪيڏو خراب لڳندو؟ تون بڌاءِ پارٽيءَ ۾ پنهنجي ساک ڪيڏي خراب ٿيندي؟ ٻڌ ياسمين اسان جي رشتي لاءِ ضروري تہ ناهي تہ تون مون وٽ رات گذارين؟“

”نہ ضروري تہ نہ آهي، بس منهنجي دل چوي پئي تہ توسان ڪوڙ ساريون ڪچهريون ڪيان. تنهنجي وڌيڪ ويجهو اچان.“

”منهنجي دل بہ چوي ٿي تہ توسان وقت گذاريان. پر ڏس پاڻ هن وقت اهو سڀ نہ ٿا ڪري سگهون. ڪنهن ٻئي ڀيري، تون ناراض نہ ٿجان.“

”آئون ناراض نہ ٿيندس، پر آءُ اڄ رات گهر نہ ٿي وڃي سگهان، ڇو جو آءُ گهر چئي آئي آهيان تہ آءُ ٻير واري ڳوٺ ۾ رات ترسنديس. جي تون پنهنجي گهر ۾ نٿو رکين تہ پوءِ مون کي ثريا جي گهر ڇڏي اچ. ياسمين ٿورو خفي ٿيندي چيو. ڪيس ڪاوڙ بہ اچي رهي هئي پر هوءَ حسين جي صورتحال بہ سمجهي پئي سگهي.“

حسين کي ڪيس پاڻ وٽ نہ ترسائڻ جو ڏک پئي ٿيو پر هو فيصلو ڪري چڪو هو تہ ائين نٿو ڪري سگهي. ”ٺيڪ آهي. هل تہ توکي ثريا جي گهر ڇڏي اچان، رات ڪافي ٿي وئي آ.“

ٻئي جڏهن گهران نڪرڻ لاءِ تيار ٿيا تہ حسين جي ماءُ ياسمين کان پڇيو ”پٽ ماني نہ کائيندينءَ؟“

”نہ ماسي مون کي ڪٿي پهچڻو آ، دير پئي ٿئي، ماني وري ڪنهن ٻئي ڀيري“ ياسمين جملو پورو ڪندي ڪندي دروازي مان نڪري وئي ۽ حسين بہ ساڻس پويان ٻاهر آيو. رات واقعي گهڻي ٿي وئي هئي. ٻنهي کي ڳالهين ۾ احساس ئي نہ رهيو هو. ٻاهر نڪرڻ سان کين محسوس ٿيو تہ رات ۾ ٿڌڪار هو. حسين روڊ تي هڪ رڪشا کي روڪيو ۽ ٻئي ان ۾ سوار ٿي ويا. رڪشو زوڪٽ ڪندو ثريا جي پاڙي ڏانهن روانو ٿيو.



سمونڊ سنڌيءَ جي اوطاق تي اڄ هڪڙي هنگامي گڏجاڻي رکيل هئي. سندس جماعت جا ڏهاڪو کن ڪارڪن اوطاق تي گڏ ٿيا هئا. لٽي ڪپڙي ۽ ڳالهه ٻولهه مان سمورا همراهه ڪاليجي شاگرد پئي لڳا. اوطاق ۾ سگريٽن جو دونهون پريل هو ۽ ٽيبل تي ٻه پستول رکيا هئا. ڪجهه همراهن ويٺي چانهه جون سرڪيون پريون، جڏهن ته ڪي وري اوطاق ۾ رکيل کٽ تي جنگهون مٿي رکيو آرام سان ويٺا هئا.

"ڪامريڊ دوستو اڄ اسان هڪڙي اهم معاملي تي حال احوال ڪرڻ لاءِ گڏ ٿيا آهيون." سمونڊ سنڌيءَ گڏجاڻيءَ ۾ ڳالهائڻ شروع ڪيو. "توهان کي خبر آهي ته ملڪ ۾ ۽ خاص طور تي سنڌ ۾ نام نهاد جمهوريت جي تحريڪ پئي هلي. جنهن ۾ سنڌي ماڻهن کان قربانيون ڏياريون پيون وڃن." سمونڊ ڪجهه ساعتن لاءِ گڏجاڻي ۾ ويٺل همراهن تي اڇاتري نظر وڌي ۽ وري پنهنجي ڳالهه جاري رکي. "اسان هن تحريڪ ۽ ان کي هلائيندڙن جي اصليت کان واقف آهيون. هيءَ تحريڪ پنجاب جي اشاري تي پئي هلي ۽ پاڪستان کي بچائڻ جي تحريڪ آ، جڏهن ته اسان ان کي ٽوڙڻ ٿا چاهيون. تنهنڪري اسان جي جماعت سمجهي ٿي ته اها سنڌ جي مفادن جي خلاف تحريڪ آ ۽ اسان کي نه رڳو ان ۾ شامل ناهي ٿيڻو پر ان کي هلڻ کان روڪڻ جي ڪوشش به ڪرڻي آ." سمونڊ جي ڳالهه ٻڌي گڏجاڻيءَ ۾ چڻ هر ڪو ماڻهو سوچ ۾ پئجي ويو.

"پر ڪامريڊ پاڻ سنڌ جي حقن جي ڳالهه ٿا ڪيون، سنڌين سان جدوجهد ۾ گڏ هلڻ جي ڳالهه ٿا ڪريون سو اهو ڪيئن ممڪن آ ته جڏهن سنڌي ماڻهو فوج خلاف جدوجهد ۾ مصروف هجن ۽ گولين جو کاڄ بڻبا هجن ته اسان خاموش تماشائي بڻيا رهون يا مورڳو ماڻهن کي تحريڪ هلائڻ کان ئي روڪيون." ڪامريڊ سڪندر گڏجاڻيءَ ۾ پنهنجي ڳالهه رکي.

ڪامريڊ سمونڊ کي سڪندر جي ڳالهه ٽورو اڻ وڻندڙ لڳي.

سمونڊ وراڻيو ”ڪامريڊ ڳالهيون توريون پيچيده آهن. بظاهر تنهنجي ڳالهه درست آ ته سنڌ جي ماڻهن کان الڳ ڪيئن رهجي، پر سوچ ته اسان جي جدوجهد هن ملڪ کي ٽوڙڻ لاءِ آهي ڇو جو سنڌ جي سمورن ڏکن ۽ زيادتين جو سبب هي ملڪ آ ۽ جي اهو ٽٽو ته پاڻ سيئ آزاد هونداسون. هاڻ جيڪي به قوتون ملڪ کي بچائڻ جي ڳالهه ٿيون ڪن اهي پنهنجون دشمن آهن پوءِ ڀلي اهي سنڌي جماعتون هجن يا رستو ڀليل عام سنڌي ماڻهو هجن.“ سمونڊ پنهنجو دليل جاري رکندي چيو ”هيءَ تحريڪ پنجاب جي مفاد ۾ آ. اسان جي رهبر جو به اهوئي چوڻ آهي ته اسان جمهوريت جي تحريڪ ۾ شامل نه ٿا ٿي سگهون.

هاڻ ڪامريڊ سڪندر تون ٻڌاءِ ته تنهنجي سوچ نيڪ هوندي يا رهبر جي؟“ ته سمونڊ پنهنجي ڳالهه پوري ڪري پراعتماد نظرن سان سڪندر ڏانهن نهاريو. سڪندر جي ذهن ۾ ڪيئي سوال هئا، ڪئي انومان هئا پر هو خاموش رهيو. هن پاڻ ۾ ايتري سگهه محسوس نه ڪئي ته پنهنجي رهبر جي سوچ بابت ڪو سوال اٿاري سگهي.“

” نيڪ آ ڪامريڊ پاڻ تحريڪ ۾ نه هونداسون پر اسان جي ڪامريڊن کي ڇا ڪرڻ گهرجي؟“ گڏجاڻي ۾ ويٺل قربان پهلوان سوال ڪيو. قربان پوري ساري قد جو جانٺو جوان هو ۽ سندس منهن تي سنهڙن ڇپن جي مٿان گهرا ڪارا شهپر هئا. ڳالهائڻ ۾ نهنو پئي لڳو پر سندس اکين ۾ شوهه تمام واضح هو. ڪن ماڻهن جو چوڻ آهي ته هو ڏوهن ۾ به ملوث رهيو آ پر اڃان ڪيس ڪنهن به ڏوهه ۾ جهليو نه ويو هو.

”پنهنجي اڳواڻن جو حڪم آ ته ماڻهن کي سمجهايون ته جمهوريت جي تحريڪ سنڌ جي خلاف آ. ان ڪري ان ۾ حصو نه وٺن.“ سمونڊ جواب ڏنو.

”پر ڪامريڊ ماڻهن جي تمام وڏي اڪثريت تحريڪ جو ساٿ پئي ڏئي، هو هزارن جي انگ ۾ جلوسن ۾ شامل ٿا ٿين. سنڌي ماڻهن جي مرڻ سبب سڄي سنڌ ۾ ڪاوڙ ۽ ڏک جو احساس آ. ماڻهو فوج جي خلاف مرڻ مارائڻ لاءِ تيار آهن. اهڙي حالت ۾ ڪين ڪيئن چئجي ته هو فوج خلاف تحريڪ ۾ شامل نه ٿين؟“ قربان پهلوان پنهنجي ڳالهه پوري ڪئي ته سندس آواز ۾ لرزش اچي وئي هئي. گڏجاڻيءَ ۾ ويٺل

ڪامريڊن مان ڪن سندس حمايت ۾ ڪنڌ پئي ڌوڻيا. پيا وري اهڙا هئا جن جي چهرن جي تاثر مان محسوس پئي ٿيو تہ هو ڪيس جذباتي ۽ بي وقوف سمجهي رهيا آهن.

ڪامريڊ سمونڊ ويٺي سيني جو جائزو ورتو. "پيارا جذباتي ٿيڻ جي ڳالهہ ڪونهي. سنڌي ماڻهو اُن ڪري پيا وڙهن جو ڪي سياسي ڌريون پنهنجن مفادن خاطر کين استعمال ڪري رهيون آهن." ڪامريڊ سمونڊ چيو. " پارٽي کي سنڌي ماڻهن کي استعمال ٿيڻ کان بچائڻو آهي."

"پر اهو ڪيئن ٿو ٿي سگهي، اسان سنڌي ماڻهن کي ڪيئن ٿا روڪي سگهون." سڪندر سوال ڪيو.

"هڪ تہ اسان ماڻهن ۾ پمفليٽ ورهايون." سمونڊ ڳالهہ جاري رکي، "بيو بيان جاري ڪيون ۽ ٽيون انهن ڪارڪنن کي پادر هٽي چپ ڪرايون جيڪي ماڻهن کي غلط رستي تي پيا هلائين. اسان جو فرض ٿو بڻجي تہ هر ان تحريڪ کي روڪيون جيڪا ملڪ کي بچائڻ جي ڪوشش ڪري ۽ سنڌي ماڻهن کي مارائي." سمونڊ سنڌي جا جذباتي دليل ٻڌي گڏجاڻيءَ ۾ ويٺل سمورا ڪامريڊ خاموش ٿي ويا.

ڪن جي چهرن مان پئي لڳو تہ هو ڪي سوال اٿارڻ پيا چاهين پر منجهن جرئت نہ ٿي سگهي.

ڪجهہ ساعتن جي خاموشيءَ کان پوءِ رمضان دودي آخر چپ چوريا "ڪامريڊ پوءِ ڪهڙي حڪمت عملي آهي، پارٽي جا ڪيون؟"

سمونڊ سنڌيءَ جي چپن تي هارڻ مرڪ تري آئي هئي. کيس محسوس ٿيو تہ هو پنهنجي ڳالهہ تي گڏجاڻيءَ کي متفق ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو آهي. هن هارڻ رازدارانہ انداز ۾ هوريان هوريان ڳالهائڻ شروع ڪيو "ڪامريڊ ساٿيو سڀ کان پهرين تہ پارٽي کي اڄ ئي بيان جاري ڪرڻا آهن جن ۾ عوام کي اپيل ڪبي تہ هو نام نهاد جمهوريت جي پاڪستان بچايو تحريڪ کان پاسو ڪن ۽ اهو پڻ عوام کي ٻڌايو ويندو تہ اها تحريڪ پنجاب جا ايجنٽ پيا هلائين. بيو تہ ٽن ڏينهن کان پوءِ شهر ۾ جيڪو ڪوڙي جمهوريت جي حق ۾ جلوس نڪرڻو آ، ان مٿان حملو ڪبو تہ جيئن پنجاب جا ايجنٽ ڪامياب نہ ٿي

سگھن." سمونڊ هڪڙي لمحي لاءِ چپ ٿيو ۽ پوءِ قربان پهلوان ڏانهن مخاطب ٿيندي چيائين، "ڪامريڊ جلوس ڪيندڙن مٿان حملي جي اڳواٽي تون ڪندين، توسان رمضان دودو ۽ ٻيا ساٿي گڏ هوندا." ان بعد سمونڊ، سڪندر ڏانهن نهاريو جيڪو اڃا تائين خاموش ويٺو هو. "ڪامريڊ سڪندر تون شهر ۾ جمهوريت جي حق ۾ لڳل پوسٽرن ۽ بينرن کي لاهڻ جي اڳواٽي ڪندين ۽ توسان چار ٻيا ڪامريڊ گڏ هوندا." سمونڊ پنهنجي ڳالهه پوري ڪئي.

گڏجاڻي ۾ ويٺل سمورا ماڻهو هاڻ پنهنجي پنهنجي ڪم کان واقف ٿي ويا هئا. خاص طور تي رمضان دودي ۽ قربان پهلوان کي پاڻ مٿان وڏي ذميواري جو احساس هو. ڪمن جي ورهاست کان پوءِ گڏجاڻي تہ پوري ٿي وئي هئي پر چانهن ۽ سگريٽن جو سلسلو جاري رهيو. سڪندر موڪلائي روانو ٿي ويو. جڏهن تہ رمضان وري ٽيبل تي رکيل پستول کنيو، ان جو ميگزين ڪڍي گوليون ڳڻيون ۽ وري ميگزين واپس پستول ۾ وجهي، پستول ور ۾ هڻي موڪلائڻ لاءِ اٿي بيٺو. قربان پهلوان بہ ساڻس گڏ اوطاق مان نڪري ويو.



ننڍڙي ڪمري جي دروازي جي وٽين مان سج جا ڪرڻا جڏهن حسين جي چهري تي پيا تہ سندس اک کلي وئي. اڌ سجاڳي ۽ اڌ ننڊ جي ڪيفيت ۾ ڪيس پهريون خيال ياسمين جو آيو. سندس جسم جو ڇهاءُ کيس اڃان محسوس پئي ٿيو. رات گهڻي دير تائين ياسمين جو خيال کيس ننڊ ڪرڻ کان روڪيندو رهيو هو ۽ پوءِ جڏهن ننڊ آيس بہ تہ ياسمين سندس سپنن ۾ موجود هئي. هو سندس خيال تي کلي ويٺو. اڃان تائين حسين کي اهو يقين نہ پئي آيو تہ ڪلهہ رات ياسمين وٽس رهڻ پئي چاهيو. اوچتو حسين جي ذهن جي پردي تي ماڻهن جا انبوهہ ايريا. عورتون، مرد، ٻار، پوڙها، لٺيون، ڳوڙها، گوليون، ڌماڪا، بندوقون، بوٽ، ڌاٻڙ، ڌاٻڙ، ڌاٻڙ..... حسين ٽپ ڏئي بستري مان اٿي ويٺو. کيس اوچتي بي

قراري ٿي. سڌو غسل خاني ۾ گهڙيو ۽ پاڻيءَ جا ڇنڊا منهن تي هنيائين. غسل خاني مان هٿ منهن ڌوئي. چانهه جو ڪوپ وٺي اچي ڪرسيءَ تي ويٺو. ذهن ۾ خيالن جي اچ وڃ جاري هئس ته اوچتو نظر ڇڳل پٽي واري واچ تي پيس جيڪا ٽيبل تي رکيل هئي. پوڻا اٺ ٿيا هئا. کيس ياد آيو ته هن کي پر واري شهر مان وڃي ساٿي ڪريم کي گرفتاري ڏيڻ لاءِ وٺي اچڻو آهي. حسين کي نور به ياد آيو ۽ کيس خيال آيو ته هو پهرين وڃي ساٿي ڪريم کي وٺي ايندو ۽ پوءِ گرفتاريءَ کان پوءِ نور سان گڏجي وڃي هوٽل تي ويهندا ۽ ساٿين سان ڪچهري ڪندا.

حُسين تڙ تڪڙ ۾ وهنجي، نيرن ڪري بس اسٽاپ ڏانهن روانو ٿيو جتان کيس پر واري شهر وڃڻو هو. پنڌ ڪندي شهر جي رستن تان گذرندي حسين کي محسوس ٿيو ته شهر ۾ ڪارن، موٽرن، رڪشن، ٽانگن ۽ ماڻهن جي اچ وڃ عام رواجي نموني جاري هئي. کيس هڪڙي لمحي لاءِ خيال آيو ته جيتوڻيڪ ماڻهن جو هڪ چڱو تعداد فوج خلاف جدوجهد ۾ شامل آ. پر کيس پوءِ به لڳو پئي ته جيئن ڀرپور نموني سان سڄي ملڪ جي ماڻهن کي ٻي هر شئي ڇڏي جدوجهد ۾ شامل ٿيڻ گهرجي هو اهڙي طريقي سان ڪونهن. "ڀلا جڏهن ايترا ماڻهو فوج جي گولين جو کاج بڻجن ۽ ماڻهن مٿان ظلم جي حد ٿي وڃي پوءِ به هي ماڻهو اهڙا بي حس رهن اهو ڇو ٿو ٿئي." حسين سوچيو "شايد ان جو سبب مٿان اهو هجي ته سياسي ڪارڪن اجان پنهنجو ڪردار ڀرپور نموني ادا نه پيا ڪن. يا وري شايد ماڻهن کي گمراهه ڪرڻ وارين جماعتن جو اثر عوام مٿان تمام گهڻو آ. يا وري عوام کي ان جي پرواهه ئي ڪونهي ۽ رڳو سياسي جماعتون پيون واويلا ڪن؟

حُسين جڏهن بس اسٽاپ تي پهتو ته ويگن اڃا خالي هئي ۽ صرف چند سيٽن تي ماڻهو پنهنجا رومال، ڪتاب يا سگريٽ جا پڪيٽ رکي ويا هئا. جن جو مطلب اهو هو ته اهي سيٽون والارجي ويون آهن پر همراهه آس پاس ۾ ڪنهن چانهن جي دوڪان يا وري ڪمند جي جوس جي ڪوکي تي ويٺا آهن يا وري پاسي ۾ بيهي سگريٽ يا بيڙي پيا ڇڪن. حسين به هڪڙي خالي سيٽ تي پنهنجو ڪتاب رکي سيٽ کي والاري ڇڏيو ۽ پاڻ پاسي ۾ بيهي آسپاس جو

واءُ سواءُ وٺڻ لڳو. بس اسٽاپ تي ڪافي رش هئي. صبح جو وقت هئو ۽ بسون ۽ ويگنون پسگردائيءَ جي ڳوٺن ۽ شهرن جي مسافرن سان سٽيون پيون هيون. عورتن، مردن، ٻارن، پوڙهن ۽ جوانن جا انبوهہ هئا جيڪي ڏڪڙ اڏائيندڙ بسن ۽ ويگنن مان لهن ۽ چڙهن پيا. مسافرن مان ڪي ايڪڙ ٻيڪڙ تندرست، هشاش بشاش ۽ مڃي مانيءَ وارا پئي لڳا نہ تہ اڪثريت ماڻهن جي ڏبري، ڪمزور، بيمار ۽ پريشان پئي لڳي. اڌ اگهاڙا ٻار، پيرين اگهاڙين عورتن جي سينن سان چنبڙيل هئا، جيڪي ڏبرن مردن پويان ڏاڍي نهنائي سان هلنديون پئي آيون.

حسين جي دل ۾ سٽ اڀري، ”اسان انقلابي آهيون، ۽ هنن ماڻهن جي آزاديءَ لاءِ پيا وڙهون.“ هن سوچيو، ”جمهوريت تہ هڪ رستو آ ان انقلاب ڏانهن وڃڻ جو جنهن جو بنياد مارڪس ۽ لينن رکيو ۽ جنهن کي مائوزي تنگ ۽ هوچي منهہ اڳتي وڌايو. اسان کي جدوجهد تيز ڪرڻ کپي.“ حسين کي اهو خيال ايندي ئي خون جي گردش ۾ تيزي محسوس ٿي. هن کي لڳو تہ هو هڪڙي عظيم مقصد خاطر پنهنجي زندگي کي وقف ڪري رهيو آهي.

”هلو هلو بابا، چڙهو ويگن تي ويهو تہ روانا ٿيون.“ اوچتو ويگن جي ڪلينر جي اعلان سبب حسين خيالن جي سلسلي مان واپس وريو. ويگن ۾ ماڻهن ويهڻ شروع ڪري ڏنو هو. سو حسين بہ وڃي پنهنجو ڪتاب کڻي سيٽ تي ويٺو. بظاهر تہ ويگن ڀريل هئي پر ڪلينر اڃا ٻين مسافرن لاءِ واڪا ڪري رهيو هو. هڪ ٻن مسافرن ڪيس ناراض ٿيندي چيو تہ ويگن ڀريل آ، هاڻ ڪٽي هل. ”ڇا ٻين مسافرن کي اسان جي ڪڇ ۾ ويهاريندين؟“

پر ڪلينر کي انهن طعنن جي ڇڻ تہ ڪا پرواهہ ئي نہ هئي ۽ لڳي پيو تہ هو روز اهڙن بد دماغ مسافرن سان پيو ملندو آ. ڪلينر مسافرن جا واڪا هڪ ڪن مان ٻڌي ٻئي ڪن مان ڪڍي ڇڏيا پر پنهنجا واڪا جاري رکيا. انهيءَ وچ ۾ ڊرائيور ويگن کي اڳتي پوئتي ڪندو رهيو جڏهن تہ ڪلينر ويگن جي در تي زور زور سان هٿ هڻي واڪا ڪندو رهيو تہ روڪ، استاد روڪ! ڇڻ تہ جيڪڏهن ڪلينر رڙيون نہ ڪري تہ جيڪر ڊرائيور ويگن ڪاهيو هليو وڃي. جيتوڻيڪ

گذريل پنجويهن منٽن کان مسافر ويگن ۾ سوار هئا ۽ ڪلينر جي روڪ استاد روڪ لڳي پئي هئي. آخر خدا خدا ڪري ڪلينر تي مسافر بيا ويگن ۾ ويهاريا ۽ سيني ماڻهن لاءِ سوڙهه ڪري ڇڏيائين پوءِ وچي ڪيس آرام پهتو جنهن بعد هن دروازي ۽ سيٽ جي وچ واري وٿيءَ ۾ پاڻ کي ڦاسائي. ويگن جو در ڇڪي بند ڪيو ۽ مٿي تي ويڙهيل مفلر لاهي جهولي ۾ رکندي ڊرائيور کي چيو "استاد هليو هل هاڻي." ڪلينر جي چهري تي هاڻ اطمينان نظر آيو ۽ هن ڪابي ڪن ۾ اٽڪايل بيڙي ڪڍي اُن کي دکايو. حسين کي اهو سڀ ڪجهه ڏاڍو دلچسپ پئي لڳو. ڪيترا مسافر ان سڄي طريقي تي ڪاوڙيا پر حسين ان کي هڪ مشاهدي جي نظر سان پئي ڏٺو ڪيس لڳي پيو ته جڏهن هو ملڪ ۾ انقلاب آڻيندا ته پوءِ سموريون شيون تبديل ٿينديون ۽ ان مان هڪ نئين قوم جنم وٺندي جنهن جا رويا, طريقا ۽ سوچ جا انداز سڀ مختلف ۽ بهتر هوندا.

ويگن شهر مان نڪري پنهنجي منزل ڏانهن روان دوان هئي. دريءَ مان ڪيس ٻنهي پاسن کان اونچا اونچا وڻ ۽ نظر ڪتڻ تائين سر سبز ٻنيون پئي نظر آيون. سج به مٿي چڙهي آيو هو جنهن سبب گرميءَ جو احساس پڻ ٿئي پيو. پر دريءَ مان ايندڙ تيز هوا حُسين کي فرحت پئي ڏئي ۽ سندس وڏا وار تيز هوا ۾ سندس چهري تي وکرجي ويا هئا. خبر ناهي ڇو اها ساعت ڪيس ڏاڍي رومانوي پئي لڳي. ۽ ڪيس اوچتو ان غزل جا لفظ ذهن تي تري آيا جيڪو هو رات ٻڌندي ٻڌندي سمهي پيو هو.

"کٹھن ہے راہ گذر، تھوڑے دور ساتھ چلو
بہت کڑا ہے سفر تھوڑے دور ساتھ چلو
تمام عمر کہاں کوئی ساتھ دیتا ہے،
میں جانتا ہوں مگر، تھوڑے دور ساتھ چلو."

شهر جي ٻاهران شاخ جي پرسان ننيڙي باغ ۽ گهاٽن ساون وڻن جي وچ ۾ جهانزيب جي اوطاق هئي. جتي حُسين کي پهچڻو هو. هو ويگن مان لهڻ کان پوءِ دز ۽ مٽيءَ سان سٽيل رستا ۽ گهٽيون لتاڙيندو اچي جهانزيب جي اوطاق تي پهتو ۽ اتي ويٺل همراهن کان جهانزيب

جو پڇيائين. اوطاق تي موجود همراهن حُسين کي ڪيڪاريو، ڪيس ويهاريو ۽ هڪڙي ٻار کي جهانزيب جي گهر موڪليائون ته ڪيس وڃي ٻڌائي ته سندس مهمان آيو آ. حسين اوطاق جي ٻاهران شاخ جي پڙ ۾ ڪرسي تي ٽي وينو ته ڪيس شهر جي وڻ وڻان ۽ گاڏين ۽ رڪشائن جي شور ۽ گهمسان کان ٻاهر نڪري سڪون جو احساس ٿيو. هو شاخ ۾ وهندڙ ميٺاٽي پاڻيءَ کي ڏسي رهيو هو ۽ سندس ذهن ڪجهه ساعتن لاءِ ٻيو سڀ وساري صرف ان اونهي سڪون جو مزو وٺي رهيو هو جيڪو هن خوبصورت منظر سبب ڪيس ملي رهيو هو. حسين کي ويٺي اجان ڏهه پندرهن منٽ مس گذريا هوندا ته ڪيس پري کان جهانزيب جو خوشيءَ ۾ ٽهڪندڙ چهرو نظر آيو. حسين ۽ جهانزيب ڏاڍا سنا دوست آهن. پارٽيءَ جا لڳ ڀڳ هڪ جهڙا سنا ڪارڪن آهن ۽ سندن وچ ۾ دوستي ٻارن جي هڪ گڏجاڻيءَ کان شروع ٿي هئي.

جهانزيب اچي حسين سان ڀاڪر پائي مليو ۽ پوءِ جڏهن ٻنهي گرمجوشيءَ سان هٿ ملايو ته حسين کي جهانزيب جي گرفت ڏاڍي پرخلوص ۽ مضبوط لڳي. جهانزيب ڪيترا ڀيرا حسين کي سندس ڳوٺ اچڻ لاءِ دعوت ڏني هئي پر هو اچي نه سگهيو هو. اج حسين جي اچڻ تي جهانزيب کي حيرت به هئي ته خوشي به. ”ڪر خبر حسين اوچتو ڪيئن اچڻ ٿيو؟ اطلاع به نه ڪيو اٿئي، پر هاڻ آيو آهين ته منجهند جي ماني کائي وڃجان.“ جهانزيب ڏاڍي ٻاٻوهه مان سڀ ڪجهه هڪ ساهي چئي ويو.

”يار ڪجهه سنگت جو ڪم آ، ان سلسلي ۾ آيو آهيان. تو وٽ ڪجهه دير ويهندس، چانهه پيئنداسون پر مانيءَ جي تڪليف نه ڪر، وري موٽي وڃڻو آهي.“ حسين چيو.

”چانهه به پيئون ٿا ۽ سنگت جو ڪم به ڪيون ٿا پر آرام ڪر. ماني کائي پوءِ وڃ.“

”نه جهانزيب اصل ۾ هتي هڪڙو ساٿي رهندو آ ڪريم. آءٌ ان کي وٺڻ آيو آهيان. سنگت فيصلو ڪيو آ ته ڪيس جمهوري تحريڪ ۾ اڄ گرفتاري ڏيڻي آ. سو آءٌ ڪيس وٺي واپس ورندس ۽ شام جو پنجين وڳي ڪيس گرفتاري ڏيڻي آ.“

جهانزيب کي هاڻ معاملي جي سمجهه آئي، "ٺيڪ آ، آءُ ننڍي ڀاءُ جي هٿان چانهن ٿو موڪليان ۽ پاڻ وڃي ڪريم کي وٺي ٿو اچان."

"ٺيڪ آ." حسين ورائيو. حسين جهانزيب کي ويندي ڏسي مسڪرائڻ لڳو. سندس پرسان اتان جو هڪ ٻيو ساٿي وينو هو. ٻنهي عليڪ سليڪ کان پوءِ حالتن بابت ڳالهائڻ شروع ڪيو تہ ٿوري دير ۾ ئي جهانزيب جو ننڍڙو ڀاءُ چانهن جو ڪوپ کڻي ايندو نظر آيو. سندس ڪوپ کڻي اچڻ هڪ معجزي کان گهٽ نہ هو. ٻنهي هٿن ۾ ساسر پڪڙي، ڪوپ کي کڙڪائيندو، کڙڪائيندو چانهه ڇلڪائيندو ۽ سڄي وات ڪوپ ۾ نظر وجهيو ڇڻ تہ سرڪس جي رسيءَ تي هلندي هلندي جهانزيب جو ڀاءُ حسين تائين پهتو هو.

"ادا چانهه پئو"، ننڍڙي ڏاڍي عزت سان چانهه جو ڪوپ حسين ڏانهن وڌائيندي چيو. حسين مشڪندي کانئس چانهه جو ڪوپ وٺي ڪيس مصيبت مان آجو ڪيو ۽ پيار سان سندس مٿي تي هٿ رکيائين . هو خوشيءَ مان ٽينگ ڏيندو ڊوڙندو نظرن کان غائب ٿي ويو. حسين چانهه جي ڪوپ مان سرڪ ڀري، وري اوطاق تي وينل همراهن سان ڳالهين جو سلسلو شروع ڪيو. هو وينلن مان گهڻن کي نہ سڃاڻيندو هو. ان ڪري ساڻن حال احوال بہ ڏاڍي احتياط سان پئي ڪيائين. حسين کين پنهنجي اچڻ جو سبب بہ نہ ٻڌايو. پر مجموعي سياسي صورتحال تي هو انهن سان هڪ عام ماڻهوءَ جي حيثيت سان ڪچهري ڪندو رهيو.

لڳ ڀڳ منٽي ڪلاڪ کان پوءِ جهانزيب ۽ ڪريم بہ پنهنجي ٽيلهي سان گڏ اچي اوطاق تي پهتا. حسين وڏي وڃي ڪريم سان هٿ ملايو ۽ هوريان سان ٻنهي کي چيائين تہ هو اوطاق تي وينل همراهن جي سامهون گرفتاري متعلق حال احوال نہ ڪن.

جهانزيب ۽ ڪريم ڳالهه کي سمجهيو ۽ اچي سڀ وري ڪرسين ۾ کٽن تي ويٺا.

حسين اڌ ڪلاڪ ڪن ويهڻ کان پوءِ جهانزبب ۽ ٻين کان موڪلايو جنهن بعد ڪريم ۽ هو بس اسٽاپ ڏانهن روانا ٿيا جتان کين ضلعي جي وڏي شهر واپس اچڻ لاءِ بس ملڻي هئي.

ڊاڪٽر احمد، حسين کي سمجهايو هو تہ ڪريم کي هوٽل تي ماني کارائي، پوءِ شام جو پنجين وڳي ڪيس شهر جي چوڪ وٽ ان هنڌ وٺي اچي جتان ڪيس گرفتاري ڏيڻي آهي. ان ماڳ تي ڪيس گرفتاري ڏيڻ وارا هڪ يا ٻہ ٻيا ساٿي بہ ملندا ۽ پوءِ سڀ گڏجي، گلن جا هار پائي، فوجي حڪومت جي خلاف ۽ جمهوريت جي حق ۾ نعرا هڻندا، جلوس جي شڪل ۾ سول نافرماني جي تحريڪ جي تحت گرفتاري پيش ڪندا.

حسين سڄي صورتحال ڪريم کي سمجهائي ۽ ڪيس اهو بہ ٻڌايو تہ گرفتاري کان بعد ڪيس سندس روزاني استعمال جو سامان ۽ سندس ٿيلهو پهچايو ويندو.

ٻئي ڳالهيون ڪندا ۽ تڪڙيون تڪڙيون وکون کڻندا اچي بس اسٽاپ تي پهتا، ۽ شهر ڏانهن ويندڙ بس ۾ سوار ٿيا. ڪريم جي چهري تي پريشانيءَ جا آثار هئا. هو جيتوڻيڪ گرفتاري پيش ڪرڻ لاءِ رضامند هوءِ پارٽيءَ کي ڪيترا دفعا چيو هئائين تہ گرفتاريءَ لاءِ تيار آ، پر هاڻ جڏهن وقت اچي پڳو هو تہ ڪيس اڻ ڏٺل آئيندي بابت اَنومانُ جاڳي پيا هئا. ڪريم پنهنجي گرفتاريءَ جو پنهنجي گهر وارن کي بہ نہ ٻڌايو هو سو ڪيس اها اڻ تڻ بہ هئي تہ جڏهن سندس گهر وارن کي معلوم ٿيندو تہ هو ڪيترو نہ پريشان ٿيندا. حسين سندس ذهن تہ پڙهي نہ پئي سگهيو پر سندس چهري جي تاثر مان اهو سمجهي ٿي سگهيو تہ هو دليون پيو هٽي. ”ڪريم ڇا پيو سوچين؟“ حسين کانئس پڇيو.

”ڪجهہ بہ نہ“ ڪريم وراڻيو.

”ٻڌ ساٿي، جيڪڏهن ڪو مسئلو آهي يا گرفتاري نٿو ڏيڻ چاهين تہ هاڻي ٻڌاءِ“

”نہ نہ اهڙي ڳالهہ ڪونهي مان گرفتاري ڏيندس. پر صورتحال خبر ناهي ڇا ٿئي. ان بابت تہ انسان سوچيندو آ نہ؟“ ڪريم چيو.

حسين سندس ڳالهہ ٻڌي ٿوري دير لاءِ سندس اکين ۾ ڏسندو رهيو پوءِ ڪنڌ ورائي بس جي دريءَ مان ٻاهر پري پري تائين سرسبز ٻنين ڏانهن ڏسڻ لڳو. سندس ذهن ۾ ڪيئي خيال گردش ڪري رهيا هئا.

هن گذريل ڏينهن جي ساٿين جي ميٽنگ بابت سوچيو جنهن ۾ هن پاڻ بہ پئي اڄ ڏنل مستقبل بابت سوچيو ۽ ڪيس پنهنجي گهر وارن جي پريشانين جون سوچون پئي آيون.

هن کي پنهنجي ننڍپڻ جا خيال پڻ آيا جڏهن هو ائن سالن جو هو ۽ ڪيس سندس نانو چوندو هو تہ "بابا جلدي وڏو ٿي ۽ پنهنجي ماءُ کي ڪمائي کاراءِ، تون ئي تہ گهر جو وڏو آهين." ڪيس سندس ماءُ جا راتين جو لڪي لڪي ڳوڙها وهائڻ پڻ ياد آيا جيڪي هوءَ سندس ڳُٽنيءَ ۾ وهائيندي هئي. حسين جي ماءُ کي سدائين اهو ڪنڪو هوندو هو تہ هو گرفتار ٿي ويندو يا ڪيس ڪا گولي لڳي ويندي. حسين سدائين پنهنجي ماءُ کي چوندو هو تہ "امان مون کي ڪجهہ بہ نہ ٿيندو." ۽ پوءِ کلندو کلندو گهر کان نڪري ويندو هو. پر ڪيس خبر هئي تہ سندس ماءُ هر وقت الڪي ۾ هوندي هئي ۽ جيستائين هو رات جو گهر واپس نہ ورندو هو تيستائين ويٺي سندس انتظار ڪندي هئي.

هڪ پل لاءِ حسين جي ذهن ۾ ياسمين جو خيال آيو. سندس سڳنڌ بس جي دريءَ مان ايندڙ تازي هوا مان ڪيس پنهنجن حواسن ۾ محسوس ٿيو ۽ ڇهري تي لڳندڙ هوا ۾ ڪيس محسوس ٿيو تہ ياسمين جا وار سندس ڇهري تي ناچ ڪري رهيا آهن. گذريل رات ياسمين کي پاڻ وٽ نہ رهائڻ تي حسين کي ندامت جو احساس بہ ٿي رهيو هو. "ويچاريءَ جو دل ٽٽي پيو هوندو. ڪيس ڪيڏو ڏک ٿيو هوندو؟" حسين کي خيال آيو. پر پوءِ هن پنهنجي ئي خيال جي نفي ڪئي، "پلا آخر آءُ ڇا ڪريان ها؟ ڪيئن ممڪن هو تہ ڪيس پاڻ وٽ ترسايان ها؟" هن پاڻ کان ئي سوال ڪيو "نہ مون بلڪل ٺيڪ ڪيو."

حسين کي اوچتو ان شهر جو خيال آيو جتي ڪالهہ فوج جلوس تي فائرنگ ڪري ڪيترا ماڻهو شهيد ۽ ڦٽي ڪري وڌا هئا. ان خيال سان حسين پنهنجي رت جي وهڪري ۾ تيزي محسوس ڪئي. سندس ڇهري جي تاثرن ۾ سختي پيدا ٿي وئي. "هي وقت جدوجهد جو آ. پنهنجي قوم ۽ ماڻهن سان ڪلهو ڪلهي ۾ هلائي ملڻ جو آ. پيار محبت جهڙيون شيون اجايون آهن." حسين جڻ پاڻ کي ڪو نڪتو مڃائڻ لاءِ خود ڪلامي ڪئي.

”ڀائو حسين مون سان گڏ ٻيو ڪير گرفتاري ڏيندو؟“ اوچتو ڪريم ڪانئس سوال ڪيو.
”ڀائو ڪريم في الحال مون کي خبر ڪونهي پر شهر هلي خبر پوندي“ حسين جواب ڏنو ”منهنجو خيال آ ته ٻيو همراهه جمهوري اتحاد جي ڪنهن ٻئي جماعت جو هوندو.“
”ڀلا جيل ۾ اسان جي سار سنڀال ته لهندؤ نه؟“ ڪريم پڇيو.
حسين مشڪي سندس هٿ تي هٿ رکيو ڇڻ ته ڪيس سار سنڀال جي پڪ ڏياري پر زبان سان ڪجهه نه ڪڇيو.
حسين ۽ ڪريم جڏهن شهر پهتا ته ان وقت منجهند جا ٽي ٽيڻ وارا هئا. گرفتاريءَ جو وقت پنج وڳا هو ۽ ٻنهي کي بک به ڏاڍي لڳي هئي. حسين، ڪريم کي وٺي اچي هڪڙي هوٽل تي ويهاريو. منجهند جي سخت گرميءَ سبب روڊن ۽ رستن تي ماڻهو تورڙي سواريون ايڪڙ ٻيڪڙ هيون ۽ هوٽل تي به صرف ڪي ٻه چار ماڻهو ويٺا هئا. حسين ۽ ڪريم اُتي ماني کاڌي، حسين کي شام جي گرفتاريءَ جي اڻ تڻ هئي ۽ کيس ساٿين سان ڳجهي جاءِ تي ملي کين اطلاع پڻ ڏيڻو هو ته هو ڪريم کي وٺي آيو آهي. هن ڪريم کي چيو ته هو ويهي انتظار ڪري هوٽل تي ٽيسٽائين هو واپس ٿو اچي. حسين هوٽل مان نڪري تڪڙيون تڪڙيون وکون کڻندو ساٿين واري جاءِ ڏانهن روانو ٿي ويو. جڏهن هو ڳجهي جاءِ تي پهتو ته اتي ڊاڪٽر احمد ۽ ڪجهه ٻيا ساٿي موجود هئا. هن کين ٻڌايو ته ڪريم هوٽل تي ويٺو آهي. کيس سڀ ڪجهه سمجهائي ڇڏيو آهي ۽ گرفتاري کان ڪجهه وقت پهرين ذميوار ساٿي ساڻس ملي کيس ساڻ ڪري پوءِ گرفتاريءَ واري هنڌ وٺي اچن. حسين جو ڪم هاڻ پورو ٿيو هيو ۽ وڏيڪ ذميواري ٻين ساٿين جي هئي. کيس هاڻ شام جو پنجين وڳي کان اول گرفتاريءَ واري هنڌ تي پهچي جلوس ۾ شامل ٿيڻو هو. جتان پوءِ گرفتاري ڏيڻ وارا ساٿي ڳچيءَ ۾ گلن جا هار پائي فوجي حڪومت خلاف نعرا هڻندي گرفتاري پيش ڪندا. حسين پنهنجي کيسي مان واچ ڪڍي ڏٺي اجا گرفتاري جي وقت ۾ ڪلاڪ هو. هو تڪڙو تڪڙو پنهنجي گهر ڏانهن روانو ٿي ويو.



سمونڊ سنڌيءَ جي اوطاق تي ٿيل گڏجاڻيءَ مان سڪندر ان ڳالهه سان متفق ٿي نڪري ته آيو هو ته هو ويجي جمهوري تحريڪ وارن جا پوسٽر، بينر ۽ جهنڊا شهر جي مختلف هنڌن تان لاهيندو پر ڪيس اها ڳالهه مناسب نه پئي لڳي. هو مونجهاري جو شڪار هو. هن کي ان ڳالهه تي ته يقين هو ته ملڪ جو تڻ قوم جي مفاد ۾ آهي ۽ غلاميءَ مان ڇوٽڪاري جو واحد ذريعو قومپرست انقلاب ئي آهي، پر سڪندر ان ڳالهه سان سهمت نه پئي ٿي سگهيو ته سنڌين جي جمهوري تحريڪ کي روڪڻ جي ڪوشش ڪجي، يا ان خلاف ڪوششون ڪجن ۽ ان تحريڪ هلائيندڙن کي تشدد جي وسيلي روڪجي.

سڪندر انهي ٻڌتر ۾ شهر جي مختلف رستن تي هلندو رهيو.

ڪيس اهو پڻ خيال آيو ته هو هڪ جماعت جو ڪارڪن آهي ۽ هن لاءِ تنظيم جي فيصلن جي پابندي ڪرڻ لازم آهي. "پر ڇا اسان تي هر فيصلي جي پابندي ڪرڻ فرض آ. جيتوڻيڪ اهو فيصلو غلط به محسوس ٿيندو هجي؟" سڪندر سوچيو "پر شايد اهو غلط نه هجي ۽ صرف منهنجي ننيڙڙي جذباتي ذهن کي غلط لڳندو هجي، پر اصل ۾ قوم جي مفاد ۾ ئي هجي. نه ائين ناهي، منهنجو ذهن ننيڙڙو سهي، پر هي جي لکين ماڻهو سڄيءَ سنڌ ۾ رستن تي آهن. پنهنجون جانيون پيا ڏين اهي سڀ غلط ته نه ٿا ٿي سگهن؟ جمهوريت جي تحريڪ ڀلا غلط ڪيئن ٿي ٿي سگهي؟ ملڪ ڪو ٽڪڙو ته تڻ وارو آهي ڪو نه. پوءِ ڇو ڀلا ان وقت تائين آمريت کي برداشت ڪجي." سڪندر جو ذهن خيالن جو ميدانِ جنگ ٿي چڪو هو. هن کي خيال آيو ته سندس جماعت ۽ جمهوري تحريڪ جي سڀ کان وڏي جماعت، جيڪا ملڪ جي سڀ کان وڌيڪ مقبول سياسي جماعت به آهي، هڪ ٻئي جي سخت خلاف آهن ۽ ٻنهي جماعتن جا اڳواڻ هڪ ٻئي مٿان سخت چوهه ڇنڊبيندا رهندا آهن.

"ڀلا اسان جو جمهوري تحريڪ ۾ شامل نه هجڻ جو سبب اهو ته

ڪونهي تہ وڏي جمهوري تحريڪ جو فوجي حڪومت هٽان ڦاسي چاڙهيل محبوب اڳواڻ ۽ اسان جو قوم پرست اڳواڻ هڪ ٻئي جي سخت خلاف هئا. ۽ هاڻ ملڪ جي انهي سڀ کان وڏيڪ محبوب اڳواڻ جي ڌيءَ سان بہ اسان جي رهنما جي نہ ٺهي لڳي؟" سڪندر جو ذهن اڃان بہ وڌيڪ پيچيده ۽ ڏکين سوالن ۾ منجهي پيو هو. هو اهو سڀ سوچيندو اچي شهر جي مکيہ روڊ تي پهتو هو جتي ڪيس جمهوري تحريڪ جو هڪ وڏو پوسٽر لڳل نظر آيو. هن کي خيال آيو تہ پنهنجي ذميواري مطابق ان پوسٽر کي ڦاڙي ڇڏي. پوسٽر تي لکيل هو تہ جمهوري تحريڪ ملڪ کي بچائڻ لاءِ آهي. جمهوريت ۽ بنيادي انساني حقن لاءِ آهي ۽ اها دهشتگرد ۽ ڀڃ ڊاهي تحريڪ نہ آهي جيئن فوجي حڪمران ڪيس سڏي رهيا آهن. سڪندر کي ملڪ بچائڻ وارا جملا پڙهي ڏاڍي ڪاوڙ آئي. ڪيس محسوس ٿيو تہ سمونڊ سنڌيءَ شايد صحيح پئي چيو تہ اها پنجاب جي اشاري تي پئي هلي. هن وڏي پوسٽر کي ڦاڙي ڇڏڻ پئي چاهيو پر ڪيس ڪنهن خيال اهو ڪرڻ کان روڪيو. هن کي اهو پڻ ياد آيو تہ ڪيس سندس هڪ ڪامريڊ دوست محمد جميل ٻڌايو هو تہ سنڌ ۾ ڪيترن شهرن ۽ ڳوٺن ۾ سندن جماعت جا ڪارڪن ۽ حمايتي مرڪزي اڳواڻن جي خواهشن جي برخلاف جمهوري تحريڪ ۾ حصو وٺي رهيا آهن. ۽ جلسن جلوسن ۾ شامل ٿا ٿين.

سڪندر کي اوچتو خيال آيو تہ ڪنهن فيصلي تي پهچڻ کان پهرين هو بہ وڌيڪ مطالعو ۽ مشاهدو ڪندو. هن لڳل پوسٽر تي پڙهيو تہ اڄ پنجين وڳي شهر جي مکيہ چوڪ تي جمهوري ڪارڪن گرفتاري ڏيندا ۽ جلوس ۾ شرڪت جي عام ماڻهن کي اپيل ڪئي وئي هئي.

سڪندر جا قدم ڪنهن اڻ ڄاتل ڇڪ سبب شهر جي مکيہ چوڪ ڏانهن روانا ٿي ويا.



ياسمين جڏهن ثريا جي گهر جو دروازو آهستگيءَ سان کڙڪايو ته سندس دل ان وقت زور زور سان ڌڙڪي رهي هئي. رات ڪافي گذري چڪي هئي ۽ گهٽيءَ ۾ مڪمل سانت هئي. رات جو پهريون پهر ذري گهٽ پورو اچي ٿيو هو ۽ گهٽيءَ ۾ بجليءَ جي ٿنڀي تي لڳل بلب جي ميرانجهڙي هلڪي روشنيءَ ۾ کيس رڳو هڪ رولاڪ ڪتو نالي جي پرسان وينل نظر آيو.

سندس ذهن ۾ ڏک ۽ پشيمانيءَ جا گڏيل جذبا اڀري رهيا هئا. کيس ڏک ان ڳالهه جو هو جو کيس حسين مان ان روئي جي اميد نه هئي. کيس حسين تي ڪاوڙ به اچي رهي هئي. هوءَ سوچي پئي ته جيڪڏهن منجهس ايتري جرئت نه هئي ته پوءِ ڇو هن کيس ايڏي ويجهڙائي جو احساس ڏياريو هو. کيس خيال آيو ته جيڪڏهن هو ساڻس پيار نه به ڪري ها ته به ان ۾ ڪهڙي اربع خطا هئي ته هوءَ سندس گهر ۾ رهي پوي ها! انهن خيالن سان گڏ ياسمين کي ان ڳالهه جي پشيماني به هئي ته آخر هن اهڙو قدم کنيو ئي ڇو؟

ڇو هن بغير سوچڻ سمجهڻ جي وڃي حسين سان اهو سڄو دل جو حال اوريو جنهن سبب هاڻ کيس دلي تڪليف پهتي آ؟"

"ڪير آ؟" اوچتو ياسمين کي گهر اندران ثريا جي ماءُ جو آواز آيو. ياسمين ۽ ثريا ڪيتري وقت کان سنگتياڻيون هيون سو ثريا جي ماءُ کيس چڱيءَ ريت سڃاڻي پئي.

"ماسي مان آهيان- ياسمين، ثريا آهي گهر ۾؟" ياسمين آهستگيءَ سان جواب ڏنو.

"بابا، ياسمين، تون آهين، خير ته آهي؟" ثريا جي ماءُ جملو پورو ڪندي دروازو کوليو ۽ ياسمين گهر ۾ داخل ٿي وئي. "ها ماسي خير آ، ڪجهه ڪتاب وٺڻا هئا ثريا کان جيڪي سياڻي هڪڙي گڏجاڻيءَ ۾ کڻي ويڻا آهن، ان ڪري هن وقت آئي آهيان." ياسمين کيس بهانو بڻائيندي جواب ڏنو.

ثريا جي ماءُ کي سندس ههڙي وقت تي اچڻ وڻيو ته ڪو نه پر هن

ڪٺي ماٺ ڪئي ۽ ياسمين تڪڙيون تڪڙيون وکون کڻندي ثريا جي ڪمري ۾ هلي وئي. ثريا ان وقت پنهنجي بستري تي ليٽي ڪو ڪتاب پڙهي رهي هئي. سندس ڪمرو ننڍڙو ۽ ڪافي بي ترتيب هو. ڪمري ۾ هڪڙي ننڍڙي ٽيبل ۽ هڪڙي ڪاٺيءَ جي ننڍڙي ڪرسي پيل هئي. ان ڪانسواءِ هڪ ڪپڙن جي الماري ۽ ڪتابن جي هڪ ننڍڙي دري پڻ هئي. پر هر شيءِ بي ترتيب هئي. ٽيبل تي ڪتاب وکريل هئا. جڏهن تہ ڪپڙن جي الماڙي جو در کليل هو ۽ ڪيترا ڪپڙا ڏاڍي اڻنگي انداز ۾ ان ۾ سٽيل هئا.

ڪمري جي هڪ پاسي ۾ ثريا جي کٽ ۽ بسترو هو ۽ ان ئي پاسي جي ڀت تي هڪ بلب لڳل هو. ڪمري جي ڀتين جو پلستر ڪيترن هنڌن تان سم ۽ ڪلر سبب ڇڻي ويو هو ۽ مٽيءَ ۽ پلستر جا ڪي ذرڙا ڪمري ۾ بستري ۽ ٽيبل ڪان وٺي هر هنڌ نظر اچي رهيا هيا.

ثريا هيٺين وچين طبقي جي خاندان سان تعلق رکندي هئي ۽ هاري مزدور انقلاب ۾ انتهائي پختگي سان يقين هوس ۽ هوءَ ننڍي قد ۽ سنهڙي جسم جي معمولي شڪل صورت جي ڇوڪري هئي پر سندس انقلابي تعليم ڪيس ڪڏهن بہ احساس ڪمتريءَ جو شڪار ٿيڻ نہ ڏنو هو.

”ياسمين، تون هن مهل..... خير تہ آهي؟“ ياسمين جي ڪمري ۾ داخل ٿيڻ تي ثريا حيران ٿيندي پڇيس.

”ها، خير آ، پريشان نہ ٿي. ويهان تہ حال احوال ڏيانءِ ٿي.“ ياسمين اهو چوندي پنهنجو ٿيلهو لاهي ٽيبل تي رکيو ۽ سينڊل لاهي بستري تي چڙهي ويهي رهي. ”بڌ ثريا وچي چانهہ جو پاڻي رکي اچ تہ ڪچهري ڪيون.“ ياسمين جي چوڻ تي ثريا رڌڻي ۾ هلي وئي ۽ چانهہ جو پاڻي رکي تڪڙي موٽي آئي. ”ها هاڻ ڪر خبر چار.“

”ثريا توکي آءُ ڪي ڳالهيون ٻڌايان ٿي پر ان شرط تي تہ اهي مري بہ وينديءَ تہ ڪنهن سان نہ ڪنديءَ“ ياسمين ثريا جو هٿ پنهنجي هٿ ۾ وٺندي ڪيس چيو.

”چري پاڻ دوست آهيون. تون مون تي مڪمل اعتماد ڪري سگهين ٿي. جيڪي تنهنجا راز هوندا اهي راز ئي رهندا ۽ آءُ سوچي بہ

نہ ٿي سگھان تہ اھي ڪنھن سان ونديان.“ ثريا ياسمين جي اکين ۾ ڏسندي ڪيس پيار ڀرين نظرن سان پڪ ڏياري.
”آءُ حسين جي گھر وئي ھيس اڄ شام ۽ رات وٽس رھڻ پئي چاھيم.“ ياسمين ثريا جي چھري تان نظر ھٽائڻ بنا چئي ڏنو.
”ڇا! تون حسين وٽ رات رھڻ پئي چاھين!“
ثريا ذري گھٽ رڙ ڪندي پڇيو ”تون چري تہ نہ آھين. اسان جي معاشري ۾ ائين ٿيندو آ ڇا؟ توکي خبر آ اھو ڪيڏو نہ وڏو گناھہ تصور ڪيو ويندو آ اسان جي سماج ۾. ھڪڙو منٽ ويھہ. آءُ چانھہ کڻي اچان پوءِ ٿي تنھنجي ڳالھہ ٻڌان. اھا تہ ڏاڍي دلچسپ ڪھاڻي آ.“ اھو چوندي ثريا وري رڌڻي ڏانھن رواني ٿي وئي.
ياسمين، ثريا کي ايترو حيران ٿيندي ڏسي دل ئي دل ۾ خوش ٿي رھي ھئي، ڪيس محسوس ٿي رھيو ھو تہ ھن ڪيڏو نہ غير معمولي ڪم ڪرڻ پئي چاھيو جنھن جي رڳو تصور سان ئي گھڻين ڇوڪرين جون وايون بتال ٿيو وڃن. ياسمين پنھنجي ھمٿ ۽ آزادي پسند رويي تي اجان خوش ئي ٿئي پئي جو ثريا چانھہ جا ٻہ ڪوپ کڻي واپس اچي وئي، ”ھاڻ ٻڌاءِ تو ڇا پئي چيو؟“ ثريا چانھہ جا ڪوپ ٽيبل تي رکندي چيو.
”مون اھو پئي چيو تہ آءُ حسين سان محبت ٿي ڪيان. سندس ذھني ۽ جسماني قربت ٿي چاھيان ۽ ان ڪري اڄ آءُ سندس گھر ويس ۽ ڪيس چيم تہ رات آءُ تو وٽ رھڻ آئي آھيان. پر ھو ان لاءِ تيار نہ ھو ۽ مون کي پاڻ وٽ رھائڻ جي بجاءِ ھتي تو وٽ ڇڏي ويو آھي. آءُ چونديس ھو تمام خراب ۽ ڪمينو آ جو منھنجن جذبن جو خيال نہ ڪيائين.“
”تنھنجي جذبن جو خيال نہ ڪيائين؟ تون بي وقوف تہ ڪو نہ آھين؟ ھو ڪمينو نہ بلڪ ھڪ چڱو انسان ۽ سٺو دوست آ جو توکي ھت ڇڏي ويو آ. خبر اٿئي تنھنجي ان قدم جو نتيجو ڇا ٿي پئي سگھيو؟“ ثريا حيران ۽ پريشان ٿيندي پڇيو.
”مون کي نتيجي جي پرواھہ ڪو نہ ھئي ۽ نہ ئي آھي. آءُ صرف اھو ٿي ڄاڻان تہ جيڪڏھن توھان ڪنھن سان محبت ڪيو تہ پوءِ

ڪيس حاصل بہ ڪيو ۽ سندس قربت جو لازوال سرور بہ ماڻيو.“
”نيڪ آ نيڪ آ فلاسفر پر ان جون بہ ڪي حدون آهن. پر اسان جي سماج ۾ قربت جي سرور ڪان پهرين توکي قبر جو مزو بہ ملي سگهي ٿو.“
”محبت جي قربت جي سرور ڪان پوءِ جي ڪٽي قبر جو مزو بہ ملي تہ ڪنهن ڪافر کي ان جي پرواهہ ؟“ ياسمين هڪ عجيب بي پرواهہ انداز سان جواب ڏنو. جنهن تي ثريا سندس چهرو ئي تڪيندي رهجي وئي ۽ ياسمين ثريا کي اهڙين واٽڙپ واري نظرن سان ڏٺو تہ زور زور سان کلڻ لڳي. ”اڙي آهستي کل نہ تہ امان اچي پادر هڻنديءَ“ ثريا، ياسمين کي سرہاڻن ۾ تنبيهہ ڪندي چيو.
ياسمين تڪڙ ۾ پنهنجا ٻئي هٿ وات تي رکي پنهنجي کل کي دٻائڻ جي ڪوشش ڪئي پر سندس اکين ۾ عجيب شوخي هئي.
”ٻڌ ياسمين آءٌ تنهنجي ڳالهہ سمجهان ٿي، ۽ شايد اهو چاهيندي بہ هجان پر چري اسان جي سماج ۾ توکي خبر آ. ڇوڪرين تي ڪيتريون ذميواريون ۽ پابنديون آهن؟ ايستائين جو پوري خاندان جي عزت بچائي رکڻ جي ذميواري بہ ڇوڪرين تي آهي.“ ثريا سنجيده ٿيندي چيو. ”اهو ڏاڍو سٺو ٿيو جو حسين تنهنجي بي وقوفي جي موٽ بي وقوفي سان نہ ڏني، نہ تہ خبر ناهي ڪهڙا مسئلا پيدا ٿي پون ها.“
ياسمين کي هاڻ صورتحال جي نزاڪت جو ڪجهہ ڪجهہ احساس ٿئي پيو پر پوءِ بہ هن کي ان ڳالهہ تي چڙ قائم هئي تہ عورتن کي مردن جي ٺاهيل سمورن قانونن ۽ رسمن کي چپ چاپ برداشت ڪندو نہ رهڻ گهرجي، خاص طور تي اهڙين عورتن کي جيڪي هن معاشري کي گندو ۽ غير منصفاڻو سمجهن ٿيون ۽ ان کي تبديل ڪرڻ لاءِ جدوجهد ۾ رڌل آهن.
”ٻڌ ياسمين گهڻي دير ٿي وئي آ هاڻ سمهڻ گهرجي، صبح جو وري ڪيترا ڪم ڪرڻا آهن.“ ثريا پنهنجو جملو پورو ڪرڻ ڪان اول ئي ڪٽ جي پرسان لڳل بٽڻ مٿي ڪري، بلب وسائي ڇڏيو.
گهپ اونداهين ڪمري مان سندن ڳالهائڻ جو هلڪو هلڪو آواز ڪجهہ دير اڃان بہ وڌيڪ جاري رهيو.



دروازي جي کڙڪي تي حسين جي ماءُ دروازو کوليو تہ حسين اندر داخل ٿيو. سندس چهري تي هميشہ جيان مرڪ هئي. پر پنهنجي ماءُ جو چهرو اداس ۽ اکيون ڳاڙهيون ڏسي سندس چهري تان مرڪ اڏامي وئي.

"چو امان تنهنجون اکيون ڳاڙهيون ٿيون لڳن. طبيعت تہ ٺيڪ آ تنهنجي؟" حسين پنهنجي ماءُ جي اکين ۾ نهاريندي پڇيو.

"ها۔ ٺيڪ آهيان،" سندس ماءُ منهن ڦيريندي رڪائي سان جواب ڏنو.

"پوءِ تنهنجو منهن چو لٿل آ، ڪا پريشاني آ؟"

" نہ پريشاني ڪونهي. تون صبح کان ڪاڏي ويو هئين"

"مان پير واري شهر ويو هوس، دوستن سان ملڻو هو." حسين جواب ڏنو.

"يلا تنهنجا اهي ڪم ڪڏهن ختم ٿيندا يا نہ؟ توکي خبر آ زمانو ڪيڏو خراب آ، اجان ڪالهہ ئي فوجين فائرنگ ڪري ڪيترا ماڻهو ماري ڇڏيا آهن. روز گرفتاريون پيون ٿين. تون چو ٿو ڪنهن مصيبت ۾ پوڻ چاهين؟ اسان جو ڇا ٿيندو ابا؟ توکي خبر آ مان تنهنجي ڪري ڪيڏي پريشان ٿي رهان. ڇڏي ڏي اهي پنهنجون سرگرميون." حسين جي ماءُ ڏک وچان ڪيس چيو.

"امان، تہ اها ڳالهہ آ توهان منهنجي ڪري ويٺا پريشان ٿيو. پر مان توهان کي ٻڌايو آ تہ مون کي ڪجهہ نہ ٿيندو. آءُ محتاط آهيان ۽ ڪجهہ اهڙو تہ ڪيان بہ نٿو تہ پوءِ آخر مون کي چو ڪوئي نقصان رسندو؟"

"تون ڪجهہ ڪرين ئي نٿو؟" حسين جي ماءُ ناراض ٿيندي چيو؟ "اجان يلا ڇا ڪندين. ڇا مون کي خبر ڪونهي تہ سڄو ڏينهن ۽ سڄي سڄي رات توهان ڇا ڪندا وتندا آهيو سڄو وقت ٻاهہ سان ٿا ڪيڏو اجان چوين ٿو تہ ڪجهہ ڪيان ئي نٿو."

حسين کي پنهنجي ماءُ جي ڳالهين تي کل اچي وئي، خاص طرح

سان باهہ سان ڪيڏڻ جي تصور تي. هن ڪيس ڀاڪر پائيندي چيو
"امان توکي تہ فخر ڪرڻ گهرجي. اسان ظلم ۽ ڏاڍ خلاف وڙهون پيا،
تنهنجي مذهب ۾ بہ تہ اهو فرمان آهي نہ!"

"چڱو چڱو ظلم خلاف پيا وڙهو پوءِ ڀلا توهان جي ليڊرن جا ٻار
ڇو ڪو نہ ٿا وڙهن انهي ظلم خلاف؟ ٻين جي ٻارن کي باهہ ڏانهن
ڌڪڻ سولو آهي." حسين جي ماءُ خفي ٿيندي چيو.

"ڀلا جيستائين جيئرا ۽ آزاد آهيون تيستائين چانهہ ملندي يا نہ؟
امان صبح کان چانهہ نہ پيتي آ خبر ناهي سياڻي وري ملي يا نہ ملي."
حسين ماءُ کي تنگ ڪندي چيو.

سندس ماءُ جي اکين ۾ آلاڻ هئي. پر هوءَ وڌيڪ ڪجهہ چوڻ بنا
رڌڻي ۾ هلي وئي ۽ حسين وهنجڻ لاءِ غسل خاني جو رخ ڪيو.



شهر جي مرڪزي روڊ سان لڳو لڳ گلن واري گهٽي آ، جتي گلن
۽ پئسن جا هار وڪڻندڙن جا ڪيترائي دوڪان ۽ کوکا نهيل آهن.
گلن واري گهٽيءَ جو ڍنگ نرالو آ، سڄي شهر ۾ گندگي جا ڍير هوندا،
ناليون ۽ گٽر ٿٽل هوندا، سندن پاڻي گهٽين ۽ رستن تي جمع هوندو پر
گلن وارن دوڪانن ۽ کوکن جو نظارو سدائين وڻندڙ ۽ سڳنڌ سان
واسيل هوندو آهي. انهن دوڪانن جا ڏٺي شام جو پنهنجن دوڪانن
جي چوڌاري ڇڻڪار ڪري دز مٽيءَ کي ماحول ۾ اڏامڻ کان روڪيندا
آهن ۽ پنهنجن دوڪانن تي هر طرف پکڙيل گلاب، موتئي، گيندي،
سورج مکي ۽ ٻين ڪيترن قسمن جي گلن تي پاڻي وسائي کين تازو
توانو ۽ خوبصورت بڻائي رکندا آهن. انهن ئي دوڪانن تي نوٽن جا
هار بہ ملندا آهن جن تي ريٽي کان وٺي پنج سئو رپيين تائين جا نوٽ
ڏاڍي ڪاريگري ۽ خوبصورتي سان لڳايا ويندا آهن.

ان گهٽيءَ کان گذرندڙ واٽهڙن لاءِ اهو منظر ڏاڍو ڇڪيندڙ هوندو
آ، آلي مٽيءَ مان اٿندڙ خوشبو، گلاب ۽ موتئي جي لازوال خوشبوءَ سان

ملي جنهن سڳنڌ کي جنم ڏيندي آهي ان جو شايد ڪو نالو ته ڪونهي پر اها سرهاڻ شهر جو هر واسي ڄاڻي ٿو. شايد اها سنڌ جي خوشبو آ، سنڌ جي هر وستيءَ جي خوشبو آ ۽ هر وستيءَ ۾ وسندڙ گلن واري گهٽيءَ جي خوشبو آهي.

جڏهن کان جمهوري تحريڪ زور ورتو آ ۽ گرفتارين جو سلسلو شروع ٿيو آ، هر شام سوين ماڻهو گلن واري گهٽيءَ سان لڳ شهر جي مرڪزي روڊ ۽ چوڪ تي اچي گڏ ٿا ٿين، جتان پوءِ جمهوري ڪارڪن گرفتاريون ٿا ڏين. سڄي علائقي ۾ پوليس جون ڪيتريون گاڏيون ناڪابندي ڪيو بيٺيون هونديون آهن. ڪڏهن ڪڏهن پوليس سان گڏ فوج به اچي ٿي، ۽ ذري گهٽ هر شام جو پوليس ۽ عام ماڻهن جي وچ ۾ چڪريون به ٿين ٿيون. ڳوڙها آڻيندڙ گئس جا گولا هلن ٿا. هٿين خالي، شهري ڳوڙها گئس ۽ فائرنگ کان بچڻ لاءِ گهٽين ۾ پناهه وٺن ٿا. پوليس جا باوردي سپاهي ۽ سول ڊريس ۾ پوليس جي خفيه جا سپاهي ماڻهن کي ڊوڙائين ٿا ۽ مٿن ڏنڊا وسائيندي، ڪن کي گرفتار ڪري ٿا وڃن. اهو روز جو معمول ٿي ويو آ ۽ گلن جي دوڪانن وارا همراهه ان سڄي ڪارروائيءَ جي وچ ۾ بي يارو مددگار موجود رهن ٿا. ڪي ته ويچارا مورڳو دوڪان بند ڪري، پاڻيءَ جون بالٽيون ڀري، انهن ۾ ڪپڙا آلا ڪيو بيٺا هوندا آهن، ۽ جيئن ئي ڳوڙها گئس هلندي آ، ۽ ماڻهو ڳوڙها ۽ سنگهه وهائيندا، کنگهندا ۽ ٿڙندا ٿاٻڙندا گهٽيءَ ۾ پناهه وٺندا آهن ته اهي همراهه سندن اکين ۽ منهن تي آلا ڪپڙا رکي سندن لاءِ ان عذاب جي شدت ڪجهه گهٽ ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا آهن.

حسين جڏهن شام جو پنجين ڏاري گلن واري گهٽيءَ مان ٿيندو شهر جي چوڪ پرسان پهتو ته ڪيس اندازو ٿيو ته اڄ صورتحال روز جي ڀيٽ ۾ وڏيڪ سخت آ. چوڪ جي هر پاسي کان پوليس جي وڏي نفري موجود هئي ۽ گڏوگڏ فوجين جون به ٽرڪون به بيٺل هيون، فوجي پنهنجون رائفلون بلڪل تيار ڪيو بيٺا هئا ۽ سندن آفيسرن جي چهرن مان وحشت بکي رهي هئي. حسين کي اندر ۾ خطري جو احساس ٿيو. ڪيس اوچتو ساٿي ڪريم جو خيال آيو جنهنکي هو اڄ ير واري شهر مان گرفتاري ڏيارڻ لاءِ وٺي آيو هو. هن کي هڪڙي پل لاءِ

پنهنجي شخصيت جو پڻ احساس ٿيو ۽ کيس لڳو تہ هو ڪيڏو نہ اهم ۽ عظيم ڪم ڪري رهيو آهي. حسين سوچيو تہ هو چوڪ جي آس پاس ۾ گڏ ٿيندڙ ماڻهن جي وچ ۾ بيٺو آهي پر ڪنهن کي خبر ڪونهي تہ هو هن سڄي تحريڪ کي هلائڻ ۾ بين هزارين ماڻهن سان گڏ اهم ذميواريون پوريون ڪري رهيو آهي. تحريڪ جي ذميوارين جو خيال ايندي ئي کيس نور جو خيال آيو. "نور ڪٿي آهي، اجان مون سان مليو چو ڪونهي؟" هن سوچيو حسين فيصلو ڪيو تہ اڄ گرفتاريون ٿيڻ کان بعد، هو نور سان ملندو ۽ ساڻس ڪيترن اهم مسئلن تي ڳالهہ ٻولهہ ڪندو. حسين ۽ نور سٺا دوست بہ آهن پر سندن وچ ۾ ڪيترين ئي ڳالهين تي اختلاف بہ رهندا آهن. خاص ڪري هن کي نور جي اها ڳالهہ بلڪل نہ وڻندي آ تہ هو هر ڳالهہ تي ڳت ڏئي ويهي رهندو آ. حسين کي ياد آيو تہ هڪ ڀيري هن نور کي چيو هو تہ جيڪا ڳالهہ کيس پارٽي پاران ٻڌائي وڃي يا چئي وڃي ضروري ناهي تہ ان تي اکيون ٻوٽي يقين ڪيو وڃي. حسين کيس چيو تہ هر انسان وٽ دماغ آهي، ان ڪري سمورين شين تي سوچڻ گهرجي ۽ سوال ڪرڻ گهرجي نہ ڪي هر ٻڌايل ڳالهہ تي انڌو عقيدو رکيو وڃي. اها ڳالهہ ٻڌي نور ساڻس چڙي پيو هو ۽ کيس چيو هئائين تہ هو پارٽيءَ جو سچو ڪارڪن ڪونهي ۽ هو پارٽي جي فيصلن تي شڪ ٿو ڪري. "انقلاب شڪ ڪرڻ سان نہ ايندا آهن. ڪارڪنن کي فيصلن تي عمل ڪرڻ گهرجي ۽ بس." نور کيس خفي ٿيندي چيو هو. حسين ساڻس ان معاملي تي وڌيڪ بحث نہ ڪيو هو پر هن کي خبر هئي تہ اهو رويو پارٽين ۾ ڊڪٽيٽر شپ ۽ شخصيت پرستيءَ کي جنم ڏيندو آهي ۽ انقلاب، خاص طور تي هڪ اهڙي انقلاب طرف نہ وٺي ويندو آهي، جيڪو سائنسي بنيادن تي ٻڌل هجي ۽ جنهن ۾ هڪ جمهوري، آزاد ۽ منصفاڻو سماج جوڙڻ جي صلاحيت هجي.

حسين سوچي ئي رهيو هو جو سندس ڏيان چوڪ طرف ويو جتي اوچتو پوليس وارن ۽ فوجين پوزيشنون وٺڻ شروع ڪيون ۽ سمورا ماڻهو روڊ جي اولهندي پاسي واري گهٽي ڏانهن نهارڻ لڳا، جتان بہ نوجوان اجرڪ ۽ سنڌي ٽوپيون پايو ڳلي ۾ هار وجهيو ۽ هٿن ۾ فوجي

آمر خلاف لکيل نعرن جون تختيون ڪنيون گرفتارين لاءِ ظاهر ٿيا.

ڏسندي ڏسندي مختلف گھٽين مان سوين ماڻھو نڪري آيا. ڪيترن ڪي هٿن ۾ جھنڊا ۽ تختيون هيون. چوڌاري اپ ڏاريندڙ نعرا گونجڻ لڳا. "جيڪو فوجين جو يار آ سو غدار آ، غدار آ، جيڪو مارشل لا جو يار آ، غدار آ، غدار آ. جمهوريت بحال ڪيو سياسي قيدي آزاد ڪيو ..." ۽ ٻيا ڪيترائي قسمين قسمين نعرا فضا ۾ بلند ٿيا.

سوين ماڻھو هاڻ هڪ ننڍڙي جلوس جيان ٿي ٻيا هئا جيڪو گرفتاري ڏيندڙ ڪارڪنن جي پويان پويان پوليس ۽ فوج جي جٿن ڏانھن وڌي رهيو هو.

حسين کي ماڻھن جي هجوم ۾ نظر نہ پئي آيو تہ گرفتاري ڏيندڙ ساٿي ڪيئن آهن. هو ڪين ڏسڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هو. هن نعرا پئي هنيا. جوش ۾ سندس نڙي خشڪ ٿي وئي هئي. ڪيس پنھنجين رڳن ۾ خون تيزيءَ سان گردش ڪندي محسوس ٿيو ۽ سندس دل ايڏي تيز تيز ڌڙڪي رهي هئي جو هو ان جو آواز پاڻ بہ ٻڌي پئي سگھيو.

هو نعرا هڻندو جلوس سان گڏ هلي رهيو هو. ماڻھن جي انبوهہ کي چيريندو هو اڳتي وڌي رهيو هو. هن چاهيو پئي تہ هو سيني ڪان اڳتي پھچي ۽ بس آخري دفعو ساٿي ڪريم کي گرفتاري ڏيندي ڏسي. حسين کي لڳو تہ بس هو ٻن ٽن منٽن جي ٻي ڪوشش سان جلوس ۾ سيني ڪان اڳيان پھچي ويندو پر سندس قدم اوچتو ڇڻ تہ بيهجي ويا. ڪيس جلوس مان گوليون هلڻ جا آواز آيا. ٻن فائرن جا هن آواز ٻڌا پر پوءِ جلوس ۾ ٽرتلو مچي ويو. جيڪي ماڻھو گرفتاريون ڏيندڙ ساٿين جي پويان پويان پوليس طرف وڌي رهيا هئا. انهن واپس گھٽين ڏانھن ڊوڙڻ شروع ڪيو. حسين اجان بيٺو ئي هو تہ جلوس طرف ڪيس وڏيڪ فائرنگ جا آواز ٻڌڻ ۾ آيا "ٺا_ٺا_ٺا" هن کي ڪجھ سمجھہ ۾ نہ پئي آيو. ڪيس اجا تائين اندازو نہ هو تہ فائرنگ ڪھڙي پاسي ڏانھن پئي ٿئي ۽ ڪير پيو ڪري. هاڻ فائرنگ ۾ اجا واڌ آئي. پوليس وارن بہ جلوس واري پاسي ڏانھن گوليون هلائڻ شروع ڪيون هيون. حسين کي حالتن جي خرابي جو اندازو ٿيڻ شروع ٿيو. هن اڳتي وڌڻ جو

خيال ڇڏي پوئتي ڀوڄڻ شروع ڪيو. هڪ زوردار ٺڪاءُ ٿيو ۽ سندس پيرن ۾ ڳوڙها گئس جو هڪ شيل اچي ڪريو. شيل مان تيز سرمائي دونهون تيزيءَ سان نڪري هر طرف پکڙجي ويو. سندس نڪ مان سنگهه وهڻ لڳي، اکيون سڙي رهيون هئس. منجهائن پاڻي وهي رهيو هو. ماڻهن جو انبوهه پنهنجو سربچائڻ خاطر ڀوڄي رهيو هو. هڪ همراهه اچي زور سان حسين سان ٽڪرايو حسين ڪان ذري گهٽ رڙ نڪري وئي. همراهه اچي حسين جي نڪ ۾ لڳو هو ۽ حسين جي نڪ مان رت وهڻ شروع ٿي ويئي. يڪدم وري پوليس جي فائرنگ شروع ٿي وئي هئي. حسين ڪنڌ ورائي پوئتي ڏٺو ۽ پوليس جي ٽرڪ پاڻ ڏانهن ايندي ڏسي ڀوڄندو هڪ گهٽيءَ ۾ داخل ٿي ويو. سندس پير هڪ ناليءَ ۾ اٽڪيو ۽ هو منهن ڀر وڃي زمين تي ڪريو. سندس مٿي تي ڌڪ لڳو جنهن سبب هاڻ سندس نڪ ۽ مٿي مان خون وهڻ لڳو هو. حسين تي بيهوشي طاري پئي ٿئي ۽ سندس اکيون بند پئي ٿيون. هو هاڻ گهٽيءَ ۾ اچي ويو هو تنهن ڪري ڪيس اهو اطمينان هو ته پوليس جي گوليءَ جو نشانو ته نه ٿيندو. هن زمين تي منهن ڀر پئي پئي روڊ ڏانهن نهاريو. جتان پوليس جي ڊاٽسن گاڏي زوڪٽ ڪندي پئي وئي. بي هوشي طاري ٿيڻ کان چند ساعتون اول گاڏي جي پوئين حصي ۾ هن ڏٺو ته پوليس وارا گاڏيءَ جي سيٽن تي ويٺا هئا ۽ سندن پيرن ۾ گرفتاري ڏيندڙ به ساٿي ويٺل هئا جن کي سپاهي وارن کان جهليون ويٺا هئا. انهن ۾ هڪ ڪريم هو ته ٻيو نور.

***

حُسين کي جڏهن هوش آيو ته هو هڪ ڪمري ۾ کٽ تي ليٽيو پيو هو. سندس مٿي تي پٽي ٻڌل هئي ۽ نڪ تي ڪو آلو ڪپڙو محسوس ڪيائين. سندس مٿي ۾ شديد سور هو ۽ اکيون اجا به پييون سَڙِنسِ. هي هڪ ننڍڙو ڪمرو هو جنهن ۾ سامهون دروازي سان گڏ هڪڙي دري هئي. ڪمري جي ڀتين تي بلو رنگ ڏنل هو جن تي هندو

ديوين ۽ ديوتائن جون تصويرون لڳل هيون. ڇت پڪين سرن جي ٺهيل هئي جن کي وڏن لوهي ٽيئرن ۽ گيڊرن سان مضبوط بڻايو ويو هو. ڪمري ۾ هڪ عجيب قسم جي خوشبوءِ هئي. جهڙي اگر بتين جي ٻرڻ سبب پيدا ٿيندي آهي. حسين جنهن کٽ تي ليٽيو پيو هو ان جي ساڄي طرف ٻه صوفا پيا هئا ۽ انهن جي سامهون هڪڙي ميز تي چانهه جا ٻه ڪوپ رکيل هئا جڏهن ته صوفن تي ٻه نوجوان پاڻ ۾ هوريان هوريان آواز ۾ ڳالهيون ڪري رهيا هئا. حسين پاڻ کي هڪ اجنبي ڪمري ۾ ٻن اجنبي نوجوانن جي موجودگيءَ ۾ ستل ڏسي حيران ٿيو ۽ اٿڻ جي ڪوشش ڪيائين پر مٿو ڦرندو محسوس ٿيس ۽ وري ڍڪ تي ڪري پيو.

"ادا، ستو پيو هج، تڪڙ نه ڪر. ٿوري دير آرام ڪندين ته بهتر محسوس ڪندين، توکي مٿي تي زوردار ڌڪ لڳو آ" نوجوانن مان هڪڙي حسين کي چيو.

"توهان جي مهرباني ياٿو. پر توهان ڪير آهيو ۽ آئون هتي ڪيئن پهتو آهيان؟" حسين ڪانئس سوال ڪيو.

"توهان جلوس جي دوران شايد زخمي ٿي ڪري پيا هئا اسان جي گهٽيءَ ۾، جتان توهان کي سڪندر ۽ آءُ کڻي آيا آهيون. بيهوشيءَ جي حالت ۾ هئا توهان ۽ سڪندر چيو ته توهان کي ائين رستي تي ڇڏي وڃڻ مناسب نه ٿيندو." نوجوان ٻئي نوجوان طرف اشارو ڪندي چيو. "ڪامريڊ مان سڪندر آهيان، جلوس ۾ شريڪ ته ڪو نه هوس پر ڏسڻ آيو هوس ته اوچتو فائرنگ ۽ گوڙها گئس هلي ۽ ان ئي ڇڪتاڻ ۾ توهان کي بي هوش ڏٺم." هاڻ ٻئي نوجوان ڳالهائڻ شروع ڪيو جنهن پنهنجو نالو سڪندر ٻڌايو. "هي منهنجو دوست ڊاڪٽر رام داس آهي هن گهر ۾ رهندو آ. مون توهان کي بي هوش ڏٺو ته رام کي پاڻ سان گڏ وٺي توهان کي کڻي گهر آياسون ۽ پوءِ رام توهان جي زخم تي ملم پٽي ڪئي."

حسين کي ٻنهي نوجوانن پاران ايڏي انسانيت جي عمل تي سندن لاءِ بي انتها عزت جاڳي ۽ سندن تمام گهڻا ٿورا مڃيائين.

"ڪا ڳالهه ناهي ڪامريڊ. سنڌي ماڻهن جي مدد ڪرڻ اسان جو

فرض آهي، حالانڪ اسان کي توهان جي جمهوري تحريڪ سان شديد اختلاف آ پر پوءِ بہ سنڌيءَ جي حيثيت ۾ مدد ڪرڻ اسان جو فرض آ.“ سڪندر جي ڳالهہ ٻڌي چند گهڙين لاءِ حسين ڪجهہ سوچيندو رهيو. پوءِ مشڪي ڏنائين ۽ چيائين، ”سڪندر يار سلامت، صحبت باقي، اڄ جي لاءِ توهان ٻنهي جي تمام گهڻي مهرباني باقي رهيو سوال جمهوري تحريڪ جو سو مون کي اميد آ تہ وري، ضرور ملنداسون تہ پوءِ ان تي بہ دل کولي ڳالهائينداسون.“

”توهان جو نالو ڇاهي ادا؟“ رام داس سوال ڪيو.

”مان حُسين آهيان“ حسين جواب ڏنو ۽ پنهنجي سموري سگهہ سهيڙي هڪ دفعو وري اٿڻ جي ڪوشش ڪيائين، ڪيس مٿي ۾ تمام گهڻو سور پئي ٿيو پر آهستي آهستي ڪوشش ڪري حسين اٿي ويهي رهيو.

رام داس هن لاءِ چانهہ جو ڪوپ ڪٽي آيو ۽ گڏوگڏ ڪيس سور جون گوريون بہ آڻي ڏنائين. حسين گوريون کاڌيون ۽ پوءِ گرم گرم چانهہ جون سرڪيون ڀرڻ لڳو. هن ٻنهي نوجوانن جو غور سان پئي جائزو ورتو. ڪيس لڳو تہ سڪندر جي اندر ۾ ڪا اڻ تڻ آهي ۽ هو ساڻس ڳالهيون ڪرڻ ٿو چاهي. ڪوڙ ساريون ڳالهيون. سڪندر هڪ سنهڙو ۽ ننڍي قدبت وارو نوجوان هو جنهن جون اکيون گهريون ناسي هيون، ۽ سندس ننڍي ڇهري تي هلڪيون مڇون چڱيون پئي لڳيون. سندس ڳالهائڻ جي رفتار تيز هئي ۽ ڳالهائيندي ڪي ڪي لفظ اڌورا ادا پئي ڪيائين. سندس ڳالهائڻ جو انداز ائين هو ڄڻ هن کي پنهنجا جملا پورا ڪرڻ جي تڪڙ هجي. الائي ڇو سڪندر، حسين کي اجنبي نہ پئي لڳو. ڪيس محسوس ٿيو تہ شايد هو سڪندر کي پراڻو سڃاڻيندو هجي. رام داس ڪلين شيو نوجوان هو. رنگ جو صاف ۽ سندس وار ننڍا ڪٽيل هئا. سندس نقش تکا هئا. سنهيون ڀرون، ننڍيون اکيون، سنها گلابي چپ ۽ نڪتل ڪاڏي

رام داس کي ڏسي ائين پئي محسوس ٿيندو ڄڻ سندس هر هڪ قدم ۽ عمل توريل تڪيل هجي. هو ڪافي ذهين پر گهٽ ڳالهائو پئي لڳو. سندس اکين ۾ ذهانت هئي.

.ادا سڪندر ۽ رام داس هاڻ مون کي اجازت ڏيو رات ٿي وئي آ ۽ صبح کان ڪافي ٿڪجي پيو آهيان، هاڻ گهر وڃي آرام ٿو ڪيان،" ائين چوندو حسين آهستي آهستي اٿي بيٺو. رام داس جيڪي سور جون گوريون ڏنيون هئس انهن پنهنجو اثر ڏيکاريو هو ۽ هن سور جي شدت ڪجهه گهٽ محسوس ڪئي.

"پر ان کان پهرين جو آءٌ توهان کان موڪلايان اهو ٻڌايو ته وري پاڻ ڪڏهن ملنداسون؟" حسين ٻنهي طرف نهاريندي پڇيو.

"ڪامريڊ حسين پاڻ سڀاڻي به ملي سگهون ٿا" سڪندر وراڻيو.

"نه سڀاڻي نه. هڪڙو ڏينهن آرام ڪيان، پوءِ پرينهه ملون، شام جو ڇهين بجي، شهباز هوٽل تي؟" حسين چيو.

"ٺيڪ آهي، پرينهن ڇهين وڳي شهباز تي." سڪندر وراڻيو.

حسين ٻنهي سان هٿ ملايو هڪ ڀيرو وري سندن ٿورا مڃيا ۽ اوطاق مان ٻاهر نڪري ويو.

رات ٿي وئي هئي، کيس لڳو ته هن کي ڏک لڳڻ کان پوءِ ٿي چار ڪلاڪ گذري ويا آهن. هو آهستي آهستي گهر ڏانهن وڌندو رهيو. کيس اوچتو پوليس جي ڌاتسن ۾ وينل ڪريم ۽ نور جا چهرا سامهون ڦري آيا، جن کي پوليس وارا وارن کان جهليو سوگهو ڪيو وينا هئا. سندن حالت تي حسين کي ڏک پئي ٿيو. هو سوچي پيو ته نور کي اڄ گرفتاري ته نه ڏيڻي هئي پوءِ اهو اوچتو ڪيئن ٿيو؟ حسين کي خيال آيو ته نور ساڻس هميشه گڏ هوندو هو ۽ هو گرفتار ٿيندڙ ساٿين جي پرگهور گڏوگڏ لهندا هئا هاڻ ته هو اڪيلو ٿي پوندو.

حسين جي ذهن ۾ اهي به سوال پئي اٿيا ته جلوس مان فائرنگ ڪنهن ڪئي. جمهوري تحريڪ ته پرامن تحريڪ آهي، پوءِ اها فائرنگ ڪنهن ڪئي ۽ ڇو ڪئي؟

شهر جي گهٽين مان ٿيندو حسين جڏهن گهر پهتو ته دروازي تي کيس پنهنجي ماءُ جو خيال آيو. هن کي اندازو هو ته سندس مٿي تي پٽي ۽ سندس هي حال ڏسي کيس ضرور صدمو ٿيندو. هن سوچيو "خير آ اڄ ٿورو ڪوڙ کان ڪم وٺبو."



ثريا جي ماءُ صبح جو سوير اچي ياسمين ۽ ثريا کي ننڊ مان اٿاريو ۽ کين چانهه آڻي ڏني. ٻنهي جي رات دير تائين ڪچهري هلندي رهي هئي ان ڪري سندن ننڊ اڃا پوري نہ ٿي هئي، ۽ سندن اکيون اڃا ننڊاکڙيون هيون. ٻئي بستري مان اٿي ويٺيون ۽ گرم گرم چانهه جون سرڪيون پرڻ لڳيون پر سندن ذهنن ۾ رات جي ڪچهريءَ جا پڙاڏا اڃان گونجن پيا.

ثريا آخر اٿي رڌڻي ۾ هلي وئي ۽ ياسمين کي چيائين تہ هوءَ وڃي ٿي نيرن ناهي تيستائين پلي هٿ منهن ڌوئي وٺ.

ياسمين کيس مشڪندي هاڪار ڪئي.

ياسمين کي ڪالهہ ڳوٺ ۾ ڪيل پينرن جي ڪچهري ياد آئي، حسين سان گهاريل گهڙيون ياد آيس ۽ هاڻ هوءَ پنهنجي همت تي پاڻ بہ حيرت ڪري رهي هئي. پر هوءَ اڃا تائين ان سوال تي پئي سوچي تہ حسين سندس دل چو ٺوڙيو. ”ڇا حسين ڪنهن ٻئي کي ٿو پسند ڪري؟ ڇا حسين سائره کي ٿو پسند ڪري؟“ هن کي اوچتو سائره جو خيال آيو. سائره سندس دوست آهي. هو ساڳي اسڪول جون شاگردياڻيون آهن. ٻئي هڪ ٻئي جو ڪافي خيال رکنديون آهن ۽ جمهوري تحريڪ ۾ بہ گڏ آهن، پر سائره ايتري سرگرم يا ذميوار ڪونهي جيتري ياسمين آهي. سائره بس ڪجهہ گڏجاڻين وغيره ۾ ايندي آ، ڪي ڪتاب پڙهندي آ، پر کيس وڌيڪ شوق لکڻ، پڙهڻ، شاعري ڪرڻ ۽ هار سينگار سان آهي.

هوءَ ڊگهي قد ۽ سنهڙي چيلهہ واري هڪ خوبصورت ڇوڪري آ، جنهن جي سنهڙن نقشن ۽ وڏين گهرين اکين تي جديد طرز تي تراشيل وار ڏاڍا دلڪش لڳندا آهن. سائره هميشہ سٺا جديد سلائي وارا ڪپڙا ۽ سينڊل پائيندي آهي ۽ سندس جسم مان هميشہ اوچي پرفيوم جي خوشبو ايندي رهندي آهي. سائره جتي بہ هوندي آ، توجهہ

جو مرڪز بڻجي ويندي آ ۽ ڪيس تعريفي نظرون ڪڏهن لڪ ڇپ ۾
تہ ڪڏهن سئون سڌو گهوريندڙيون آهن. ڏگهيون پلڪون ڪٽي جڏهن
هوءَ ويندي آ پنهنجي وڏين ناسي اکين سان ڪنهن نوجوان طرف نظر
وجهندي آ تہ ڄڻ ان نوجوان جو ساهہ مٺ ۾ اچي ويندو آ. سندس
خوبصورت رسيل گلابي چپ ڏسي انهن کي چپن سان ڇهڻ جي لازوال
خواهش هر دل ۾ اڀرندي آ. سائره جي ڳلي ۾ پهريل سنهڙو خوبصورت
نيڪلس، جنهن تي دل جو نشان ٺهيل آ. هميشہ سندس ڇاتين تي راند
ڪيڏندو رهندو آهي، ڪڏهن ڪڏهن اهو نيڪلس سندس گولائين
جي وچ ۾ اٽڪي پوندو آ. پر سائره پنهنجي ترنگ ۾ ان کي ڪيڏڻ جي
تڪليف بہ گوارا نہ ڪندي آهي.

ياسمين کي دل ئي دل ۾ سائره سان ٿورو ساڙ ٿيندو هو. خاص طور
تي ان ڏينهن کان جڏهن سائره ڪيس ٻڌايو تہ هن حسين کي هڪ شعر
لکي موڪليو آ. جيڪو حسين کي ڏاڍو وڻيو هو. پوءِ سائره پنهنجي
ڊائري مان اهو شعر ياسمين کي ٻڌايو

”میرے مخروطی انگلیاں کرچیاں چنتی ہیں،
لیکن وہ اتنے زخمی نہیں جتنی اس وقت ہوئیں
جب انہوں نے مرے دل کی کرچیاں چن کر، کتابوں میں محفوظ کر لیں“

”ياسمين تون اڃان ڪٺ تي ويٺي آهين؟ ادي مان نيرن تيار ڪري
آئي آهيان. جلدي وڃي هٿ منهن ڌوئي اچ تہ نيرن ڪيون.“ ثريا جي
آواز ني ياسمين جي خيالن جو سلسلو ٽٽو. ياسمين غسل خاني ۾ داخل
ٿي وئي تہ ثريا ڪمري ۾ رکيل ننڍڙي ميز تي تريل بيدا ۽ گهہ ۾ ٺاهيل
ڪٽڪ جون مانيون اچي رکيون. ٻنهي نيرن ڪئي ۽ پوءِ ياسمين ثريا
۽ سندس ماءُ کان موڪلائي پنهنجي گهر لاءِ رواني ٿي وئي. ياسمين
جڏهن گهر پهتي تہ گهر ۾ صرف سندس ماءُ هئي، باقي سندس ڀيڻ، ڀاءُ
اسڪول ويل هئا. جڏهن تہ سندس والد پڻ نوڪري تي ويل هو.

ياسمين ڀيڻ ڀائرن ۾ سڀ کان وڏي آهي. ڪيس هڪ ننڍو ڀاءُ
منظور احمد آهي، جيڪو ستين جماعت جو شاگرد آ. جڏهن تہ سندس
ڀيڻ نورين اڃان پنجين جماعت جي شاگرديائي آهي. سڀ کان وڏي

هئڻ سبب ياسمين کي گهر ۾ ڪي آزاديون ۽ سهوليتون بہ آهن پر گڏوگڏ ڪيس پاڻ مٿان ذميوارين جو اندازو بہ آهي.

ياسمين جو پيءُ چاچو غلام اڪبر ننڍو سرڪاري ملازم آهي ۽ سندس پگهار مان گهر جو خرچ مڙئي ڇڪي تاڻي پورو ٿيندو آهي. پر جيئن جيئن ٻار وڏا پيا ٿينس، سندن ضرورتون ۽ تعليمي خرچ وڌندا پيا وڃن تہ چاچي غلام اڪبر جي پريشاني ۾ بہ اضافو ٿيندو پيو وڃي. چاچي غلام اڪبر جي خواهش آهي تہ ياسمين ڊاڪٽري پڙهي ۽ ڊاڪٽر ٿي گهر جي خرچ پکي ۾ مدد ڪري. گڏوگڏ هو ياسمين جي شادي ڪنهن چڱي هنڌ ڪرڻ جا خواب بہ پيو ڏسندو آهي. چاچي غلام اڪبر کي جيتوڻيڪ ياسمين تي مڪمل اعتماد آهي ۽ هو ڪيس سياسي سرگرمين کان روڪيندو بہ ڪونهي پر ياسمين جي تمام گهڻو سرگرم هجڻ تي ٿورو ٿورو فڪرمند بہ رهندو آهي.

ڪيس پاڙي اوڙي وارن جا ياسمين بابت ڪي ڪي جملا بلڪل زهر لڳندا آهن. چاچو غلام اڪبر پنهنجي پڙهڻ جي عادت سبب دنيا جهان جي علمن، فلسفن، مذهبن جي آغاز انسان جي ارتقا، سماجي تبديلين، طبقن جي ڇڪتاڻ ۽ قومن جي ڇوٽڪارن جي تاريخ کان ڪافي حد تائين واقف آهي.

هن کي خبر آهي تہ سنڌ جو معاشرو اڃان قبائلي ۽ جاگيرداري معاشرو آهي، سرمائيداري اڃا صرف پيدا ٿيڻ جي مرحلي ۾ آهي. کيس اندازو آهي تہ عورتن جي آزاديءَ ۽ برابريءَ جو تصور جيستائين ڪنهن نئوس شڪل ۾ سامهون اچي ان کي اڃا گهڻو وقت لڳندو. پر هو ان ڳالهہ تي بہ پورو يقين رکندو هو تہ معاشري جي ترقي لاءِ ضروري آهي تہ فرد پنهنجو ڪردار ادا ڪن ۽ جنهن قسم جي معاشري کي اڏڻ چاهين ٿا يا جنهن قسم جي معاشري جي تمنا رکن ٿا، حالتن آهر ان معاشري جون خصلتون پاڻ ۾ پيدا ڪن ۽ انهن شخصي روين، قدرن ۽ معيارن جو عملي ثبوت ڏين جن جي هو ٻين کي تلقين ڪن ٿا. چاچي غلام اڪبر کي انهن ماڻهن تي انتهائي سخت ڪاوڙ ايندي هئي ۽ اهڙن ماڻهن سان سندس هر وقت پيو مهاڏو ٿيندو هو جيڪي روين ۽ قدرن جي سهڄو ڏينهن پيا تقريرون ۽ واعظ ڪندا هئا پر عملي طرح

سندن ڪردار انهن جي بلڪل ابتڙ هوندو هو.
حسين ۽ چاچي غلام اڪبر جون پڻ ڏکيون ڪچهريون ٿينديون رهنديون هيون ۽ هو انسانن جي انهي منافق رويي کان وٺي روس جي آڪٽوبر انقلاب تائين هر موضوع تي بحث ڪندا هئا.
”پٽ ياسمين اچي وئين؟ نيرن ڪندين؟“ ياسمين جي ماءُ ڪانئس گهر ۾ داخل ٿيڻ تي پڇيو.
”امان مان نيرن ڪري آئي آهيان، هاڻ ٿوري دير ڪمري ۾ آرام تي ڪريان پوءِ اچي تي منجهند جي ماني تيار ڪيان.“ ياسمين وراڻيو ۽ پنهنجي ڪمري ۾ هلي وئي. هن ٿيلهو ميز تي رکيو ۽ سينڊل لاهي پنهنجي بستري تي اڪيون ٻوٽي سمهي پئي. خبر ناهي ڇو سندس زور زور سان روئڻ تي دل پئي ڪري. هوءَ اداس هئي. سندس ذهن ۾ مسلسل ڪالهه وارا سمورا واقعا گهمي رهيا هئا. هن کي حسين تي پڻ ڏاڍي ڪاوڙ پئي آئي پر ان کان وڌيڪ پاڻ تي ڪاوڙ اچي رهي هئس. هن کي پنهنجي رجيڪشن جو احساس ٿي رهيو هو. ياسمين اکيون ٻوٽي پاڻ کي پرسڪون ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. هوءَ وڏا وڏا ساهه کڻي، اندروني طور تي پرسڪون ڪيفيت طاري ڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهي هئي ۽ کيس اهو ياد نه رهيو ته ڪهڙي وقت سندس اک لڳي وئي.



حسين جي حالت ڏسي حسين جي ماءُ کان رڙ نڪري وئي ”ائي ابا خير ته آهي، ڇا ٿيو توکي؟“
حسين پنهنجي معمول جي مرڪ چهري تي آڻڻ جي ڪوشش ڪئي پر ناڪام ٿيو ”امان ڪجهه نه. بس ٿاٻڙجي ڪري پيس جنهن سبب ڌڪ لڳو اسپتال مان ملم پٽي ڪرائي آيو آهيان. خير آ. ڪا خاص ڳالهه ڪونهي.“
”ابا ڪهڙو خير آ. تنهنجي مٿي تي ايڏو ڌڪ لڳل آهي. ڪپڙا لٽا گپ تي ويا اٿي، ضرور ڪو جهيڙو جهٽو ڪيو اٿو يا پوليس وارن

ڪان ڏنڊا لڳا اٿو.“ حسين جي ماءُ پريشان ٿيندي چيو.
”امان تون هرويرو پريشان پئي ٿئين. توکي ڪيترا دفعا ٻڌايو اٿم ته مون کي ڪجهه نه ٿيندو. باقي هي هلڪڙا سلڪڙا ڌڪ ته زندگيءَ ۾ لڳندا ئي رهندا آهن. پلا جي گهر ۾ ويٺي مٿان پڪو ڪري پوي ۽ مري وڃان ته ماڻهن سان اهڙا حادثا به ته ٿيندا آهن.“ حسين ڪلندي ڪلندي وراڻيو ۽ تڪڙو تڪڙو پنهنجي ڪمري ۾ هليو ويو.
حسين جي ماءُ جي اکين ۾ لڙڪ پرجي آيا هئا. هوءَ سمجهي نه پئي سگهي ته آخر هوءَ هن ڇوڪري کي ڪيئن سمجهائي.
حسين ڪپڙا لاهي ٽوال ٻڌي نڪري آيو ۽ سڌو غسل خاني ۾ داخل ٿي ويو پر ويندي ويندي رڙ ڪندي ماءُ کي چوندو ويو ته امان جيستائين آءُ وهنجي وٺان، پلا چانهه ته ناهي ڏيو نه.
حسين وهنجي تازو توانو ٿي گرما گرم چانهه پيتي ته سندس ڪجهه حالت ٺيڪ ٿي. حسين جو ننڍو ڀاءُ منصور ۽ سندس ڀيڻ آمنه به هاڻ اچي ساڻس ويٺا هئا ۽ سيني ويني ڪچهري ڪئي.
”ادا، امان پئي چيو ته توهان پوليس جا ڏنڊا کائي آيا آهيو“ آمنه حسين کان اوچتو پڇيو سندس منهن تي شرارت پري مرڪ رقص ڪري رهي هئي.
” آمي اهڙي ڪا ڳالهه ڪونهي، تون خوش نه ٿي، تنهنجي اها خواهش ڪڏهن پوري نه ٿيندي،“ حسين سندس جملي جو جواب پنهنجي جوابي شرارتي جملي سان ڏنو.
”چڱو پلا جي پوليس وارن جا ڏنڊا نه لڳا هوندو ته پوءِ مخالف سياسي پارٽيءَ وارن جا پٿر لڳا هوندو؟“ آمنه ڀاءُ کي وڌيڪ ڇيڙائيندي چيو.
”جي نه، اهڙو ڪجهه نه ٿيو آهي، بس موٽر سائيڪل جو ٽڪر ٿي پيو جنهن جي ڪري مٽي تي ٿورو ڌڪ لڳو آ، پر تون فڪر نه ڪر ائين نه مرندس. تنهنجي جان ڪائي پوءِ مرندس.“ حسين جواب ڏنو.
جڏهن اهڙي ڪچهري هلندڙ هجي ته منصور ڪيئن ٿي چپ رهي سگهيو؟ ”ادا توهان جي تحريڪ پلا ڪيستائين هلندي، آخر ڇو ڪو نه ٿا توهان پاڪستان بچائڻ جي جان ڇڏيو ۽ سنڌ جي آزاديءَ جي نعري هيٺ متحد ٿيو.“ منصور چيو.

”يار هن وقت آءُ ڏاڍو ٿڪل آهيان“، حسين جواب ڏنس، ”آءُ ان موضوع تي هزار ڀيرا بحث ڪري چڪو آهيان وري توسان بہ ڪندس پر في الحال جي توکي سنڌ آزاد ڪرائڻ جي ٽڪڙ نہ هجي تہ مان ڇانهہ پيي وڃان.“ حسين ڪلندي جواب ڏنس، منصور ڪوئي جواب نہ ڏئي سگهيو. آمنہ زور زور سان ٽهڪ ڏيڻ لڳي.

***

ڪمري جي دروازي کي آمنہ زور زور سان ڪڙڪائي رهي هئي ۽ سندس آواز حسين جي ڪنن تي خواب جيان محسوس ٿي رهيا هئا. ”ادا توهان سان ڪو ملڻ آيو آهي.“

حسين گهري ننڊ مان سجاڳ ٿيو هو چند ساعتن لاءِ سندس حواس ڪم نہ پيا ڪن. پر پوءِ کيس محسوس ٿيو تہ سندس ڀيڻ کيس اٿارڻ جي ڪافي دير کان ڪوشش ڪري رهي هئي. حسين ڪلهہ رات اهو سوچي ستو هيو تہ اڄ هو مڪمل آرام ڪندو کيس مٿي تي لڳل ڌڪ ۾ سور هو ۽ هو ڪيترن ڏينهن جي مسلسل ڪم کان ڪجهہ ٿڪجي بہ پيو هو. سو اڄ جو ڏينهن هن پنهنجي پر ۾ آرام جو ڏينهن رکيو هو پر شايد هاڻ کيس اهو ممڪن نہ پئي لڳو.

”ها بابا اچان ٿو ٻاهر ڪير آيو آ؟“ حسين ستي ستي ئي آمنہ کان پڇيو.

”خبر نہ آهي، ادا پر چوي ٿو تمام ضروري ڪم آ“. آمنہ کيس جواب ڏنو.

حسين اکيون مهٽيندي دروازو کوليو ۽ گهر کان ٻاهر نڪري ويو. سندس سامهون نور جو ننڍو ڀاءُ منظور بيٺل هو. نور جو ڀاءُ ننڍي قد جو مضبوط قدڪاٺ وارو نوجوان هو. چهري مان ارڏو لڳندو هو پر اڄ سندس چهري تي مايوسي ۽ ڏک جون ريکائون ڏاڍيون واضع هيون.

”ادا، منظور خير تہ آهي، ڏڪوئيل ۽ پريشان پيو لڳين؟“ حسين ڪانئس پڇيو.

”توهان جو ڇا خيال آ تہ جنهن جو ياءُ گرفتار ٿيو هجي ۽ مٿس ٽرڊ ڊگري جو تشدد ڪيو ويو هجي، اهو توهان سان ڪلندي ڪڏندي ملندو؟“ منظور تلخ لهجي ۾ سوال جو جواب سوال سان گڏ ڏنس. حسين سندس درد سمجهي سگهيو ٿي، پر ڪيس منظور جي ان ڳالھ سان پريشاني ٿيڻ لڳي تہ نور تي تشدد ٿيو آهي. ”نہ منظور منهنجو اهو مطلب بلڪل ڪونهي تہ توهان ڪلندي ڪڏندي ملو. پر مون تہ توهان کان پريشانيءَ جو سبب پڇڻ ٿي چاهيو. توهان ٿا چئو تہ نور تي تشدد ٿيو آهي؟“ حسين ڪانئس پڇيو. پر منظور وڌيڪ ناراض ٿيندي جواب ڏنس ”نور توهان جي تحريڪ جو آهي. توهان سندس گرفتاري ڏياري آهي، اهو تہ توهان جو فرض هو تہ سندس پرگهور لهويا اسان ڪان پيا پڇو؟“

”ادا منظور تحريڪ ضرور سندس پرگهور لهندي ۽ شايد ڪي ساٿي مليا بہ هجنس. آءُ زخمي ٿي پيو هوس، سو سوچيو پئي تہ ساڻس سياڻي ملندس ۽ مون کي خبر نہ هئي تہ مٿس تشدد ٿيو آ.“

”مان نور سان ڪلھ رات ئي مليو هوس، سندس گرفتاري کان بعد، جيئن ئي اسان کي خبر پئي،“ منظور چيو ”ڪيس شهر جي ٿاڻي جي سوڙهي چاوڙيءَ ۾ سترهن قيدين سان گڏ رکيوويو هو مون ڪيس ماني وغيره پهچائي هئي. پر جڏهن آءُ ساڻس اڄ صبح جو ملڻ ويس تہ سندس حالت ڏسي نہ سگهيس،“ منظور جي اکين ۾ ڳوڙها تري آيا هئا.

حسين سندس اها حالت ڏسي وڌيڪ ڪو سوال پڇي نہ سگهيو. بس هو چپ چاپ سندس اکين ۾ ڏسندو رهيو. منظور جي چهري تي تڪليف جا آثار هئا. حسين جي دل پئي چيو تہ هو ترت ٿاڻي تي وڃي ۽ نور سان ملي. نور سان سندس دوستيءَ جو رنگ نرالو هو. هو ذري گهٽ هر معاملي تي اختلاف ڪندا هئا. ڇتا بحث ڪندا هئا. ڪيترا ڪيترا ڏينهن ڳالهائيندا بہ ڪو نہ هئا. پر سندن دوستي بہ برقرار رهندي هئي. حسين کي نور ان ٻار جيان لڳندو هو جنهن جو جسم ۽ طور طريقا تہ وڏن ماڻهن جهڙا ٿي ويا هئا پر ذهني ۽ جذباتي طرح اڃا سندس ارتقا ڪنهن پنئين مرحلي ۾ قائل هئي.

”هي ادا توهان لاءِ خط ڏنو آهي،“ منظور چند ڪاغذ حسين ڏانهن وڌائيندي چيو. ”اڄ جڏهن ساڻس ملڻ ويس تہ هي خط توهان لاءِ ڏنائين

۽ چيائين تہ سڀ ڪان پهرين اهو توهان تائين پهچايان.“
حسين هٿ وڌائي ڪاغذ منظور ڪان ورتا پر ڪجهہ ڳالهائي نہ سگهيوسندس نڙي خشڪ ٿي وئي هئي. حسين کي لڳو تہ هو ڳالهائيندو تہ روئي ويهندو سو بس چپ رهيو.
منظور خط ڏئي روانو ٿي ويو. حسين ڪيس ڪيتري دير تائين ويندو ڏسندو رهيو.
حسين بس سانت ڪيو صوفي تي ويٺو رهيو ۽ پنهنجي مٺ ۾ پڪوڙيل ڪاغذن کي نهاريندو رهيو. سندس همٿ جواب ڏئي وئي هئي. هو چاهيندي بہ اهي ڪاغذ کولي نہ پئي سگهيو.
کيس اندازو هو تہ پوليس جو تشدد سهندڙ انسان جي خط ۾ ڇا هوندو. انسانن جي پوليس هٿان تذليل ۽ روح تائين زخمي ڪندڙ تشدد هن ملڪ ۾ ڪو لڪل معاملو نہ آهي. وڏيرن ۽ فوج جي پنيرائيءَ سان خلق خدا سان پوليس جيڪي جنيون ڪندي آهي، اهي ڪنهن مهذب انساني معاشري جو وهنوار نہ پر اوائلي حيواني دور جو وهنوار لڳنديون آهن.
حسين کي خط پڙهڻ جي اڻ تڻ پڻ هئي، پر هو ان کي کولڻ کان ڊنل بہ هو. آخر هن پاڻ کي خط کولڻ لاءِ راضي ڪيو ۽ پنل اکين سان پڙهڻ شروع ڪيائين.
” پيارا ساٿي حسين، جيئي سنڌ جيئي پورهيت عوام
شهر جي هن پوليس لاڪ اپ جي ننڍڙي ڪوٺڙي مان جڏهن توکي هي سٽون لکي رهيو آهيان تہ منهنجا هٿ ٿڙڪن پيا، اکيون سڄل آهن ۽ ويهي سگهڻ جي حالت ۾ نہ آهيان. خط توهان کي لاڪ اپ جي ٿڌي زمين تي پيٽ پر ليٽي پيو لکان. منهنجا چتڙ خون سان پريل آهن، مٿان ڪَل لهي وئي اٿن ۽ ڪنهن قيدي ساٿيءَ جي گوڏ ٻڌي ليٽيو پيو آهيان، جو شلوار خون ۾ لت پت ٿي وئي آ.
پيارا ساٿي، ڪالهہ مون کي گرفتاري نہ ڏيڻي هئي، ۽ توهان جنهن ساٿي ڪريم کي وٺي آيا هئا ان سان گڏ جمهوري تحريڪ جي وڏي جماعت جي هڪ ساٿي کي گرفتاري ڏيڻي هئي. پر ان جماعت جو ڪو همراهہ گرفتاريءَ لاءِ آيو ڪو نہ. ان ڪري ساٿين مون کان پڇيو تہ

توهان گرفتاريءَ لاءِ تيار آهيو ۽ مون ها ڪئي. پيارا ساٿي، معاف ڪجو مان توهان کي اڳوات ٻڌائي نہ سگهيس تہ آءَ گرفتاري ڏيڻ پيو وڃان. خير، توهان کي اهو تہ معلوم هوندو تہ جڏهن مون ۽ ڪريم گرفتاري ڏني ان وقت ڪن ماڻهن پوليس ۽ فوج جي گاڏين تي فائرنگ ڪئي. ان واقعي لاءِ نہ پاڻ تيار هئاسون ۽ نہ ئي انتظاميہ. سو ڏاڍي پڇ پڇان ٿي وئي هئي ۽ انتظاميہ ۾ پڻ افراتفري جو ماحول هو. پوليس اسان کي لتون، مڪون هڻندي سڌو فوجي ڇانوڻي وٺي وئي. مون کي ڇانوڻي پهچي اندازو تہ ٿي ويو هو تہ سرڪار ڏاڍي ناراض آ ۽ اسان تي تشدد ٿي سگهي ٿو. پر مون پاڻ کي دلاسو ڏنو تہ متان صرف پڇا ڳاڇا لاءِ ڇانوڻي وٺي آيا هجن. ساٿي ڪريم ڏاڍو مايوس پئي لڳو. مون کيس همٿ ٻڌرائي، کيس چيو تہ انقلابي ۽ جمهوري تحريڪن ۾ گرميون سختيون اينديون آهن، ۽ پاڻ هر حالت جو مقابلو ڪنداسون. ساٿي ڪريم چيو تہ مون همٿ نہ هاري آ. پر سندس تاثرن مان لڳو پئي تہ هو ڪافي ڊنل آ.

اسان کي ڇانوڻي جي لاڪ اپ ۾ بند ڪري فوجي سپاهي هليا ويا پر ڪجهہ دير کان بعد ٻہ سپاهي آيا ۽ اسان کي لاڪ اپ مان ڪڍي، هڪ ڪمري ۾ وٺي ويا. جتي هڪ ميجر ويٺو هو. سندس چهري تي غضب جي ڪاوڙ هئي. اسان جيئن ئي اندر پهتاسون، ميجر رڙ ڪندي اسان جي سڄي قوم کي گار ڏيندي چيو تہ توهان سنڌي، هندن جا اولاد آهيو ۽ سمورن سوالن جو سچ سچ جواب نہ ڏنوَ تہ توهان ٻنهي جي چِتا کي هتي آفيس ۾ ساڙي ڇڏيندس.

سندس اهي جملا ٻڌي مون کان کل نڪري وئي، مون محسوس ڪيو تہ فوجي ميس ۾ شايد انڊين فلمون ڏسڻ کان سواءِ کيس ڪو ڪم ڪونهي. چيو مانس ميجر صاحب جي توهان کان تاريخ وسري وئي هجي تہ توهانکي ياد ڪرايان توهان سميت پاڪستان ۽ هندستان ۾ موجود لڳ ڀڳ سمورا انسان هندن جو ئي اولاد آهن ۽ سڀ بعد ۾ مسلمان ٿيا هئا ۽ جيڪڏهن سوال اهو هجي تہ پراڻو مسلمان ڪير آ تہ ان ۾ بہ منهنجا ابا ڏاڏا توهان جي ابن ڏاڏن کان پهرين مسلمان ٿيا هئا جو سنڌ باب الاسلام آ ۽ ننڍي کنڊ ۾ اسلام

هتان ڪان ئي ٻين هنڌن تائين پکڙيو آ.

منهنجا اهي جملا ٻڌي ميجر صاحب جو منهن صفا ڳاڙهو ٿي ويو. مون محسوس ڪيو ته ساٿي ڪريم جي نرڙ تي پگهر جون ٻوندون تري آيون هيون. مون جنهن وقت ميجر کي اهي جملا پئي چيا ته اوچتو منهنجي نظر ميجر جي ڪرسيءَ جي پويان پٽ تي لڳل محمد علي جناح جي تصوير تي پئي. "جناح صاحب ويچارو" مون سوچيو هنن فوجين کيس به شيرواني ۽ جناح ڪيپ ۾ قيد ڪري ڇڏيو آهي. هو هڪ جمهوريت پسند, سيڪيولر, آزاد خيالن جو انسان هو جن کي هنن اهڙو ته پڪو پاڪستاني سچو مسلمان ڪري ڇڏيو آ جو پاڻ به جي ويچارو پاڻ کي ڏسي ته جيڪر سڃاڻي نه سگهي."

"پاڪستان جي بانيءَ جا ابا ڏاڏا به مسلمان نه هئا" مون ميجر کي ٻڌايو. بس پوءِ ته سندس پارو آسمان تي پهچي ويو." بڪواس بند ڪر ڪتي جا پٽ, هو رڙ ڪندي اٿي بيهي رهيو ۽ به تي چماٽون منهنجي منهن تي وهائي ڪڍيائين. مان وڄي پٽ سان لڳس. وات ۾ خون جو گرم ذائقو محسوس ڪيم, ميجر ڪاوڙ ۾ ڏڪي رهيو هو سندس وات مان گف پئي ڳڙي, اکيون ڳاڙهيون, جهڙو رت جهڙيون ٿي ويون هئس ۽ کيس اپ ساهي لڳي وئي هئي. پگهر ۾ شل ٿي ويو هو. "تون ۽ توجهڙا انسان صرف جوتن جي زبان سمجهندا آهيو", ميجر ڏڪندڙ جسم ۽ آواز ۾ چيو. "توهان جهڙن جاهل ماڻهن سان ڳالهائڻ اجايو آ, صرف گوليءَ جو کاڄ بڻائڻ جي لائق آهيو. وٺي وڃو هنن کي انٽيروگيشن روم ۾" ميجر رڙ ڪندي حڪم ڏنو.

ٻه فوجي ڪمري ۾ داخل ٿيا ۽ ڪريم ۽ مون کي ڪنيي ميجر جي ڪمري مان ٻاهر وٺي آيا. اسان ٻنهي جا هٿ هٿڪڙين سان پويان ٻڌل هئا. فوجي اسان کي آفيسرن جي ڪمرن جي راهداري جي آخر ۾ پهچي ساڄي پاسي ڦريا جتان ٿورو ئي اڳيان هڪڙو دروازو هو جنهن تي هڪ وڏو تالو لڳل هو. فوجين تالو کولي دروازي کي کوليو ته پريان هڪڙي ڏاڪڻ هئي جيڪا هيٺ پئي وئي. مون سمجهي ورتو ته اها ڏاڪڻ تهه خاني جي ڏاڪڻ آهي ۽ هيٺ ضرور تارچر سيل يا اذيتن ڏيڻ وارو ڪمرو هوندو. ڪريم جي منهن تي سخت ڏک ۽ خوف

چانيل هو. مون کي لڳي پيو ته هو ويچارو بس چاڻ روئي ويٺو. مون ڪريم ڏانهن ڏسي مشڪيو پر مون کي محسوس ٿيو ته هو ڪوشش جي باوجود به مشڪي نه سگهيو. ساٿي ڪريم دل نه لاهجان؛ مون ڪيس آٿت ڏيندي چيو پر هن منهنجي ڳالهه ٻڌي اڻ ٻڌي ڪري ڇڏي. مون کي ٿورڙي پريشاني پئي ٿئي ته اجا ته مٿس ڪو تشدد ئي نه ٿيو آهي ته سندس اها حالت آ. جي فوجين مٿس تشدد ڪيو ته پوءِ هو ويچارو ڪيئن منهن ڏيندو؟ مون اجا اهو ئي سوچيو پئي جو فوجي اسان کي هيٺ تهه خاني ۾ وٺي آيا جتي روشني نالي ماتر هئي ۽ سم ۽ ڪلر جي بوءِ سان گڏوگڏ پيشاب ۽ پائخاني جي ڌپ به هر طرف پکڙيل هئي. منهنجو ساهه ٻوساٽجڻ لڳو. خيال آيو ته ڪاش منهنجي سنگهڻ جي صلاحيت عارضي طور تي ختم ٿي وڃي ته جيڪر مان هن ڌپ جي عذاب کان بچي سگهان.

فوجي اسان کي تهه خاني ۾ نهيل هڪڙي ڪوٺيءَ ۾ وٺي آيا جتي گهپ اوندهه هئي. هڪڙي فوجيءَ ماچيس جي تيلي ٻاري بجلي جو بٽڻ ڳوليو ۽ بلب ٻاري ڇڏيو. به سو واٽ جو بلب ڪمري ۾ روشن ٿيو ته ڪمري جو ماحول آهستي آهستي واضح ٿيڻ لڳو. ڪمري جي وچ ۾ هڪ لوهي ڪرسي رکيل هئي جنهن تي ڪٽ چڙهي وئي هئي. ڪرسيءَ جي هٿن تي لوهي هٿڪڙيون لڳل هيون. ڪمري جي ڇت مان مختلف قسمن ۽ ماپن جون رسيون لڙڪي رهيون هيون جن سان لوهه ۽ ڪاٺيءَ جا مختلف اوزار ٻڌل هئا. اهي هٿڪڙيون ۽ ڏنبا پيڙيون پئي لڳيون. مون سوچيو انسان کي جڏهن انهن هٿڪڙين يا ڏنبا پيڙين سان ٻڌي مٿن تشدد ڪيو ويندو هوندو ته اذيت ڪيئن سهي سگهبي هوندي؟ يا ڏاڍ سهندڙ ماڻهو ڪيئن محسوس ڪندو هوندو يا ڪهڙي اها حد هوندي جڏهن انسان جو عزم جواب ڏئي ويندو هوندو ۽ هو ٽٽي پوندو هوندو؟ مون ڇت ۽ پٽين تي پکڙيل خون جا ڦوهارا ڏٺا. مون سوچيو اهي ڪهڙا انسان هوندا جن ٻين انسانن جي جسمن تي اهڙا ايذاءَ ڏنا هوندا جو هنن جي جسمن مان خون جا ڦوهارا نڪري هر طرف پکڙجي ويا هوندا. مون کي شيخ اياز وري ياد آيو. هن چيو هو "رت اڏي تان اڏيو سنڌ ڏسندي رهي، ماڪ ۾ مينڌرا ڪاڪ روئندي رهي." رت

سان رڳيل هي ديوارون ڏسي مون سوچيو جن انسانن جو هي رت اڏيو هوندو انهن اذيت ڏيندڙن جي سامهون ڇاڇا نه اعتراف ڪيو هوندو ۽ ڪهڙا نه راز اوڳاڇيا ڪيا هوندا؟

پر ان سوچ جي گهرائيءَ ماپڻ سان گڏ ئي مون کي ڪي جواب به ملڻ شروع ٿي ويا. هڪ راز مون تي به کليو اُن رات ڪان پهرين مون زباني ڪلامي ته ڪيترا دفعا اهو چيو هوندو پر اصل ۾ اهو راز منهنجي مٿان هن اونداهي ڪوٺيءَ ۾ ويٺي کليو ۽ اهو راز هو ته انسان جي عزم ڪان طاقتور دنيا جي ٻي ڪا طاقت ٿي نه ٿي سگهي. هي اذيتون، مارون، ڦٽڪا، گوليون، خون جا ڦوهارا سڀ انسان جي عزم جي سامهون بي معنيٰ ٿا ٿي وڃن. مون کي سمجهه ۾ اچڻ شروع ٿي ويو ته جن پنهنجي خون سان هنن ڀتين تي نقش چٽيا آهن انهن ڇا محسوس ڪيو هوندو. مون کي انهن پرعزم ماڻهن پاران اذيت ڏيندڙن تي ٿتولين جا آواز صاف ٻڌڻ ۾ پئي آيا.

ساٿي، هن اونداهي ۽ بدبودار ڪوٺيءَ ۾ ويٺي ويٺي هڪ نئين نور جنم ورتو. منهنجي اکين جي سامهون هڪ وڏو اوچو پرعزم ۽ مضبوط نور ابري آيو. ان نئين جنم جي احساس سان گڏ منهنجي ڇهري تي مشڪ تري آئي. مون کي ڏسي منهنجي پير ۾ ويٺل ڪريم به ڪجهه ڪجهه دل ٻڌڻ جي ڪوشش پئي ڪئي.

مون سندس هٿ پڪڙيو ۽ کيس چيو. ”ساٿي ڪريم لڳي ٿو ته پاڻ سان هتي ڪو چڱو ورتاءُ نه ڪيو ويندو. خبر ناهي ڪيترو وڙهن ۽ خبر ناهي ڪهڙيون اذيتون ڏين سو پاڻ کي مضبوط ٽيٽو پوندو. اهو ڏاڍ سهي به ساٿين ۽ تحريڪ جي باري ۾ فوجين کي ڪا به معلومات ڏيڻي ناهي.“ پر مون محسوس ڪيو ته ساٿي ڪريم منهنجي ڳالهه ٻڌي ته ضرور پر شايد هو ان سان سهمت نه پئي لڳو. ڇيائين ا دا نور مون کي ڪا خبر ته آهي ڪو نه. جي ٻڌائڻ به چاهيان ته ڇا ٻڌائيندس. هن چيو ته ڪوشش ڪري مضبوط ٿيندس ۽ کين ڪجهه نه ٻڌائيندس پر بيلي جي ٿتي پوان ته معاف ڪجو. مون سندس اکين ۾ ڏٺو جن ۾ ڳوڙها بس ڀنبٽين تي اٽڪيل هئا. مان خاموش رهيس. اڇا اسان جي خاموشيءَ کي چند منٽ ئي مس گذريا هوندا جو ساڳيو

ميجر، جنهن جي سيني تي لڳل نالي واري پٽيءَ تي سندس نالو عباس لکيل هو اذيت خاني ۾ داخل ٿيو. سندس پويان ٻه ٻيا فوجي سپاهي به داخل ٿيا. ”هنن ڪافرن کي ڪو عقل آيو؟“ ميجر داخل ٿيندي ئي اندر موجود سپاهين کان پڇيو جيڪي ڇڻ ننڊ مان سجاڳ ٿيا هئا ۽ سجاڳ ٿيندي ئي کين سلوٽ هڻڻ ياد آيو هو. ”سر- اسان ڪانئن اڃان ڪجهه ناهي پڇيو“ هڪ سپاهي جواب ڏنو.

”هنن حرامين کي هتي مهمان ڪري رهائڻو اٿو ڇا جو ڪجهه ناهي پڇيو.“ عباس رڙ ڪئي. سپاهي خاموش رهيا. ميجر اسان ڏانهن مخاطب ٿيو ”ڏسو! مان توهان سان اڃا تائين ڏاڍي شرافت سان پيش آيو آهيان. هاڻ جي ترت توهان پنهنجن ٻين غدارن جا نالا سندن ايڊريسون ۽ سندن ڏوهه نه ٻاسيا ته پوءِ ڇت ۾ اونڌو ڪري ٽنگيا ويندئو“.

”اسان جا ٻيا ڪي به ساٿي ڪونهن سو انهن جي ايڊريسن ۽ ڏوهن جو سوال ئي پيدا نه ٿو ٿئي.“ مون ميجر کي جواب ڏنو. ”بڪواس بند ڪر ڪوڙي جا پٽ“، هو وري ڳاڙهو ٿي ويو ”ڇا تنهنجو خيال آ ته آءٌ تنهنجي ان ڳالهه تي يقين ڪندس ته توهان جا ڪي به ساٿي ڪونهن ۽ هيءَ نام نهاد جمهوري تحريڪ پاڻمرادو پئي هلي ۽ سڄي صوبي ۾ ماڻهو پاڻ گهرن مان نڪري اچي ٿا گرفتاريون ڏين ۽ جلسا جلوس ڪڍن ۽ فوج تي گوليون هلائين؟“

”نه پاڻمرادو نه ٿي هلي“ مون کيس چيو. ”ملڪ جون ڪئي اهم سياسي جماعتون گڏجي، جمهوري اتحاد جوڙي هيءَ تحريڪ هلائي رهيون آهن ۽ انهن سياسي جماعتن جي اڳواڻن جي اپيل تي ماڻهو جلوس ٿا ڪڍن ۽ گرفتاريون ٿا ڏين. انهن سياسي جماعتن جي اڳواڻن جا نالا ۽ ايڊريسون توهان کي خبر آهن، پلي وڃي کين گرفتار ڪيو.“

ميجر اهو جواب ٻڌي ٻه ٽي وڏيون گاريون وهائي ڪڍيون ۽ سپاهين کي چيائين ته ”ٽنگيو هنن ڪتي جي پٽن کي.“

پوءِ ته بس مڪن، چماٽن ۾ لتن جو وسڪارو شروع ٿي ويو. مان وڃي منهن ڀر ڪريس ۽ منهنجي نڪ ۽ وات مان خون وهڻ لڳو. زمين تي پئي ئي مون پاسي ۾ ڏنو ته ڪريم سور ۾ ٻيڻو ٿي ويو هو ۽ ٻه فوجي سپاهي کيس ڳورن بوٽن سان ڪک ۾ ٺڏا هڻي رهيا هئا. منهنجي

اکين آڏو اونده اچي وئي. ڪجهه گهڙين لاءِ مون کي لڳو تہ آءٌ بي هوش ٿي ويو هوس. جڏهن ڪجهه هوش آيو تہ محسوس ڪيم تہ هو منهنجي ٻنهي پيرن کي رسيءَ سان ٻڌي رهيا هئا. اکيون کولي پاسي ۾ ڏٺم تہ ڪريم اُتي ڪو نہ هو. ڪنڌ ورايم تہ ڏٺم ڪريم ڇت ۾ ابتو لٽڪيو پئي. سندس بت بلڪل سانت هو. ڪا چرپر منجهس محسوس نہ پئي ٿي. "ايڏو سڪون!" مون سوچيو. "ڪو ابتو ٽنگيل ماڻهو ايڏو پرسڪون ڪيئن ٿو ٿي سگهي؟" ڪجهہ دير لاءِ خيال آيو تہ مري تہ نہ ويو آ؟ پر پوءِ ان خيال کي ڇڏي ڏنم. هاڻ ابتي ٽنگجڻ جو وارو منهنجو هو. منهنجون ٻئي ڄنگهون ٻڌي، ٻن سپاهين ڇت مان لڙڪندڙ رسيءَ جي ٻئي ڇيڙي کي ڇڪڻ شروع ڪيو ۽ جيئن جيئن هو رسي ڇڪيندا پئي ويا، منهنجو جسم هوا ۾ ڪڇندو پئي ويو. سور جي سٽ منهنجي سڄي جسم مان اڀري. منهنجي نڪ مان خون وهڻ تہ بند ٿي ويو هو پر نڪ جي ناليءَ ۾ خون ڄمي وڃڻ سبب ساهہ کڻڻ ڏکيو ٿي پيو هو. فوجي سپاهين جي ڪوشش سان هاڻ منهنجو جسم بہ ڪريم جي جسم سان گڏ لڙڪي رهيو هو.

ميجر عباس وڏي اچي منهنجي لڙڪندڙ وجود جي ويجهو بيٺو سندس چهرو منهنجي چهري جي ويجهو هو. هو مون کي ابتو بيٺل پئي محسوس ٿيو. مان سندس ويجهو هوا ۾ لڙڪي رهيو هوس. هن مون کي وارن کان جهليو ۽ چيو. "توکان وري بہ پڇان ٿو. جي نالا ۽ ايڊريسون شرافت سان نہ ٻڌايئي تہ پوءِ پنهنجي حياتي ۾ جسماني جوڙجڪ جي نقصان جو تون پاڻ ذميوار هوندين."

"ميجر صاحب نالو نور اٿم. سيوا منڊلي ۾ رهندو آهيان. پيءُ پرائمري ماستر آ ۽ هن همراهہ ڪريم سان گرفتاري واري هنڌ مليو آهيان، " ڪيس جواب ڏنم.

"حراميءَ جا پٽ،" هن مون کي وري گار ڏني. هاڻ تہ لڳي ٿو ڄڻ اهو ئي منهنجو نالو آ.

"مون تنهنجو نالو ۽ ايڊريس نہ پڇي آ. پنهنجي تنظيم جي لوڪل اڳواڻن جا نالا ٻڌاءِ انهن ماڻهن جا نالا ۽ ايڊريسون ٻڌاءِ جيڪي هن علائقي ۾ دهشت گردي تا منظم ڪن."

"اهڙا ڪي بہ ماڻهو ڪونهن، ۽ جي آهن بہ تہ آءُ ڪين نہ سڃاڻان."
ميجر منهنجو جواب ٻڌي ڳالهايو تہ نہ پر اسان جي پرسان بيٺل ڏنڊا بردار سپاهين ڏانهن نهاريو ۽ اڪين سان ئي ڪين ڪو پيغام ڏنائين. چئني سپاهين حڪم جي بجا آوري ڪندي اسان مٿان ڏنڊن سان حملو ڪري ڏنو. ڏنڊن جي وسڪاري سان سڄو جسم ائين پيو محسوس ٿئي جڻ گرم ٽانڊن مٿان رکيو ويو هجي. جسم جي جنهن عضوي تي ڏنڊو پئي لڳو تہ محسوس ائين پئي ٿيو جڻ ان عضوي ڪي ڪٽي ڌار ڪيو ويو هجي. صرف چند منٽن ۾ پوري جسم جو ڪو اهڙو حصو نہ رهيو هو جيڪو لڇندو نہ هجي. رت ٽيندڙيون ڪري نڪ، وات ۽ مٿي مان پئي وهيو. سلوار ۽ قميص خون ۾ آلا ٿي ويا هئا. مون تي بي هوشي طاري ٿيندي پئي وئي. انتهائي ڪمزوريءَ جو احساس غنودگيءَ جو سبب پئي بڻيو. بس بيهوش ٿيڻ کان ڪجهہ گهڙيون پهرين مون آخري ڀيرو ڪنڌ ورائي ساٿي ڪريم ڏانهن ڏٺو. سندس پيشانيءَ تان خون ٽمي، تهہ خاني جي بدبودار زمين ۾ جذب پئي ٿيو. هن هڪ لمحي لاءِ اکيون کوليون ۽ منهنجيون اکين بند ٿيڻ کان اول مون سندس اکين ۾ جهاتي پاتي. ساٿي ڪريم جي اکين ۾ هار نہ پريشاني هئي، نہ ڊپ ۽ نہ ئي مايوسي. سندس اکين ۾ هڪ گهري سانت هئي. اهڙي سانت جيڪا عزم مان جنم وٺندي آهي."
"مون کي هوش آيو تہ فوجي ٽرڪ ۾ پيو هوس، ۽ منهنجي پرسان ڪريم تقريبا بيهوش حالت ۾ ۽ سور ۾ پاهہ ڪنجهي پيو. ٽرڪ جي سيٽن تي فوجي سپاهي ويٺا هئا ۽ انهن مان ڪي سگريٽ پيا ويٺا ڇڪن تہ ڪي وري بي مطلب ٻاهر ويٺا نهارين. ڪريم ۽ مان فوجين جي پيرن ۾ ٽرڪ جي لوهي چادر تي سامان جي ڳنڍڙين جيان پيا هئا سون ۽ گاڏيءَ جي لوڏن سبب جسم تي لڳل زخم وڏيڪ لڇي رهيا هئا. خون ڄمي ويو هو ان ڪري وهي نہ پيو پر ان جي آلاڻ جسم، اکين ۽ وات ۾ اڃان محسوس پئي ٿي.
"ڪاڏي پيا وٺي وڃن اسان کي؟" مون سوچيو "ڇا وڌيڪ پڇا ڳاڇا لاءِ وڏي ڇانوڻي پيا منتقل ڪن يا وري شهر کان ٻاهر وٺي وڃي جعلي مقابلي ۾ ماري ڇڏيندا؟" پر منهنجا انومان غلط ثابت ٿيا ۽

فوجي ٽرڪ اچي شهر جي پوليس ٿاڻي ٻاهران بيٺي.
فوجين اسان کي ڄنگهن ٻانهن کان ڪنيي ٽرڪ مان هيٺ لاٿو ۽ ڪٽي اچي ٿاڻي جي لاڪ اپ ۾ بند ڪيو. لاڪ اپ ۾ ڪيترا ٻيا قيدي بہ موجود هئا. جن اسان جي اها حالت ڏسي اسان کي سهارو ڏنو ۽ جاءِ ڪري اسان کي ليٽايو. مان ۽ ڪريم اڌ غنودگي ۽ اڌ سجاڳي جي حالت ۾ هئاسون. لاڪ اپ ۾ ڪنهن اچي اسان کي پاڻي پياريو تہ وري ڪنهن ڪپڙو آلو ڪري اسان جي زخمن تي رکيو. جهٽ پل لاءِ غنودگي طاري ٿي وئي. ساڻي، هن حالت ۾ مون کي امان ڏاڍي ياد آئي. مان پاڻ کي انن سالن جو ڇوڪرو محسوس ڪيو ۽ ياد آيو تہ ڪيئن اسڪول وڃڻ کان پهرين امان پنهنجن هٿن سان مکڻ ۽ ماني کارائيندي هئي ۽ گهران نڪرڻ کان پهرين الائي ڪهڙيون ڪهڙيون دعائون پڙهي شوڪارا هڻندي هئي تہ جيئن مون کي ڪوڪوسو واءُ نہ لڳي. آءُ کلندو ڪڏندو گهران نڪري ويندو هوس. اهو منظر منهنجي زندگيءَ جو خوبصورت ترين منظر آ. اذيت جي هن گهڙيءَ ۾ بہ ماءُ جي محبت جي ڇهاءُ منهنجي تڪليف گهٽ پئي ڪئي. منهنجو اهو منظر گهڻي دير تائين هلي نہ سگهيو جو هڪ پوليس واري اچي مون کي غنودگيءَ مان سجاڳ ڪيو ۽ چيو تہ ايس ايڇ او صاحب وٽ تنهنجي پيشي آ.
لاڪ اپ ۾ بند قيدين مون کي وري سهارو ڏئي اٿاريو ۽ پوليس جي ٻن سپاهين بغلن کان ڪنيي اچي ايس ايڇ او جانب جي ڪمري ۾ ويهاريو. ڪمري ۾ ايس ايڇ او کان علاوه ميجر عباس پڻ موجود هو.
جانب مون ڏانهن ڏسي، پنهنجي چهري تي پريشاني جا آثار آڻيندي چيو ”نور ڇو تو پاڻ تي ظلم ڪرين بابا؟ اڙي ميجر صاحب جيڪو توکان پڇي تو ڪٽي ڪيس ٻڌاءِ. ڇو تو جوانيءَ ۾ مارون کائي معذور ٿين؟“
”سائين مان ڇا ٻڌايان؟“ مون جانب کي چيو. ”جنهن شئي جو مون کي علم ڪونهي ان جي باري ۾ ڇا ٻڌايان؟“
”ڏس ڏاهو ٿي، سچي ڪر، پوليس جي مار ڏاڍي خراب آ.“
”سائين جي ڪا خبر هجي ها تہ ضرور توهان کي ٻڌايان ها.“ مون

ڪيس جواب ڏنو.

"ايس ايڇ او صاحب هن مادر چوت سان ڳالهين ۾ وقت وڃائڻ اجايو آهي." ميجر عباس، جانب سان مخاطب ٿيندي چيو، "آءٌ هي توهان جي حوالي ڪري ٿو وڃان سياٽي تائين مون کي سچي معلومات گهرجي. توهان کي جيڪي وٽي طريقو استعمال ڪيو." ميجر عباس پنهنجو فرمان جاري ڪري اٿي بينو ۽ ٽاٽي مان روانو ٿي ويو. جانب ٽڙندو ٽاٻڙندو ميجر عباس جي پويان پويان ڪيس ٻاهر تائين ڇڏڻ ويو ۽ جڏهن واپس آيو ته ڪيس پوري طرح اندازو هو ته سندس ٽاٽي تان بدلي ان صورت ۾ ٿي رڪجي سگهي ٿي جڏهن هو مون کان سڀ ڪجهه سچ سچ ٻاسرائي وٺندو.

"نور صاحب ڇا ارادا آهن سڀ ڪجهه ٻاسبو يا پنهنجو ۽ اسان جو وڏيڪ وقت وڃائيندين؟" ايس ايڇ او جانب طنزيه انداز ۾ منهنجين اکين ۾ اکيون وجهي سوال ڪيو.

"مان ته ڪنهن جو وقت نٿو وڃائڻ چاهيان، پر مون وٽ توهان کي ٻڌائڻ لاءِ ڪجهه به ڪونهي."

"بڪواس. اڙي پوليس وارن کي سڀ خبر پوندي آهي ته ڪير ڪوڙو آ ۽ ڪير سچو آ، تون سراسر ڪوڙ پيو ڳالهائين."

"ايس ايڇ او صاحب مان بلڪل ڪوڙ نه پيو ڳالهايان. مون کي ڪا خبر ڪونهي ۽ توهان جي چواڻي جي پوليس وارن کي سڀ خبر پوندي آهي ته پوءِ توهان ئي ميجر عباس کي سندس بي وقوف سوالن جا جواب ڏيو."

منهنجي ان جواب تي ايس ايڇ او جانب سخت طيش ۾ اچي ويو. هن رڙ ڪري ٻن چئن سپاهين کي سڏ ڪيو. رات جي هن گهڙيءَ ۾ سندس سپاهي به ننڊاکڙا هئا. جن اچڻ ۾ به ٽي منٽ لڳايا ۽ پوءِ اکيون مهٽيندا، ٽوپيون، بيلٽ ۽ پنهنجون قميصون ٺيڪ ڪندا ايس ايڇ او جي ڪمري ۾ داخل ٿيا. ۽ جيتري دير ۾ سپاهي سجاڳ ٿي پهتا، جانب ڪچين گارين ۾ فصاحت ۽ بلاغت جا درياهه وهائي ڇڏيا.

"اڙي هي ڪتي جو پٽ سمجهي ٿو ته اسان چوتيا آهيون، هن جي بڪواس سمجهي نٿا سگهون. به اکر ڇا پڙهي ٿا وڃن هنن لوسين جو

دماغ ئي خراب ٿيو وڃي،" جانب سڄي ڪٿا واٽرن سپاهين جي سامهون بيان ڪري چڏي جيڪي ڪڏهن جانب ڏي پيا نهارين ته ڪڏهن مون ڏانهن.

جانب سپاهين جي واٽرپ ڏسي کين پٺي گار ڏني ۽ چيو ته "نياڳا هن گڏهه کي ٽرڊ ڊگري ڪري سڀ ڪجهه باسرايوس وٺي وڃو هن کي هتان." سپاهين کي ڪجهه سمجهه ۾ آيو ڪجهه نه. پر هو مون کي ڇڪيندا، پٽيندا، چماٽون هڻندا ايس ايچ او جي ڪمري کان ٻاهر گهلي آيا. مون به کين گاريون ڏنيون جنهن تي هنن جي ٺونشن جو وسڪارو اچان تيز ٿي ويو.

هو مون کي ڪٽيندا ٽاٽي جي پاسي ۾ نهيل هڪ ڪوٺيءَ ۾ وٺي آيا. هن ڪوٺڙيءَ ۾ عجيب طرح جي بوءِ هر طرف پکڙيل هئي. اهڙي بوءِ جنهن کي آءٌ ڪو نانءُ ته نه ٿو ڏئي سگهان پر اهڙي هئي جنهن کي سنگهي انسان کي قبر جو گمان ٿئي.

"اڙي لاهه سلوار ڪتي جا پٽ، باوردي سپاهين تي هٿ ٿو کڻين!" هڪڙي سپاهي مون کي چماٽ هڻندي حڪم ڏنو.

مون سپاهيءَ جي حڪم جي تعميل ڪرڻ مناسب نه سمجهيو سو چپ چاپ بيٺو رهيس. مون کي هن وقت اهو اطمينان محسوس ٿيو ته گهٽ ۾ گهٽ هينئر ڪريم تي تشدد نه پيو ٿئي. "اڙي هن نواب جي سلوار لاهيوس،" سپاهي هاڻ پنهنجن ٻين سپاهين کي حڪم ڏنو جيڪي شايد ڪانئس رئينڪ ۾ گهٽ هئا. ٻن سپاهين اچي مون کي ٻانهن کان پڪڙيو. جڏهن ته ٽئين سٽ ڏئي منهنجي سوار لاهي ڇڏي. منهنجون ڄنگهون ڪمزوري ۽ سور سبب ٿڙڪي رهيون هيون ۽ غنودگي طاري ٿيندي پئي وئي. پر ساٿي اڄ ايترو تشدد برداشت ڪرڻ کان بعد مون کي ڀهريون پيرو احساس ٿيو ته انسان جي سهپ جي صلاحيت جو ڪو انت ڪونهي. انسان جيڪڏهن اندر ۾ ارڏي ٿيڻ جو پڪو فيصلو ڪري ورتو ته پوءِ ڪيس تشدد سان جهڪائڻ يا ٽوڙڻ ناممڪن آهي. ٻن سپاهين منهنجا هٿ پير سوگها ڪري ڪوٺڙيءَ جي وچ تي پيل ٽيبل تي ليٽائي ڇڏيو جڏهن ته ٽيون سپاهي چمڙي جو نهيل هڪ ننڍڙو هنٽر کڻي آيو جنهن کي "سچو پٽر" پيا چون.

”اڙي هنن سچوپتر وڏن وڏن چورن ڊاڙيلن کي سڏو ڪري ڇڏيو
تون ڇاهين سنگل پاسري؟“ سچو پتر واري همراهہ پاڻ پڌائيندي چيو
”هاڻ سڀ سچ سچ ٻڌاءِ“
”ڇا ٻڌايان؟“ مون ڪانئس پڇيو.
”جيڪو ايس ايچ او صاحب پڇڻ پيو چاهي،“ سپاهي چيو.
”مون کان تہ ايس ايچ او صاحب ڪجھہ پڇيو ئي ڪو نہ هو“ مون
کين جواب ڏنو. جواب ٻڌي چارئي سپاهي واٽڙا ٿي بيهي رهيا.
”اڙي نيازي، جانب صاحب کان پڇي اچ تہ هن نموني کان ڇا
باسرائڻو آ“ سينيئر سپاهيءَ ٻئي همراهہ کي هدايت جاري ڪئي.
نيازي نالي هي سپاهي ٻڌتر ۾ هو. ڪيس سمجھہ ۾ نہ پيو اچي تہ ڪيئن
ايس ايچ او صاحب کان وري پڇڻ وڃي. دل ٻڌي آخر هو ايس ايچ او
کان پڇڻ لاءِ روانو ٿيو. آءٌ اجان ٽيبل تي اوگھاڙو، منهن ڀر ليٽيو پيو
هوس ۽ هن ٿوري جهٽ ۾ بہ جڏهن منهنجي جسم تي تشدد نہ پئي ٿيو
مون کي آرام جو احساس پئي ٿيو ۽ مورڳو ننڊ پئي آئي. خبر ناهي تہ
اها ننڊ هئي يا بيهوشي، اوچتو ڪوٺڙيءَ جو در انتهائي زور سان کليو.
اهڙو جو مون کي محسوس ٿيو تہ دروازو پنهنجين انجيسن مان نڪري
آيو هوندو. ساڻ ئي جانب پنهنجي عملي کي گاريون ڏيندي داخل ٿيو ۽
سندس پويان نيازيءَ جي سائين جي سائين ڪندو داخل ٿيو. ”اڙي
حرامي توهان کي دماغ آهي يا مٽي ۾ ميجالي جي جاءِ تي گنھہ ڀريل
اٿو؟“ جانب گجگوڙ ڪئي ”هڪ معمولي ڇوري کان بہ ڪجھہ
باسرائي نٿا سگھو؟“
”پر سائين ڇا باسرائيون؟ توهان ڪجھہ ٻڌايوئي ڪونهي.“
سپاهي ڏاڍي آهستگيءَ سان جواب ڏنو. جانب ڏانهنس مخاطب ٿيندي
چيو ”جمعدار سبحان هن کان پڇي ڏيو تہ جمهوري تحريڪ جي
قيادت ڪير ٿا ڪن، ڪٿان ٿي تحريڪ هلي ۽ کين پئسا ڪير ٿو
ڏي؟“ جانب ڪجھہ ٿڌو ٿيندي چيو.
”سائين مٺا ائين ڇئو نہ،“ جمعدار سبحان ايفيشنٽ ٿيندي جواب
ڏنو ”هاڻي ٿا سڀ ڪجھہ باسرايونس، توهان هلي آرام ڪيو.“ جانب
پڙ پڙ ڪندو ڪوٺڙيءَ مان نڪري ويو. جمعدار سبحان هاڻ پنهنجو

ڏيان مون ڏانهن ڏنو ۽ پنهنجي آواز ۾ رعب پيدا ڪندي چيو "اڙي سڀ ڪجهه سچي ڪر. هي تحريڪ ڪير پيا هلائين ۽ انهن جون ايڊريسون ۽ ٺڪاڻا ڪهڙا آهن؟ جلدي ٻڌاءِ نہ تہ اج صفا اقٽ ماري ڇڏيندا سون ئي."

مان هنن جي ساڳي ساڳي بڪواس ٻڌي تنگ ٿي ويو هوس. سو جواب ڏنو مان تہ "بابا اهڙا چوتيا سوال بند ڪيو ۽ جيڪا مار ڏيڻي اٿو ڏئي جان ڇڏايو. اجايو ويٺا دهمان ٻڌو."

ساٿي، منهنجي اِن جواب کان بعد پوليس وارن منهنجن چتڙن تي سچو پترن جو وسڪارو شروع ڪري ڏنو. پهرين پنجن ستن ڌڪن تي جان ڏاريندڙ سور ٿيو. هر ڌڪ سان محسوس پئي ٿيو تہ چتڙ تان کلہ پتجي پئي آئي پر پوءِ منهنجو هيٺيون جسم پوري طرح سُن ٿي ويو. چيلهہ کان هيٺ جي جسم جو احساس بہ مري ويو. مون کي ياد ناهي پوءِ هو ڪيتري دير تائين منهنجي متان سچو وسائيندا رهيا. مان هڪ ڀيرو وري بي هوش ٿيندو پئي ويس. پر مڪمل بي هوشي طاري ٿيڻ کان پهرين مون کي اها پريشاني تنگ ڪرڻ لڳي تہ ڇا هن تشدد سبب مان مڙسيءَ کان تہ نہ وهجي ويندس؟



پيارا ساٿي، جڏهن ٻيهر هوش آيو تہ مان چاوڙيءَ ۾ اونڌي منهہ ستو پيو هوس. ٿورو پرپرو ڪريم بہ ليٽيو پيو هو. صبح جي هلڪي هلڪي روشني ظاهر ٿيڻ شروع ٿي هئي. جسم سور ۾ تڙپي رهيو هو. رات ڪنهن وقت جڏهن پوليس وارا ماري ماري ٿڪجي پيا هئا تہ اچي، چاوڙيءَ ۾ ڦتو ڪري ويا هئا. جتي ٻين باندين اسان جا خون ۾ ٻڏل ڪپڙا لاهي پنهنجا ڪپڙا پهرايا ۽ اسان جا زخم پاڻيءَ سان صاف ڪيا هئا. هيءَ رات هڪ پوائتي خواب جيان هئي، ان جا نقش شايد سڄي زندگي منهنجي ذهن ۽ جسم تي هڪ داغ وانگر رهندا. ساٿي، هن ڏکي گهڙيءَ ۾ مون توکي ڏاڍو ياد ڪيو ۽ جي ٿي سگهي تہ اچي مون

وٺان ٿي وڃ، تنهنجو نور“.

نور جو خط پڙهندي حسين جون اکيون پرجي آيون. سندس آواز بند ٿي ويو ۽ نڙيءَ ۾ ڇڄڻ ڪا شئي اٽڪي پئي هئس. هو بي وسيءَ جي حالت ۾ خالي نظرن سان ڪيتري دير پنهنجي ڪمري جي ڀتين کي گهوريندو رهيو. ڪيس سمجهه ۾ نہ پئي آيو تہ ڇا ڪري. هن کي عجيب عجيب خيال ذهن ۾ اڀرڻ لڳا. سندس دل پئي چوي تہ زور زور سان رڙيون ڪري، پر هو رڙيون ڪرڻ جي بہ سگهہ نہ پيو محسوس ڪري. حسين کي نور ۽ ڪريم جا بدن پنهنجي ڪمري ۾ لڙڪندي نظر آيا. سندن ٽمندڙ خون پنهنجي اکين مان وهندي محسوس ڪيائين.

حسين پنهنجي قميص سان پنهنجا ڳوڙها صاف ڪري ڇڏيا. پر ڳوڙهن جو رنگ ڳاڙهو نہ هو. حسين کي پنهنجي بي وسيءَ تي سخت ڪاوڙ پئي آئي. ”نہ! آءُ بي وس نہ آهيان“، حسين سوچيو ”اسان بي وس نہ آهيون، اسان طاقتور آهيون. نور ۽ ڪريم طاقتور آهن. بي وس اهي آهن جيڪي سمورين طاقتن ۽ ڏاڍائين جي باوجود نور ۽ ڪريم جي عزم جي سامهون بي وس آهن.“

حسين کي انهن سوچن طاقت ڏني. هن جي ڳالهائڻ جي سگهہ موٽي آئي ۽ هاڻ چٽيءَ طرح سوچڻ لڳو.

حسين تڙ تڪڙ ۾ تيار ٿيو ۽ گهر مان ڪري پوليس ٿاڻي ڏانهن روانو ٿي ويو. هو جلد از جلد ٿاڻي تي پهچي نور ۽ ڪريم جو حال معلوم ڪرڻ پيو چاهي. ٿاڻي کان ڪجهہ فاصلي تي بيهي حسين پهرين صورتحال جو جائزو ورتو. ٿاڻي جي عمارت کان حسين کي سدائين خوف محسوس ٿيندو هو. ٿاڻي جو ماحول، ٿاڻي جي بوءِ، ٿاڻي تي ويٺل پوليس وارا، ماڻهن جا ڇيڇلائيندڙ چهرا، پوليس وارن جا ملعون بوٽ، سگريٽن جا سوٽا، قيدين جي ڏتڙيل حالت، سڀ ڪجهہ هن کي ڏيڇاريندڙ لڳندو هو. پر اڄ حسين انهن مان ڪنهن شيءِ کان ڊنل نہ هو. نور جي خط حسين کي هڪ نئين بهادري ڏني هئي.

هن ڏٺو تہ ٿاڻي تي اڄ معمول کان وڌيڪ رش هئي. ماڻهو آيا پئي ويا پئي ۽ ڇاوڙيءَ جي ٻاهران ڪيترا قيدي پنهنجن مٽن مائٽن ۽ دوستن سان ملاقات ڪري رهيا هئا.

حسين پڻ وڏندو ٿاڻي ۾ داخل ٿيو. اڃان هن هڪ قدم ٿاڻي جي حد ۾ داخل ڪيو ئي مس تہ ڪنهن ڪيس هڪل ڪئي. ”صاحب ڪاڏي ٿو وڃين؟“

حسين ڪنڌ ورائي ڏٺو تہ هڪ سپاهي ٿاڻي جي گيٽ جي پاسي ۾ ڪرسي تي ويٺو هو ۽ سندس هٿن ۾ ڪاغذ قلم هو.

”منهنجو هڪڙو ماڻٿ گرفتار ٿيو آ. ان سان ملڻ آيو آهيان.“ مون جواب ڏنو.

”ڪهڙو تنهنجو ماڻٿ. نالو ڇا اٿس؟“

”نور سائين“

”نورا اڙي اهو تہ دهشت گرد آ.“

نہ سائين هو ويچارو تہ پرائمري ماستر جو پٽ آ.“

”چڱو چڱو مون کي سبق نہ پڙهاءِ. ملاقات بند آ.“

”پر سائين هي ٻيا ماڻهو تہ ملن پيا.“

”سائو هلائي جي ملاقات ڪرڻي اٿي.“

”سائو؟ سائو ڇا هي سائين؟“

”سائو قائداعظم“

”سائو قائداعظم؟ سائين توهان جي ڳالهہ سمجهہ ۾ نہ ٿي اچي صاف ٻڌايو ڇا ٿا چوڻ چاهيو؟“

”اڙي ڪهڙي جهان ۾ رهندو آهين؟ سائي جي بہ خبر نہ اٿئي. سائو قائداعظم معنيٰ ڏهين جو نوٽ“

”حسين کي هاڻ پوليس واري جي ڳالهہ سمجهہ ۾ آئي. هن پنهنجن کيسن ۾ هٿ وجهي ڳولها ڦولها ڪئي پر سندس کيسي مان رڳو اٺ رپيا ئي نڪتا.

”سائين مون وٽ اٺ رپيا ئي آهن. ڏهہ ڪونهن. منهنجي ملاقات ضروري آ. جي ڪرائين تہ توهان جي مهرباني ٿيندي“ حسين ڏاڍي نوڙت سان پوليس واري کي عرض ڪيو.

”اڙي جي کيسي ۾ پئسو ڪونهيوَ تہ پوءِ ملاقاتن لاءِ ڇوٽا سيڙجي نڪرو؟“ سپاهي ناراض ٿيندي چيو ”هاڻ اورتي ڪر پئسا ۽ جلدي ملاقات ڪري هل.“

حسين کي ملاقات جي اجازت ملي تہ هو جلدي ٽاٽي ۾ داخل ٿي ويو ۽ سڌو وڃي چاوڙيءَ جي گيٽ تي بيٺو. اندران پيشاب ۽ پگهر جي سخت بوءِ پئي آئي. پهرين نظر ۾ هن کي لڳو ڄڻ هو جانورن جي پڃري جي ٻاهران بيٺو هجي. اندر هڪ انتهائي سوڙهي ڪوٺيءَ ۾ ويهارو کن ماڻهو ڏاڍي بي درديءَ سان واڙيا پيا هئا. اونداهي ڪوٺيءَ ۾ حسين کي نور ۽ ڪريم تہ نظر ئي نہ آيا. هن چاوڙيءَ جي شيخن واري دروازي وٽ پهچي پڇيو تہ نور اندر آهي؟ اندران ڪنهن قيدي رڙ ڪري چيو "ها پيائو آهي هڪڙو منٿ ترس." حسين غور سان اندر جهاتي پاتي. اندر قيدين ۾ چرپر ٿيڻ شروع ٿي. ڪي قيدي جيڪي شيخن جي ويجهو ويهي ٻاهر جي هوا جهٽي رهيا هئا انهن جاءِ خالي ڪئي، پريان وڏيڪ چرپر ٿي ۽ پوءِ حسين جيڪو منظر ڏٺو ان سندس جسم ڪانڊاري چڏيو.

هن ڏٺو تہ نور جو بدن اگهاڙو هو. ڪيس هڪ ننڍڙو انگوشو ٻڌل هو. جسم تي بي شمار ڳاڙها ۽ نيرا نشان هئس. چپ ڦاٽل، اکيون سوڄ جي ڪري بلڪل نظر نہ پئي آيس ۽ وار خون ڄمي وڃڻ سبب سندس مٿي سان چنبڙي ويا هئا. هو هڪ زخمي شينهن وانگر ٻانبڙا پائيندو اچي شيخن تائين پهتو.

حسين بلڪل بي سڌ، واٽڙين اکين سان نور کي ڏسندو رهيو نور شيخن وٽ پهچي پنهنجا هٿ شيخن ۾ وڌا ۽ پوءِ آهستي آهستي ٽڙڪندڙ ڄنگهن ۽ ڪنبدڙ ٻانهن سان پنهنجن ٻڳل پيرن تي اُٺي بيٺو.

نور جي اٿي بيهڻ کان پوءِ حسين ڪيس پهريون پيرو غور سان ڏٺو سندن نظرون مليون ۽ سڄل منهن، ڌري گهٽ بند اکين، ڳاڙهن ۽ نيرن نشانن جي پويان حسين کي نور جي چهري تي عجيب مرڪ نظر آئي. اهڙي مرڪ جنهن هزارين لفظ ڳالهايا. جنهن سوين سنيها ڏنا. حسين ان مرڪ کي ڪو نانءُ ڏيڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هو. اهڙو نانءُ جيڪو ان مرڪ جي شايان شان هجي. "فاتح، مرڪ." اوچتو حسين کي پنهنجي ڳولها جي منزل ملي. "ها _ اها فاتح مرڪ هئي. اهڙي مرڪ جيڪا سوين ڪوٽن کي نيست و نابود ڪرڻ جي سگهہ رکي

تي. جيڪا بي وسي ۾ بہ ظلم کي بي وس ڪري ڇڏي فاتح مرڪ“.

حسين ۽ نور شيخن جي ٻنهي پاسي بيٺا هڪ ٻئي کي ڏسندا رهيا. حسين کي سمجهہ ۾ نہ پئي آيو تہ نور سان ڇا ڳالهائي. ڳالهہ ڪٿان شروع ڪري، ڪيئن ڪانئس پڇي تہ هو ڪيئن آهي؟ ”ساٿي فڪر جي ڪا ڳالهہ ڪونهي“. آخر نور آهستي آهستي ٽٽل اکرن سان ڳالهايو. ”ٻاهر ساٿين کي چئجو تہ جدوجهد جاري رکن. کين چئجو تہ اسان ٺيڪ آهيون. ہہ چار ڏينهن ٽاٽي جو عذاب هوندو. پوءِ جيل اماڻي ڇڏيندا. جتي حالتون بهتر آهن ۽ اتي سوين ساٿي ۽ ٻيا ڪارڪن گڏ هوندا.“

حسين ڪيس ڪو جواب ڏئي نہ سگهيو. پنهنجا هٿ نور جي هٿن تي رکيائين، جيڪي شيخن کي پڪڙي بيٺا هئا. حسين ساڻس ڪوڙ ڳالهيون ڪرڻ پئي چاهيون، پر هو ڪجهہ چئي نہ سگهيو. هن فقط نور جي اکين ۾ نهاريو. نور جي هٿن کي پنهنجن هٿن سان مضبوط جهليائين ۽ واپس ورڻ کان پهرين فقط هڪڙو جملو چيائين ”نور پنهنجو خيال رکجانءِ.“



ياسمين جي اک وري ان وقت کلي جڏهن سندس ماءُ اچي دروازو کڙڪايو ۽ کيس چيو ”پٽ منجهند ٿي وئي آ. ماني تيار آ. اچي مانجهاندو ڪر.“ ياسمين ٺپ ڏئي اٿي ويٺي. کيس پشيماني پئي ٿئي تہ هن ماءُ کي چيو هو تہ اٿي ماني پچائيندي پر پوءِ ننڊ مان سجاڳ ئي نہ ٿي.

”امان اچان ٿي.“ ياسمين ماءُ کي وراڻيو.

ياسمين جو ڪمرو هميشہ ڏاڍي سليقي سان ٺهيل هوند آ. سندس ڪتابن جي الماڙي ۾ ادب ۽ سياست کان وٺي سائنس ۽ مذهبن جي ارتقا سميت ڪيترن موضوعن تي ڪتاب ڏاڍي طريقي سان رکيل هوندا آهن. سندس ڪمري ۾ هڪ ڪپڙن لٽن جي الماڙي ڪانسواءِ

هڪ ميز ڪرسي پڻ آهي. جنهن تي بہ ڪتاب ۽ لکيل، اڻ لکيل ڪاغذ پيل آهن.

ياسمين کي خيال آيو تہ اڄ هوءَ منجهند جي مانيءَ کان بعد، ڳوٺ ۾ تيل عورتن جي ميڙاڪي جي رپورٽ تيار ڪندي جنهن کان پوءِ هوءَ سائره سان ملندي. ياسمين کي دل ۾ اڻ تڻ هئي. هوءَ معلوم ڪرڻ پئي چاهي تہ حسين بابت سائره ڪيئن ٿي محسوس ڪري ۽ ڇا حسين بہ کيس پسند ڪري ٿو؟

خيالن جو اهو سلسلو ياسمين کي ڏاڍو تنگ پيو ڪري. هوءَ ان انداز ۾ سوچڻ نہ پئي چاهي ۽ سائره سان ملي ڪانئس حسين بابت معلوم ڪرڻ جو تصور کيس پاڻ کي ڪمتر ڪرڻ جي برابر پيو محسوس ٿئي. "نہ – آئون سائره سان ملنديس ضرور پر حسين بابت ڳالهہ نہ ڪنديس." ياسمين سوچيو "آءُ مريو توروئي ٿي وڃان حسين لاءِ جو پاڻ کي گهٽ ڪيان." ياسمين اهو سوچي ڪمري کان نڪري آئي ۽ رڌڻي ۾ وڃي ماءُ سان ڳالهيون ڪرڻ لڳي. "امان تو مون کي سوير ڇو ڪو نہ اٿاريو؟ مون توکي چيو هو تہ منجهند جي ماني مان پچائينديس." ياسمين ماءُ کان پڇيو.

"پٽ تون گهري ننڊ ۾ هُئين ۽ ٿڪل هُئين، سو سوچيم ڀلي ننڊ ڪري. ڀلا ماني پچائڻ ۾ ڪهڙي دير."

"چڱو ڀلا ٺيڪ آ، هاڻ ماني لڳايون ڇاڻ بابا، منظور ۽ نورين آيا."

ياسمين اهو چوندي پليٽون کڻي رڌڻي مان نڪري وئي ۽ وڃي دالي ۾ وڇايل دسترخوان تي رکيون. سندس ماءُ بہ ماني کڻي جهٽ ۾ اچي وئي. انهيءَ وچ ۾ ياسمين جو پيءُ ۽ ڀاءُ ڀيڻ پڻ اچي ويا ۽ سڀني گڏجي ماني کاڌي.

ياسمين مانجهاندي کان پوءِ تيار ٿي سائره جي گهر رواني ٿي وئي. سائره ۽ ياسمين جڏهن بہ ملنديون هيون ڏاڍي پيار سان ملنديون هيون پر انهن جي وچ ۾ بحث بہ ڏاڍا تيز ترار ٿيندا هئا. سندن وچ ۾ خاص طرح اختلاف جو سبب اهو هوندو هو جو ياسمين چاهيندي هئي تہ سائره تنظيمي ڪم ۾ سرگرم ٿئي، وڌيڪ گڏجاڻين ۾ اچي، ٻين عورتن سان ملي کين انقلاب ڏانهن راغب ڪري ۽ هار سينگار تي

گهڻ ڏيان ڏي. جڏهن تہ سائره کيس سمجهائيندي هئي تہ زندگي هڪ پيروتي ملي، ان جو پورو لطف وٺجي. تنظيمي ڪم بہ ضرور ڪجي پر هار سينگار بہ ضروري آ. سائره جو خيال هو تہ سڄو وقت رڳو اهڙي انقلاب جي نظر نٿو ڪري سگهجي جيڪو خبر ناهي اچي يا نہ اچي ۽ جي اچي بہ تہ الائي ڪڏهن. سو ڪهڙو فائدو جو پنهنجي زندگي وڃائي آخر ۾ پڇتائجي؟.

ٻئي سنگتياڻيون ننڍي هوندي کان گڏ گڏ رهيون آهن. پرائمري اسڪول کان وٺي گڏ ۽ ٻنهي جي وچ ۾ ننڍڙا ننڍڙا اختلاف بہ سدائين رهيا آهن. پر هاڻ ڳالهہ ڪجهہ مختلف هئي. هاڻ ڳالهہ هئي پيار جي. ياسمين جي دل ۾ حسين لاءِ الاهي پيار هو ۽ هوءَ سمجهي پئي تہ حسين بہ کيس پسند ڪري ٿو پر سائره الائي ڪٿان وچ ۾ اچي وئي هئي. ياسمين کي خوف هو تہ متان سائره ناز نخرن ۽ ادائن سان حسين کي موهي نہ وٺي. هيءَ اها لڙائي هئي جيڪا ياسمين هارائڻ نہ پئي چاهي. هن ٻوڙ ۾ شڪست سندس انا کي ڏاڍو ڌڪ رسائيندي. محبت انسان کان اهڙا ڪم ڪرائيندي آهي جيڪي عام حالتن ۾ ڪندي جيڪر انسان کي ڏاڍو معيوب لڳن. پر پوءِ بہ ياسمين جون ڪي اخلاقي حدون هيون جيڪي هن جي خيال ۾ هوءَ اورانگهي نہ سگهندي.

ياسمين جڏهن سائره جي گهر پهتي تہ کيس سائره جي ماءُ ٻڌايو تہ هوءَ پنهنجي ڪمري ۾ آهي. ياسمين سندس ڪمري ۾ داخل ٿي تہ ان وقت سائره آئيني جي سامهون بيٺي ڊانس پئي ڪيو ۽ ٽيپ رڪارڊ تي گانا پئي هليا. هميشہ جيان سائره خوش ۽ خوبصورت پئي لڳي. سندس ڪمري ۾ خوشبوئن جو واسو هو ۽ هوءَ تنگ ڪپڙن ۽ الجهيل وارن سان ڏاڍي دلڪش پئي لڳي.

گاني جي ڌن تي ڊانس جا اسٽيپ کڻندي سائره پڇيو "ياسمين ڪيئن آهين؟

"آءُ ٺيڪ آهيان. تون ٻڌاءِ ڇا پيو ٿئي؟"

يار آءُ ڏاڍي مزي ۾ آهيان، خوش آهيان ۽ ڏسين پئي ڊانس پيو ٿئي. اڄ ياسمين تون بہ شريڪ ٿي وڃ." سائره کيس دعوت ڏيندي چيو.

"ادي ڊانس مون کان پڇي ڪو نہ. هاڻ اهو مڇيءَ وانگر ٽڙڪڻ بند ڪر ۽ اچي ويهہ تہ ڳالهيون ڪيون."

سائره وڃي ڪيسٽ پليئر بند ڪيو ۽ اچي ياسمين جي سامهون ڪرسيءَ تي ويٺي. شوخ نظرون ۽ شرارتي مرڪ چپن تي آڻيندي ياسمين کي چيو "چڱو يلا بند ڪيوسون ٽڙڪڻ هاڻ ٻڌاءِ ڪهڙيون خبرون چارون آهن؟"

"خبر چار خبر آهي، توسان ڪجهہ ڏينهن کان ملي ڪو نہ هئس سوچيم تہ توسان ملي اچان ۽ توکي جمعي تي ٿيندڙ گڏجاڻيءَ جي دعوت پڻ ڏيان." ياسمين چيو.

"اڇا_ جمعي تہ گڏجاڻي آ. مان ڪوشش ڪنديس تہ اچان." سائره چيو.

"ڪوشش نہ، توکي اچڻو پوندو. تون نٽائي تي وڃين."

"اڇا بابا اينديس."

"يلا اڄڪلهہ پڙهي ڇا پئين؟" ياسمين ڪانئس پڇيو.

"ياسمين آءُ پڙهان پئي بانو قدسيہ جو "راجہ گِدّ"

"سائره وري اهي رومانوي اجايا ڪتاب پڙهڻ شروع ڪيا اٿئي. مون جيڪا توکي هوچي منهہ جي ڪهاڻي ڏني هئي اها نہ پڙهيئي ڇا؟"

"هوچي منهہ جي ڪهاڻي بور ڪندڙ هئي، ڇري تون راجہ گِدّ پڙهي تہ ڏس. سيميءَ جو ڪردار تہ پڙهہ. بانو قدسيہ ڪمال جو ڪردار تخليق ڪيو آ."

"ها اهو ڪردار تخليق ٿي آهي، هڪ تخيل آهي. حقيقت نہ آهي. هوچي منهہ حقيقت آهي ۽ اها حقيقت ٿي اسان جي آجپي جي راهہ ڏيندي" ياسمين ٿورو خفي ٿيندي چيو.

" ڏس تون ناراض نہ ٿي. مون هوچي منهہ جي ڪهاڻي پڙهي پوري ڪئي هئي پوءِ راجہ گِدّ شروع ڪيو. مون کي خبر آ تہ هوچي منهہ ڪهڙين سخت حالتن ۾ انقلاب جي قيادت ڪئي، پر يار ادب بہ تہ انسان جي آجپي لاءِ اهم آهي نہ؟ جيئن هوچي منهہ جي ڪهاڻي اسان کي آجپي جي راهہ تي ڏسي تيئن خوبصورت ادب بہ تہ اسان جي روح

جي آجپي جي راهہ تو ڏيکاري نہ“ سائره سنجيده ٿيندي چيس، ”چڱو
پلا هاڻ ڇڏِ ان بحث کي ويهہ تہ چانهہ ڪٺي اچان.“

سائره چانهہ ناهڻ لاءِ ڪمري کان ٻاهر هلي وئي تہ ياسمين اٿي
وڃي ٽيبل تي پيل ناول جا ورق اٿلائڻ لڳي. ڪيس ڪنهن ڪنهن مهل
سائره جا دليل ڏاڍا مضبوط محسوس ٿيندا هئا. هن کي بہ لڳندو هو تہ
واقعي انسان زندگي هڪ ڀيرو ماڻي ٿو پوءِ پلا ان کي رڳو تڪليفن ۽
ڏوڙ ڊڪ ۾ گذارڻ درست ٿيندو؟ پر اهڙن خيالن کي ياسمين پاڻ ئي
پنهنجي ذهن مان تڙي ڇڏيندي هئي. ”ها اهو صحيح آهي تہ زندگي
هڪ ڀيرو ئي ملي، پر اسان جي وطن ۾ ڪروڙين ماڻهن جي زندگي زهر
تہ اڳ ۾ ئي آهي، ڌارين جي ڦرلٽ ۽ پنهنجن وڏيرن ۽ جاگيردارن جون
زيادتيون ۽ ڌارين سان ڀاڱي ڀائيواري تہ سنڌ جي اڪثريت جي زندگي
موت کان بہ بدتر ڀرين ئي ڪري ڇڏي آهي.“ هوءَ سوچيندي هئي،
”پوءِ پلا جي اسان تبديليءَ لاءِ ڊڪ ڊوڙ نہ ڪيون ۽ پاڻ کي تڪليفون
نہ بہ ڏيڻ چاهيون، تڏهن بہ پلا هنن ظلمن جي هوندي ڪهڙو خوش
رهي سگهجي ٿو؟“

ياسمين پنهنجي آس پاس ڪيترا انسان ڏٺا آهن جيڪي ڪو بہ
قومي ڪم ڪو نہ ڪندا آهن پر پوءِ بہ سندن زندگيون خوشيءَ کان
خالي آهن. هو انهن مادي شين جي حاصلات ۾ سرگردان رهندا آهن
جن کي حاصل ڪرڻ سندن لاءِ ممڪن ئي نہ هوندو آهي. ”هڪ اهڙي
سماج ۾ جتي عام انسان کي صحت، تعليم، خوراڪ ۽ ڪپڙي لٽي
جون سهوليتون نہ هجن ۽ سندن قومي ۽ جمهوري حقن تي ڌاڙا لڳل
هجن، جتي ڪچڻ تي جيل ۽ ڦٽڪا ملن ۽ جتي عورت جانورن جهڙي
ورتاءَ جو نشانو بڻيل هجي، ڪاري ڪري ذليل ۽ خوار ڪئي وڃي ۽
ماڻهن جي اڪثريت وڏيرن ۽ پيرن جي سامهون چيچلائي چيچلائي
دم ڏيندي هجي. اُتي حقيقي خوشي ڪيئن ممڪن آهي؟“ هوءَ
سوچيندي هئي.

”ياسمين جي تون پڙهڻ چاهين تہ پلي ناول کڻي وڃ،“ سائره ڪمري
۾ داخل ٿيندي ياسمين کي چيو جيڪا ناول هٿ ۾ ڪنيو الائي ڪهڙن
خيالن ۾ گم هئي. سائره جي اوچتو ڪمري ۾ اچڻ تي، ياسمين ٿورو

چرڪي ۽ ڳالهہ ٽٽائيندي چيائين "نہ بس مون تہ فقط ڪجهہ ورق پئي اٿلايا، نہ تہ اهڙا ناول مون کي ڪو خاص پسند ڪونهن."

"ڀلي تنهنجي مرضي، پر انسان کي هر طرح جون لکڻيون پڙهڻ گهرجن. پاڻ کي محدود ڪرڻ سان ذهن محدود ٿيندو آهي." سائره دليل ڏيندي چيو.

"ها ادي في الحال اسان جو ذهن محدود ئي ٺيڪ آهي. غلام قومن کي صرف آزادي ۽ ڇوٽڪاري تائين ئي ذهن کي محدود ڪرڻ گهرجي." ياسمين چيو.

"پر ياسمين ڇوٽڪاري ۽ آزاديءَ جي ڏگ کي بہ تلاش ڪرڻ لاءِ انسان کي گهڻ طرفي مطالعي جي ضرورت هوندي آهي نہ؟ ۽ ادب تہ انساني اڌمن، امنگن، خواهشن، نظرين، حاصلاتن، اڻ پورين اميدن ۽ گهٽجي ويل صدائن جي ڀرپور ترجماني ٿو ڪري. ان کي پڙهڻ کان سواءِ انساني روح ۽ انسان جو اندر تہ بکيو ئي رهجي ويندو. پوءِ بکيو روح ڀلا ڪهڙي آزادي ۽ ڪهڙو ڇوٽڪارو ماڻي سگهندو؟" سائره سنجيده ٿيندي ياسمين کي دليل ڏنو.

ياسمين سندس دليل جي پختگي ۽ لفظن جي چونڊ تي دل ئي دل ۾ ڪافي متاثر ٿي. وٽس سائره کي ڏيڻ لاءِ اهڙو ڀرپور جواب موجود ڪونہ هو. "ڇڱو سائره اهي بحث تہ هلندا رهندا، اهو ٻڌاءِ تہ تنهنجي حسين سان ملاقات ٿي؟" ياسمين آخر پاڻ کي اهو سوال پڇڻ کان روڪي نہ سگهي. پر سوال پڇڻ سان ئي کيس احساس ٿيو تہ هن کي اهو پڇڻ نہ گهرجي ها. سائره ان مان الائي ڪهڙو مطلب وٺندي؟ ياسمين سوچيو.

سندس سوال پڇڻ شرط سائره جي چپن تي شرارت ڀري مرڪ پکڙجي وئي. هوءَ ياسمين جي اکين ۾ اکيون وجهي کيس جانچڻ جي ڪوشش پئي ڪري، پر ياسمين سائره کان نظرون چورائڻ جي ڪوشش ۾ رڌل هئي. "هون! ڇا ڳالهہ آهي ياسمين، اوچتو حسين جو خيال آيو اٿي ۽ ان بابت وري پڇين بہ مون کان ٿي؟ جيستائين مون کي خبر آهي تہ توهان جي دوستي ڏاڍي پڪي آهي پوءِ ڇا توکي خبر ڪونهي تہ هو ڪنهن سان مليو ٿو ۽ ڪنهن سان نہ؟". سائره کلندي ۽ کيس ڇيڙائيندي چيو.

ياسمين اندر ۾ پشيمان پئي ٿئي. سندس نظرون ڪمري ۾ چوطرف پئي ڦريون ۽ هوءَ پنهنجي رئي جي ڪُنڊ کي پنهنجي آڱر تي ويڙهي ۽ کولي رهي هئي، " نہ سائره مون بس ائين ئي پڇيو. تو ٻڌايو پئي نہ تہ تو هن ڏانهن پنهنجو شعر لکي موڪليو هو. سو سوچيم پئي تہ ڇا ان کان پوءِ ڪا ملاقات ٿي؟" ياسمين چيو.

"اڙي يار پنهنجي اهڙي قسمت ڪٿي جو هن سان ايترو جلدي ملاقات ٿئي. اهي توهان جا ڀاڳ جو جڏهن دل چوي تہ هو توهان جي خدمت ۾ حاضر ٿيو وڃي." سائره ڪيس وڌيڪ چيڙائيندي ۽ بي نيازي سان پنهنجن ڪلهن کي جهٽڪو ڏيندي چيس.

"چڱو هاڻ بڪواس بند ڪر، حرامزادي، سدائين اهڙيون ڳالهيون سجهنئي." ياسمين ناراضگي جو ناٽڪ ڪندي چيو. ٻئي زور زور سان ٽهڪ ڏئي کلڻ لڳيون.



هن شهر ۾ ڪلهہ گولي هلي هئي. فوج جمهوريت جي لاءِ مظاهرو ڪندڙن مٿان سڌيون گوليون هلايون جنهن ۾ اٺ ماڻهو شهيد ويا ۽ پنجاهہ کن ڦٽجي پيا. ملڪ ۾ ان قتلام جي ٽي وي ۽ ريڊيو تي ڪا خبر نہ هئي. اخبارن کي خبر ڇاپڻ جي اجازت نہ ڏني وئي پر ماڻهو اها ڌڪوئيندڙ خبر پرڏيهي ريڊيو تي ٻڌي چڪا هئا.

حميد جڏهن شهر جي بس اسٽاپ تي لٿو تہ کيس ائين لڳو ڄڻ شهر ۾ راڪاس گهمي ويو هجي. هر طرف خاموشي، دڪان، هوٽل ۽ شئي شگل جا گاڏا ۽ مانڊٽيون مڪمل طرح بند. روڊ ۽ گهٽيون ويران ۽ ايڪڙ ٻيڪڙ ماڻهن کان سواءِ ڄڻڪ سڄو شهر خالي. روڊ تي فقط فوجين جون وڏيون خاڪي ٽرڪون بيٺل ۽ انهن تي مکيا چڪيا فوجي جوان، خونخوار هٿيارن سان ليس، بلڪل تيار پوزيشن ۾ ويٺل. فوجن جون ٽرڪون ۽ هيلمٽ پاتل فوجي ڏسي، حميد کي لڳو تہ ڄڻڪ هو سنڌ جي شهر ۾ نہ بلڪ ڪنهن مفتوح علائقي ۾ آيو هجي، جتي بس

ڍھڪاءَ جو راڄ ھجي ۽ آبادي پنھنجا گھر ٻار مال متاع ڇڏي جھنگلن ۽ جبلن ڏانھن فرار ٿي وئي ھجي.

حميد کي ياد آيو تہ جڏھن پھرين ھو ھن شھر جي بس اسٽاپ تي لھندو ھو تہ ڏھاڪو کن ٽانگا ۽ رڪشائون ايندڙ مسافرن ڏانھن ائين ڊوڪي پوندا ھئا جڻ سندن وچ ۾ مسافرن کي زوري پنھنجي سواري ۾ ويھارڻ جي گوءِ لڳل ھجي. ھر ٽانگي ۽ رڪشا وارو ڪوشش ڪندو ھو تہ مسافر سندس سواري استعمال ڪري. ٽانگي وارن جي ھوڪرن ۽ رڪشائن جي زوڪٽ ۾ ائين ڌڌڙ اٿندي ھئي. ڄڻڪ بس اسٽاپ ڏاندن جي گوءِ جو ميدان ھجي. گوڙ ۾ ڪا ڳالھہ ٻڌڻ ۾ ئي نہ ايندي ھئي.

۽ اڄ! اھڙي خاموشي جو پانئجي تہ انسان کي پنھنجن ساھن کڻڻ ۽ دل جي ڌڙڪڻ جو آواز بہ صاف ٻڌڻ ۾ اچي. اڄ ڪيس چانھہ جا ھٽ، پڪوڙن ۽ مٺائين وارن جا دوڪان، ڇولن وارن جا گاڏا ۽ فقيرن جون قطارون ڪجھہ بہ نظر نہ پئي آيو. سڀ ھن شھر کي ڄڻ ويران ڪري ويا ھجن. ۽ ٻار ڪيڏانھن ھليا ويا آھن؟ شھر جي رستن تي ٻارن جا ميڙاڪا ھوندا ھئا. رڙيون ڪندڙ سنگھون وھائيندڙ ھڪ ٻئي پٺيان ڊوڙون پائيندڙ ڇدي راند ۽ اٿي ڏڪر ڪيڏندڙ ھڪ ٻئي کي بي معنيٰ سمجھي ڪچيون گاريون ڏيندڙ ٻار. اھي سڀ ڪيڏانھن ھليا ويا آھن؟

حميد احتياط سان ھر طرف ڏسندو شھر جي گھٽين مان ٿيندو رينواز جي گھر ڏانھن روانو ٿيو. رينواز ھن شھر ۾ تحريڪ جو اڳواڻ آھي پر ھو انتھائي روپوشي ۽ رازداريءَ سان جمھوري تحريڪ کي منظم ڪرڻ جي ڪم ۾ رڌل آھي. ڪيس ھر قدم سوچي سمجھي کڻڻو پوندو آھي، ڇو جو جيڪڏھن سندس جمھوري سرگرمين جي ڄاڻ بہ سرڪار تائين پھتي تہ ھو نہ رڳو گرفتار ٿي جيل حوالي ٿيندو پر سندس سرڪاري نوڪري بہ ويندي. رينواز جو اصلي نالو سواءِ ڪجھہ ماڻھن جي، تحريڪ ۾ ڪنھن کي بہ خبر ڪونھي بلڪل ائين جيئن ڊاڪٽر احمد جو اصل نالو ڪنھن کي معلوم ڪونھي. تحريڪ جا سرگرم اڳواڻ انتھائي رازداريءَ سبب پنھنجن فرضي نالن سان ڪم ڪندا آھن.

حميد شهر جي مختلف رستن ۾ گهمڻ مان ٿيندو اچي ربنواز جي گهر جي گهٽيءَ تائين پهتو. هن پهرين سيني طرفن ۾ نهاريو. ڪجهه دير انتظار ڪري پڪ ڪئي ته سندس پويان ڪو ڪير لڳل ڪونهي ۽ ڪيس ڪو به نه پيو ڏسي. جنهن بعد هن وڃي ربنواز جو دروازو کڙڪايو. جهٽ پل ۾ ربنواز اوطاق جو دروازو کوليو ۽ ٻئي اندر داخل ٿي ويا. ٻنهي جي چهرن تي نهايت سنجيدگي ۽ ڏک جا پاڇولا تري رهيا هئا. جنهن شهر ۾ فقط هڪ ڏينهن اڳ ٻي گناهه، هٿين خالي ماڻهن جا لاش ائين ٻي درديءَ سان ڪيرايا ويا هجن اتان جا رهواسي ڀلا ڪهڙو خوش هوندا.

ربنواز حميد کي اوطاق ۾ ويهاري گهر هليو ويو ۽ ڪجهه دير بعد منجهند جي ماني کڻي اچي حميد سان وينو ته حميد کانئس واقعي جي پوري تفصيل پڇي.

”ساٿي، ماڻهن جو اهڙو جوش ۽ سندن اهڙي غير معمولي ٻي ڊپائي مون پنهنجي زندگي ۾ اول نه ڏٺي ۽ نه ٻڌي،“ ربنواز آهستگيءَ سان ڳالهائڻ شروع ڪيو.

”توهان کي خبر آهي ته ڪالهه جنرل ضياءَ هتي اچڻو هو سو جمهوري اتحاد مارشلا خلاف احتجاج ۽ مظاهري جو سڏ ڏنو هو. شهر ۾ تمام گهڻي پوليس ۽ فوج موجود هئي ۽ هتان جي فوجي ڪمانڊر اهو اعلان ڪيو هو ته شهر ۾ جنرل صاحب جي اچڻ وقت نه احتجاج ڪرڻ ڏنو ويندو ۽ نه جلسو جلوس. پر ڀلا جمهوري تحريڪ جا ڪارڪن ۽ عوام ڪٿي مڙڻ وارا هئا. اسان سڄي شهر ۾ پوسٽر هنيا، چاڪنگ ڪرائي ۽ زباني طرح سموري عوام کي اپيل ڪئي ته هو جنرل ضياءَ جي خلاف ڀرپور مظاهرو ڪري اهو ثابت ڪن ته هتان جو عوام مارشل لا نٿو چاهي ۽ هو پنهنجي محبوب وزيراعظم جي قاتل کي ڀليڪار نه چوندو.

جنرل جي هيلي ڪاپٽر پهچڻ کان ٻه اڍائي ڪلاڪ پهرين شهر جو چوڪ پوري طرح فوج ۽ پوليس جي گهيري ۾ هو ڇو جو اسان اعلان ڪيو هو ته مظاهرو چوڪ تي ٿيندو. پر اصل ۾ احتجاج فوجي ڇانوڻي تي ٿي رٿيو ويو هو. اسان سمورن ڪارڪنن، ميمبرن، همدردن

۽ ٻئي عوام کي ذاتي طور زباني طرح پهرين ئي آگاهہ ڪيو هو تہ جيتوڻيڪ مظاهري جي جاءِ پوسٽرن ۾ شهر جو چوڪ ٻڌائي وئي آهي پر اصل ۾ احتجاج ٿيندو چانوٽيءَ جي ٻاهران جتي، جنرل ڪاٽو اچي پيو. اها اسان جي فوج کي پنيلائڻ جي حڪمت عملي هئي. جنرل جي اچڻ کان پهرين، لِڪ چِپ ۾ سوين ماڻهو چانوٽيءَ جي پسگردائي ۾ جمع ٿيڻ شروع ٿي ويا. وٽن احتجاجي پلي ڪارڊ بہ هئا تہ بينر بہ. پر سڀ ڪجهہ لڪل هو. بس عوام کي انتظار هو جنرل ضياءَ جي اچڻ جو.

چانوٽيءَ ۾ بہ فوج وڏي تعداد ۾ موجود هئي ۽ سپاهي ٻاهر پهري تي بہ بيٺل هئا. سندن ٽرڪون بہ بيٺل هيون. پر جيئن تہ ڪين وهم گمان ۾ بہ نہ هو تہ هتي احتجاج ٿيندو. تنهنڪري هو بلڪل ڦڙت ۽ تياريءَ ۾ نہ هئا ۽ هنن چانوٽيءَ جي پسگردائي ۾ آهستي آهستي گڏ ٿيندڙ ماڻهن ڏانهن ڌيان ئي نہ ڏنو انهن ماڻهن مان ڪن سان گڏهہ هئا جن کي ڏسي لڳو پئي تہ هو چانوٽيءَ سان لڳ وهندڙ شاخ مان گڏهن کي وهنجارڻ آيا آهن، ڪي انگوڇن ۽ پوتڙن ۾ هئا جيڪي علائقي جا هاري ٿي لڳا تہ ڪي وري اهڙا شاگرد پئي لڳا جيڪي اسڪول جا پيرڊ گسائي اچي وٽن هينان ويهي بيڙيون ۽ سگريٽ ڇڪيندا آهن. پر هي سڀ همراهہ بس هڪ نعري جي انتظار ۾ هئا.

اوچتو آسمان ۾ گرڙ گرڙ شروع ٿي وئي ۽ جنرل ضياءَ الحق جو هيلي ڪاپٽر ظاهر ٿيو. هيلي ڪاپٽر آهستي آهستي، هيٺ ٿيندو ويو ۽ هيلي پيڊ کان ڪجهہ پريرو فوج جو مقامي ڪمانڊر سول ۽ فوجي آفيسر، وڏيرا، ڪامورا سڀ قطار ۾ اٽينشن جي پوزيشن ۾ بيٺا هئا.

چانوٽيءَ جي مين گيٽ کان ٿورو پريرو اوچتو هڪ تحريڪي ڪارڪن احتجاجي جهنڊو ڪڍي ظاهر ٿيو ۽ هڪ زوردار نعرو هنيو. "جمهوريت۔ بحال ڪيو" ۽ پوءِ ڏسندي ئي ڏسندي ڪيترائي ماڻهو آس پاس کان ظاهر ٿيا، وٽن تان لٿا، شاخ مان نڪتا ۽ ٻنين مان ڊوڙندا آيا، هنن پنهنجن ورن مان جهنڊا، بينر ۽ پلي ڪارڊ ڪڍيا ۽ فضا بس نعرن سان گونجڻ لڳي. "جيڪو مارشل لا جو يار آ، غدار آ غدار آ. جيڪو فوجين جو يار آ ، غدار آ غدار آ. جمهوريت بحال ڪيو. جنرل ضياءَ تي لعنت بيشمار!"

ماڻهو تمام گهڻا جذباتي هئا. هنن جيئن ڏٺو تہ جنرل ضياءَ جو هيلي ڪاپٽر زمين تي لهڻ وارو آهي تيئن هنن هيلي ڪاپٽر ڪي پونبدا ڏيڻ شروع ڪيا. جٹڪ پونبدا نہ هجن پٿر ۽ پادر هجن جيڪي هزارين فوٽ مٿي اڏامندڙ هيليڪاپٽر ڪي نہ بلڪ جيئري جاڳندي انسان ڪي هنيا پيا وڃن. مچريل ماڻهن جو اوچتو مظاهرو ڏسي پهرين فوجي بٽال تي ويا. پر پوءِ هنن هڪدم پنهنجون صفون ٻڌيون. پوليس جون بہ ڪجهہ گاڏيون اچي چانوٽي وٽ پهچيون. فوجين ۽ پوليس وارن هاڻ مظاهرو ڪندڙن طرف پنهنجون بندوقون سڌيون ڪيون، ۽ ڪين هليو وڃڻ جو حڪم ڏنو.

پر احتجاج ڪندڙن بندوقن ڪي ليکي ۾ ئي نہ آندو. هنن پنهنجا پلي ڪارڊ سڌا ڪيا، بينر ايا ڪيا ۽ گڏهن مٿان وڏن اکرن ۾ "ضياءَ الحق" لکيل پوسٽر چنبڙائي چانوٽيءَ ڏانهن روانا ڪري ڇڏيا. چانوٽي وارو علائقو جنگ جو ميدان تي ويو هو. عجيب نظارو هو. هڪ پاسي باوردي ۽ چست فوجي بندوقون سڌيون ڪيو بيٺا هئا، انهن کان ڪجهہ اڳيان ڦلهڙي پوليس جي قطار هئي ۽ سندن سامهون هينگون ڪندڙ گڏهہ ڪڏي رهيا هئا جن مٿان ضياءَ الحق لکيل هو. پوزيون هٽندڙ انهن گڏهن جي پويان احتجاجي مظاهرو ڪندڙ عوام هو. جيڪو اپ ڏاريندڙ نعرا هٽي رهيو هو. چانوٽيءَ اندر فوج جو ڪمانڊر ڪاوڙ ۾ ڳاڙهو تي ويو هو. سندس جنرل هيلي ڪاپٽر مان لهي تڏي ۽ صاف ڪمري ۾ آرام سان چانهہ پي رهيو هو.

پر ڪمانڊر برگيڊيئر عاطف اندر ئي اندر ۾ وڏ ويٺي ڪاڏا. هن پنهنجي نائب ڪي آهستگيءَ سان حڪم ڏنو تہ ٻاهر وڃي صورتحال تي ڪنٽرول ڪري.

"عاطف يہ باهر ڪيا هور رها هي، ڪون لوگ هين؟" اوچتو جنرل ضياءَ پنهنجي ڪمانڊر کان سوال ڪيو. ڪمانڊر صاحب جو هيٺان مٿان پئي پگهر وهيو. ڪيس سمجهہ ۾ نہ پئي آيو تہ پنهنجي باس ڪي ڪهڙو جواب ڏئي. "سر ڪڇ بدتميز اور ملڪ دشمن لوگ هين" ڪمانڊر جنرل ضياءَ ڪي جواب ڏنو "آپ بي فڪر رهين ايوري ٿنگ ول بي انڊر ڪنٽرول، سر."

جنرل ضياءَ پنهنجي ڪمانڊر جي اکين ۾ گهوري ڏٺو جيڪو جنرل جي گهور کان لنوائڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هو. هو اڄ پنهنجي جنرل جي اچڻ جي ڏينهن تي، پنهنجي در تي احتجاج نه روڪي سگهيو هو ان تي ڪيس سخت پشيماني ۽ شديد ڪاوڙ اچي رهي هئي. هن لاءِ پنهنجي ستاويهن سالن جي فوجي زندگي ۾ اڄ سڀ کان وڏيڪ بي عزتيءَ جو ڏينهن هو ۽ پنهنجي بي عزتيءَ تي هو دل ئي دل ۾ ٻاهر بيٺل گندن ۽ غدار ماڻهن مان ڪئي سون کي گوليون هڻي ماري چڪو هو.

پر ٻاهر نظارو ڪجهه ٻيو هو. احتجاج جو هي نرالو رنگ هو. فوجين پوليس وارن کي حڪم ڏنو ته هو گڏهن کي سوگهو ڪن ۽ مٿن "ضياءُ الحق" جي نالي جا پوسٽر هٽائين. سو ڦيقا پوليس وارا ميدان ۾ گڏهن کي پڪڙڻ ۾ مشغول هئا. گڏهن کي به مستي سجهي هئي سو هينگون ڪندا پٺي پوليس وارن سان ڪيڏيا. گڏوگڏ عوام جو احتجاج ۽ نعري بازي به جاري هئي ۽ ماڻهن جو انگ وڃي پيو وڌندو.

"مين چاهتا هون ڪي باهر احتجاج ڪرني والي عوام سي خود جا ڪي ملون اور اُن ڪي مسائل پوڇون." اوچتو جنرل ضياءَ ڪمري ۾ ويٺي ويٺي برگيڊيئر عاطف کي چيو.

برگيڊيئر جو ساهه خشڪ ٿي ويو. ڪيس سمجهه ۾ نه پئي آيو ته سندس جنرل کي هي ڪهڙو ڀوت سوار ٿيو آ؟ ڇو ڪيس عوامي ليڊر ٿيڻ جي تمنا جاڳي آ ۽ سا به اهڙي وقت ۾ هنڌ جيڪو تپيل تئي وانگر تتل آهي ۽ جيڪو هر شئي کي ڀسم ڪري سگهي ٿو.

"سر اس وقت يه شايد مناسب نه هو باهر جمع لوگ ملڪ دشمن اور دهشتگرد هين ان سي بات ڪرني ڪا ڪوئي فائده نهين. آپ اگر چاهين گي تو هم معزز لوگون سي آپ ڪي ملاقات ارينج ڪرلين گي." برگيڊيئر جنرل ضياءَ کي سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي.

پر طاقت جو نشو به عجيب شيءِ آهي. انسان کي پاڻ تي اهڙو ڪوڙو اعتماد ٿي پوندو آ جو ڪيس لڳندو آ ته هو جيڪو ڪرڻ چاهي ڪري سگهي ٿو. سندس هڪ نظر، هڪ لفظ ۽ پرون جو هڪ اشارو اچلون ڪائيندڙ ساموندي لهرن جا رستا موڙي سگهي ٿو. حڪمرانن

جي چوڌاري چمچن جون قطارون ڪين سندن مافوق الفطرت طاقت هجڻ جو اهڙو يقين ڪرائين ٿيون جو هو واقعي پنهنجي هڪ خيالي دنيا ۾ ئي رهن ٿا. جنرل ضياءَ ڪي پڻ اڄ ڪوڙي خود اعتماديءَ جو دورو پيو هو يا جيئن سنڌي ۾ چوندا آهن تہ ڳوهہ کي موت ڪٽي تہ شهر جو رخ ڪري، سو جنرل ضياءَ پنهنجي آواز ۾ هاڻ حڪم جو عنصر پيدا ڪندي چيو "عاطف مين اس طرح ڪي ڪئي حالات سي نمٽ چڪا هون، مين جا ڪي بات ڪرون گا. ان مظاهرين سي، آخر هم پاڪستان ڪا استحڪام اور اسلام ڪي سربلندي چاهتي هين تو ڦر يہ لوگ همين ڪيون نهين سنين گي؟" ائين چوندي جنرل ضياءَ اُٿي بينو ۽ گڏوگڏ ڪمري ۾ ويٺل سمورا آفيسر، ڪامورا، وڏيرا پڻ ٿڙندا ٿابڙندا اٿي بيٺا.

برگيڊيئر عاطف جو ساهہ مڪمل طور چڙهائي ويو هو. سندس منهن اچو ٿي ويو ۽ دل ئي دل ۾ هن کي جيڪي آيتون ۽ انترمنتر ياد هئا سيني جو ورد شروع ڪري ڏنائين. ڪيس خبر هئي تہ اڄ هو اهڙو خوار خراب ٿيندو جهڙو ڪڏهن نہ ٿيو.

"اوکی سر. آپ دومنٹ تشریف رکھیں میں حالات کا جائزہ لیکر آتا ہوں" برگيڊيئر عاطف پاڻ سنڀاليندي آخري ڪوشش ڪئي، پر جنرل ضياءَ سندس ڳالهہ ٻڌي اڻ ٻڌي ڪندي ڪمري مان نڪري چڪو هو. جنرل جيئن ڪمري مان ٻاهر نڪتو ڪيس سلوٽن جو وسڪارو شروع ٿي ويو. برگيڊيئر ٺڪڙا ٺڪڙا قدم کڻندو اچي سندس پويان ٿيو. فوج جا ڪمانڊو، اسپيشل گروپ جا سندس باڊي گارڊ ۽ پوليس جي نفري کين چوڌاري حفاظت ڪندي ڇانوڻيءَ جي مين گيٽ ڏانهن رواني ٿي وئي. ٻاهر مظاهرو ڪندڙن جو فوج ۽ پوليس سان دنگل جاري هو.

احتجاجي ماٺهو تکي نعري بازي ڪري رهيا هئا پر پوليس وارن هاڻ گڏهن کي قابو ڪري ورتو هو ۽ مٿن "ضياءُ الحق" جي نالي وارا پوسٽر هٿائي ڇڏيا هئا.

فوجي اڃا بندوقون سڌيون ڪيو بيٺا هئا. اوچتو مظاهرو ڪندڙن پري کان گيٽ مان جنرل ضياءَ ۽ ٻين آفيسرن کي ٻاهر ايندي ڏٺو. جلوس ۾ سانت اچي وئي. اهڙي سانت جيڪا طوفان جي اچڻ جو

سنيهو ڏيندي آ. جلوس جي ماڻهن کي پنهنجين اکين تي يقين نہ پئي آيو تہ آيا هو واقعي جنرل ضياءَ آهي يا ڪو بهروپيو اهو ڪيئن ٿو ٿي سگهي تہ جنرل ضياءَ پاڻ مظاهري دوران اچي نڪري، ڪين يقين نہ پئي آيو. ضياءَ الحق منجهن اهڙي سانت ڏٺي تہ ڪيس پنهنجي آفاقي طاقت تي يقين اچا پختو ٿيو. هن ڳلو صاف ڪيو ۽ ڳالهائڻ شروع ڪيو.
”ميري هم وطنو...“

پر بس هو صرف اهي تي لفظ ئي ڳالهائي سگهيو. جنرل جي انهن ٽن لفظن سان احتجاج ڪندڙن تي اها ڳالهہ واشگاف ٿي تہ سندن سامهون بيٺل شخص بهروپيو نہ بلڪ پاڻ جنرل آهي. پوءِ تہ بس جلوس ۾ هوڪرا پئجي ويا. نعرن ۾ اوچتو تيزي اچي وئي. ”جيڪو ضياءَ جو يار آ، غدار آ غدار آ. جيڪو ڪاٽي جو يار آ، غدار آ غدار آ، جيڪو مارشل لا جو يار آ، غدار آ غدار آ. جمهوريت بحال ڪيو. فوج تي لعنت بي شمار، آمريڪا مرده باد.“ ماڻهو نعرا هڻندي، هوڪرا ڪندي جهمريون هڻڻ لڳا.

ضياءَ الحق هڪ دفعو ڪين وري مخاطب ٿيڻ جي ڪوشش ڪئي پر هن اچا وات کوليو ئي مس تہ جلوس ۾ انگوڇن ۽ پوتڙن وارن همراهن پنهنجا انگوڇا ۽ پوتڙا کولي، پنهنجون شرم گاهون وائکيون ڪري جهمريون شروع ڪري ڏنيون ”ضياءَ ڪتو مرده باد، آمريڪا مرده باد، جمهوريت بحال ڪيو.“

ماڻهن جو جوش ۽ ولولو ڏسڻ جهڙو هو. ائين پئي محسوس ٿيو ڄڻ سنڌو پنهنجا بند ٽوڙي، ڪڇي ۾ ڪاهي پيو هجي ۽ صدين کان خاموش ڪارونجهر ٿات ڪاڏو هجي. ماڻهن جو انبوهہ هر خوف کان آزاد ٿي ويو هو ڪين جنرل، سندس فوج، سنگينون بندوقن جا نال، گولين جا چمڪندڙ پتا، فوجي رعب ۽ دٻدٻو سڀ نيچ ۽ حقير پئي لڳا. هو اندر جي خوف کي هڪ طوق جيان ڳچيءَ مان لاهي ڦٽو ڪري چڪا هئا. هنن هڪ لمحي لاءِ بنا ڌهڪاءَ جي آزاد فضا ۾ ڪي ساهہ کنيا هئا ۽ هو انهن چند ساهن جي سرور ۾ اهڙا مدهوش ٿي چڪا هئا جو ڪين هر ظلم جي مورت پيرن هيٺان لتاڙجندي پئي محسوس ٿي. هنن پرجوش ماڻهن هڪ پيرو فقط هڪ پيرو ڏاڍي ۽ ظالم سان اکيون

اڪين ۾ وجهي ڪيس ڪمزور ۽ گيدي چوڻ جو مزو ماٺيو هو ۽ ڪين محسوس ٿيو هو تہ سندن ڏوجهرن ۾ چيٿاڙيل زندگي سڦل ٿي وئي هئي. چند ساعتن ۾ هنن هڪ مڪمل، آزاد ۽ بي نياز زندگي گذاري ورتي هئي. هاڻ جي زندگي نہ رهي تہ ڪين ڪو اُلڪو تشنگي نہ رهندو.

زوردار ٺڪاءَ ٿيو ۽ ڪنهن جو نعرو ٽڙڪندڙ چپن ۾ اٽڪي پيو. جسم زمين تي ڪريو پر جهنڊو فضا ۾ بلند ٿيو. ڪنهن ڪريل جسم کي ٻانهن ۾ ڪنيون ۽ اٽڪيل نعري کي چمي ڏئي اڪين سان لاتو.

فوجين جو هڪ جٿو جنرل ضياءَ کي حفاظت ڏيندي ڇانوٽي ۾ اندر وٺي وڃي چڪو هو ۽ گيٽ وٽ عاطف ڪنبندڙ هٿن ۾ پستول جهليو بيٺو هو جنهن مان هن هينئر فائر ڪيو هو. جلوس هاڻ مچر جي ويو هو. سندس اپ ڏاريندڙ نعرن ۾ اجا تيزي اچي وئي هئي ۽ ماٺهو فوج طرف الرون ڪندي وڌندا ويا.

برگيڊيئر عاطف هڪ ٻيو فائر ڪيو ۽ هڪ ٻيو ساٿي ڪريو. سندس جاءِ وٺڻ لاءِ ڪيترا وڌي آيا. پوئين صفن ۾ موجود ساٿين فوجين ۽ پوليس تي پٿر اڇلائڻ شروع ڪيا. ڪن پنهنجن بينرن مان ڏنڊا ڪڍي، سپاهين تي وسڪارو ڪري ڏنو.

”سبق سڪائو ان حرامزادون ڪو“ برگيڊير عاطف جو آواز گونجيو ۽ گڏوگڏ مشين گنن جا منهن کلي ويا. مشين گنون پٿن جا پٽا ڪائي ويون. ٺڪائن جو اڻ ڪٽ سلسلو گولين جو وسڪارو بارود جي ڌپ چوطرف ۽ دونهين ۽ مٽي جا ڪڪر. هٿين خالي انسانن جا سينا. ساٿي ڪرندا ويا ۽ سندن جاءِ تي ٻيا ساٿي نعرا هڻندا وڌندا رهيا. جوڌن آڏو جڻ هيءَ راند هئي. نہ تہ پلا ائين ڪو مقتل ڏانهن وڃي سگهي ٿو؟

جيڪي ساٿي زخمي پئي ٿيا ٻيا انهن کي پنهنجن ڪلهن تي کڻي اسپتالن ڏانهن ڊوڙندا پئي ويا. مچريل ماڻهن جو انبوهہ ڇانوٽيءَ ڏانهن وڌندو رهيو. فوج جي صفن ۾ ڪنبڻي مچي وئي هئي. پهرين برگيڊيئر عاطف پويان پير ڪيا. پوءِ سندس نائبن جا چهرا غائب ٿيا ۽ آهستي آهستي پٿرن جي وسڪاري جي وچ ۾ فوجين ۽ پوليس جون ٽرڪون غائب ٿي ويون.

چانوڪي جي پسگردائي جو ميدان، مياڻيءَ جو ميدان ٿي ويو هو. ڳاڙها جهنڊا، ڳاڙهي رت ۾ رنگجي اڇا وڌيڪ ڳاڙها ٿي ويا هئا. ڪيترن ساٿين جا بي جان جسم ڏاڍي سڪون سان مقتل گاهه ۾ رکيا هئا. جڏهن ته زخمين کي آهستي آهستي اسپتالن ڏانهن پهچايو پئي ويو. سول اسپتال جون ڪجهه ايمبولينسون پڻ اچي ويون هيون ۽ سڄو علائقو هڪ عارضي اسپتال جو منظر پئي لڳو.

هر طرف جهنڊا، بينر، پلي ڪارڊ ۽ لاش پيل هئا. ڪي زخمي پنهنجن ڦٽن تي هٿ رکيو سور ۾ ويٺا ٿيو اسپتال جي عملي جو انتظار ڪري رهيا هئا ته ڪي وري گولين جو ڪاچ ٿيڻ کان بچي وڃڻ وارن کان پنهنجن زخمن تي انگوڇن ۽ قميضن سان پٽي ٻڌرائي رهيا هئا ته جيئن سندن وهندڙ خون بند ٿي وڃي. نما شام مهل جڏهن پاڇا پوري طرح لڙي چڪا هئا ۽ آسمان تي ڳاڙهاڻ جو ڏيک پڌرو هو تڏهن ميدان تان آخري لاش کي نيو ويو.“



آفيسر ميس ۾ نهيل ڪمانڊر جي ڪمري ۾ جنرل محمد ضياءَ الحق باهه وانگر تپيو ويٺو هو. سندس اکيون تيزيءَ سان چوطرف ڦري رهيون هيون ۽ هو بار بار پنهنجين سنهڙين مڇن تي ائين هٿ ڦيري رهيو هو ڄڻ ان ڳالهه جي پڪ ڪندو هجي ته اهي اڃا اتي موجود آهن يا نه. سندس فوجي لڪڻ هڪ هٿ مان ٻئي ۾ پئي منتقل ٿيو يا وري ڪڏهن سندس بغل ۾ پئي هليو ويو.

اوچتو جنرل ضياءَ پنهنجي بغل مان لڪڻ ڪڍي پنهنجي ٻئي هٿ جي تري تي آهستي آهستي هڻڻ شروع ڪيو ۽ هڪ پرون مٿي چڪيندي برگيڊيئر عاطف ڏانهن نهاريو.

برگيڊيئر پنهنجي جنرل جي نهار سهي نه سگهيو ۽ ڪنڌ ڪٽي هيٺ ڪيائين.

ڪمري ۾ سمورا فوجي آفيسر، ڪامورا، پوليس جا آفيسر ۽ تر جا

وڏيرا ڪنڌ هيٺ ڪيو اهڙو خاموش وينا هئا جڻ ڪنهن جي مرتئي تي آيا هجن ۽ سنڌن سامهون جنرل ضياءَ نہ پر سنڌس لاش رکيو هجي.
"تم لوگون کی میا کیوں مر گئی ہے؟"
نيٺ جنرل پاڻ ئي رڙ ڪئي، " یہ سب کیا بدتمیزی ہی، عاطف، تیری بولتی کیوں بند ہی؟"

"سر.....دراصل" . عاطف جيڪو اندر ۾ انتهائي بي عزتيءَ جي احساس سان وينو هو تنهن ڪنڌ مٿي ڪرڻ کان سواءِ آهستي آهستي ڳالهائڻ شروع ڪيو "ہم اس احتجاج کے لئے بلکل تیار نہیں تھے..."
"وہ تو مجھے بھی نظر آرہا تھا، بیوقوف."جنرل ضياءَ عاطف جو جملو اڌ ۾ ڪٽيندي ڪيس ڇهڪ ڏنو "لیکن یہ لوگ یہاں تک پہنچے کیسے اور کس کے آدمی ہیں؟"

"سائين يہ دوسري وڏيري ڪي آدمي تي، جو آپ ڪي خلاف هي." تپ ڏئي وڏيري جمن خان، برگيڊيئر عاطف کان پهرين جواب ڏنو.

وڏيري کي چمچہ گيري جي روايت برقرار رکندي اميد هئي تہ هو هن موقعي تي بہ جنرل صاحب جي نظرن ۾ ڪجهہ وڌيڪ مارڪون ناهيندو، پر جنرل هن وقت ڪنهن بہ رک رکاءَ يا اخلاقيات کي برقرار رکڻ جي موڊ ۾ نہ هو. وڏيري جمن خان کي ڪاوڙيل نظرن سان جنرل چند ساعتن لاءِ ڏٺو ۽ پوءِ يڪدم ڦاٽ ڪاڏائين، "تم سي ڪسي ني پوچها سويلين جاهل؟ اتني تميز نهين ڪہ جب دو افسر بات ڪر رهي هون تو چمچون ڪو منهہ بند رکنا چاهئي. نڪل جائو يهان سي."
جنرل ضياءَ کي خبر ناهي اڄ الائي ڇا ٿي ويو هو! هو عام طرح ڏاڍو ٺڏو ۽ ڦربائتو هوندو هو ۽ ڪاوڙ تہ ڪو ڪيس ورلي ايندي هئي، پر اڄ سنڌس جهڙي ڳڻ پئي ڳڙي. اهڙي تہ ڪڏهن عاطف بہ نہ ڏٺي هئي.
وڏيري جمن خان پنهنجي عزت سيني جي سامهون ٽڪي جهڙي تي وڃڻ کان پوءِ بہ هار نہ مڃي ۽ وڏي نوڙت سان ٻانهون ٻڌي جنرل کي عرض ڪيائين، "سائیں، صدر صاحب معاف کرو، غلطی ہوگئی، آگے سے بیچ میں نہیں بولیں گی میں تو صرف...."
جنرل، وڏيري جمن جي ڳالهہ وري ڪٽيندي ڪيس چيو "اچھا چپ

کرو.... اور یہ تم ہاتھ جوڑ کر کیوں کھڑے ہو؟ ملتے ہو تب بھی ہاتھ جوڑ کر، بنیوں کی اولاد. نکلو یہاں سے"

برگيډيئر عاطف محسوس ڪيو تہ جنرل ڏاڍو تپيل آ. ساڻس هن وقت ڪنهن جو بہ ڳالهائڻ مناسب ڪونهي سو هن وڏيري جمن کي اک سان هليو وڃڻ جو اشارو ڪيو. وڏيرو پنهنجي ٽوپي سنڀاليندو ڪنڌ هيٺ ڪري ميس مان نڪري ويو.

"جي. عاطف صاحب بتائیں یہ سب کیوں ہوا اور کس نے کیا. "را" کے ایجنٹ کیا یہاں بھی گھس آئے ہیں؟" جنرل ضياءَ وڏيري جمن جي ڪمري مان نڪري وڃڻ کان پوءِ وري عاطف ڏانهن ڦرندي پڇيو.

"سر-یہاں بھی ہیں کچھ ملک دشمن عناصر اور انہیں کچھ مقامی وڈیروں کی پشت پناہی بھی حاصل ہی. لیکن سر.... بہت جلد ہم ان کا قلعہ قمع کر دیں گی. آج جو ہوا وہ فِر کبھی نہ ہو گا، آئی وِل میک شور آف دیٹ". برگيډيئر عاطف پنهنجي باس کي ٿڌو ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي.

"لیکن مجھی سمجھ میں نہیں آرہا یہ کون لوگ ہیں جو نظام مصطفیٰ کی مخالف ہیں." جنرل ضياءَ پنهنجي چهري تي اچرج جو تاثر پيدا ڪندي چيو. "میں تو اسلام کی سربلندي کے لئے کام کر رہا ہوں، ملک سے گندے اور غیر اسلامی قوانین کا خاتمہ کر کے ان کی جگھ پر اسلامی قوانین نافذ کر رہا ہوں اور یہ لوگ ہیں جو خود کو باب الاسلام کی لوگ کہتے ہیں، وہ ایک مسلمان حکمران کو اپنے گندی گندی چیزیں دکھا رہی ہیں.؟"

برگيډيئر عاطف پنهنجي جنرل جا فيلسوفاڻا خيال ٻڌي خاموش رهيو ۽ ها ڪار ۾ ڪنڌ لوڏيندو رهيو.

"خیر... عاطف آئی ایم آف ناؤ. میرے پنڈے میں ایک میٹنگ ہی. لیکن ڈہ واٹ ایور اِٹ ٹیکس ٹو اسٹاپ دس نان سینس دو دِن میں مجھی رپورٹ بھیجو کے یہ ڈراما کیا تھا اور گرفتار کرو "را" کے ایجنٹون کو جو پاکستان کو غیر مستحکم کر رہی ہیں". جنرل ضياءَ حڪم جاري ڪندو اٿي بيٺو سمورا ماڻهو بہ سندس پويان اٿي بيٺا ۽ ٻاهر هيلي پيڊ ڏانهن روانا ٿي ويا، جتي جنرل صاحب جو هيلي ڪاپٽر تيار بيٺو هو.



هڪ هڪ ڪري سمورا ساٿي ڳجهي جاءِ تي پهچي ويا هئا. اڄ پارٽيءَ جي اهم گڏجاڻي هئي. ٻن ڏينهن کان پوءِ جيڪو احتجاج ۽ ڦيٿا روڪ هڙتال ٿيڻي هئي ان جي رٿابندي ۽ ڪمن جي ورڇ اڄ جي گڏجاڻيءَ ۾ ٿيڻي هئي.

پائو سليمان، جيڪو احتجاج ڪميٽيءَ جو صدر هو، سو ڪنهن گهري سوچ ۾ هو ۽ ويٺي سگريٽ جا سوٽا هنيائين. تنظيم جي ضلعي اڳواڻ ڊاڪٽر احمد نيٺ گڏجاڻيءَ جي شروعات ڪئي ۽ پهرين ساٿي حميد کان سندس دوري جي رپورٽ پڇيائون. حميد ڪالهه ئي ان شهر مان واپس وريو هو جتي فوج احتجاج ڪندڙن تي فائرنگ ڪري انن ڪارڪنن کي شهيد ۽ ڪيترن کي زخمي ڪري ڇڏيو هو. حميد گڏجاڻيءَ کي سڄي پيراٽتي رپورٽ ٻڌائي.

گڏجاڻيءَ ۾ ڏک ۽ ڪاوڙ ڇانئجي وئي. ساٿي حميد جي رپورٽ کان بعد، حُسين گڏجاڻيءَ کي نور ۽ ڪريم سان ملاقات ۽ سندن مٿان ٿيل تشدد جي جاڻ ڏني.

”اسان جي ساٿين تي وحشياڻو تشدد ٿيو آهي. اها انتهائي ڏک جي ڳالهه آهي. پر اسان کي معلوم ڪرڻ گهرجي ته فوج ۽ پوليس تي گرفتارين وقت فائرنگ ڪنهن ڪئي؟ ڊاڪٽر احمد چيو ”هيءَ جمهوري تحريڪ پرامن آهي پر ڪي ماڻهو ان کي تشدد جو رنگ ڏئي رهيا آهن.“

ڊاڪٽر احمد جي ڳالهه جو جواب ڪنهن وٽ بہ نہ هو. پائو سليمان نيٺ پنهنجو سگريٽ وسايو ۽ ڳالهائڻ شروع ڪيائين. ”ساٿيو فوج مٿان جنهن بہ فائرنگ ڪئي ان تحريڪ کي ڪو فائدو نہ رسايو بلڪ ان سان نقصان ئي ٿيندو ۽ فوج کي وڌيڪ موقعو ملندو تہ اسان جي پرامن جمهوري تحريڪ کي طاقت سان ڪچلي.

خير ان کي معلوم ڪرڻ جي ڪوشش ڪبي تہ ڪير آهن اهي ماڻهو جيڪي تحريڪ کي نقصان رسائڻ جي ڪوشش پيا ڪن. في

الحال پاڻ کي فوج پاران ساٿين کي شهيد ڪرڻ ۽ بي گناهه ماڻهن تي تشدد خلاف ڀرپور احتجاج جي تياري ڪرڻي آهي." ڀائو سليمان چيو.

"ساٿيو. هن ڀيري احتجاج اهڙو هجي جو فوجي ايوانن ۾ ٿرٿلو مچي وڃي ۽ اسان کي اهڙي تدبير ڪرڻ گهرجي جو سڄي ضلعي ۾ مڪمل ڦيٿا روڪ هڙتال هجي." ڊاڪٽر احمد راءِ ڏني.

"اسين ٽرانسپورٽ ۽ دوڪاندارن جي ايسوسيئيشن سان ڳالهائيندا سون ۽ کين پنهنجا ڪاروبار بند رکڻ تي راضي ڪندا سون." مراد چيو

"پر رڳو ساڻن ڳالهائڻ ئي ڪافي ڪونهي." حسين چيو "اسان کي ڪي اهڙا اپاءَ پڻ ڪرڻا پوندا جن سبب ڪري ٽرانسپورٽ هلي نه سگهي."

"ڇا مطلب آهي توهان جو؟" ڊاڪٽر احمد سوال ڪيو.

"ڊاڪٽر پاڻ ڪا هڪ اڌ سرڪاري بس ساڙيون، بجلي سپلاءِ ڪندڙ لائين کي نقصان پهچايون، اسڪولن جي تالن کي خراب ڪري ڇڏيون جو اهي کلي نه سگهن ۽ اسڪولن ۾ پڙهائي ٿي نه سگهي. ۽ ٻن ٽئن هنڌن تي ٽائرن وغيره کي باهيون ڏيون ته جيڪي ماڻهو پنهنجا ڪاروبار بند نه به ڪرڻ چاهيندا هجن اهي بند ڪرڻ تي مجبور ٿين." حسين جواب ڏنو.

ڀاءُ سليمان ڇڪ ڪنهن سوچ مان نڪتو ۽ سوال ڪيائين، "پر انهن عملن سان عوام اسان جي خلاف ته ڪو نه ٿيندو؟ پاڻ پرامن تحريڪ جا حامي آهيون، پوءِ انهن عملن جو مطلب ڪهڙو ورتو ويندو؟"

"ڀائو سليمان عوام جي اڪثريت اسان جي تحريڪ جي حمايت ڪندڙ آهي پر ڪي ماڻهو آهن جيڪي فوج جا حمايتي ۽ جمهوريت جا مخالف آهن انهن کي ڪنهن به صورت ۾ پاڻ ڏانهن ڪري نٿو سگهجي، انهن کي پنهنجا ڌنڌا ڌاڙي بند رکڻ لاءِ اهي طريقا تمام ضروري آهن. جيستائين پرامن هجڻ جو تعلق آهي ته اسين پرامن ئي رهنداسون. اسان ڪنهن جي خلاف تشدد ته ڪو نه پيا ڪيون." مراد

ڇهري تي مرڪ آٽيندي ۽ پائو سليمان کي اک پچندي چيو.
"نيڪ آهي." پائو سليمان رضامندي ڏيکاري "مراد ۽ سلطان دوڪاندارن ۽ ٽرانسپورٽ جي ايسوسيئيشن سان ملندا. حميد ۽ محمد بخش سياڻي رات ڪجهه ٻين ساٿين کي ساڻ ڪري هڪ ٻن سرڪاري بسن کي باهه ڏيندا. ساٿي حسين، ساٿي دلدار کي ساڻ ڪري سياڻي رات بجلي جي سپلاءِ لائين کي ناڪاره ڪندو. جنهن بعد سوڳ ڪميٽيءَ جا سمورا ساٿي ڳجهي جاءِ تي اچي گڏبا. جتي ننڍڙا ڪوڪا ڪاٺيءَ جي ٽڪرن تي هڻي انهن کي شهر ۾ ايندڙ ويندڙ رستن تي اڇلائي ايندا ته جيئن جيڪڏهن ڪا گاڏي نڪري به ته ان جا ٽائر پنڪچر ٿي وڃن ۽ هلي نه سگهي. ان سان گڏوگڏ ساٿي حسين وڃي شهر جي اسڪولن جي تالن ۾ ڪونئر يا ايلفي وجهي انهن کي ناڪاره بڻائيندو ۽ مراد ۽ سلطان پوسٽر لکي ٻين ساٿين ۽ همدردن کي ڏيندا ته اهي سڄي شهر ۾ چنبڙائي عام ماڻهن کي احتجاج ۽ ڦيٿا روڪ هڙتال کان باخبر ڪن."
صورتحال جي حال احوال ۽ ذميوارين جي ورهاست کان پوءِ گڏجاڻي پوري ٿي ۽ سمورا ساٿي ڳجهي جاءِ مان هڪ هڪ ڪري روانا ٿي ويا.



"ميري مخروطي انگليان ڪرچيان چنتي هين."
رات ڪافي گذري وئي هئي. هر طرف سانت هئي. بس ڪنهن ڪنهن وقت هوا جو جهوٽو وڻن جي پنن سان راند ڪيڏندي، سرڙاٽ پيدا پيو ڪري. حسين پنهنجي ڪمري ۾ ڪرسيءَ تي ويٺو ڪتاب پڙهي رهيو هو ۽ سندس ميز تي ڪتاب ۽ ڪاغذ وکريل هئا.
هو سڄي ڏينهن جي سرگرمين کان پوءِ ٿڪجي پيو هو پر رات جو گهر جي ڇت تي ٺهيل پنهنجي ننڍڙي ڪمري ۾ ويهي ڪتاب پڙهڻ ڪيس ڏاڍو سٺو لڳندو هو. هينئر جڏهن هو ڪامريڊ لينن جي چونڊ

لکڻين جو ڪتاب پڙهي رهيو هو ته اوچتو کيس ڪتاب جي وچ ۾ پيل پيڙهو تيل ڪاغذ مليو ۽ جيئن ئي ان کي کوليائين ته سندس نظر بيهرين سٽ تي پئي. "ميري مخروطي انگليان کرچيان چنتي هين."

شعر جي هيٺان سائره جو نالو پڙهي کيس ياد آيو ته هي ڪتاب هن سائره کي پڙهڻ لاءِ ڏنو هو. شعر جي هيٺان جتي سائره جو نالو لکيل هو ان سان لڳو لڳ سائره جا چپ به چاپيل هئا. جيڪي لپ اسٽڪ لڳل چپن سان ڪاغذ تي گهري چمي ڏيڻ سان چاپجي پوندا آهن.

جيتوڻيڪ حسين ڪمري ۾ اڪيلو هو پر هن يڪدم پنهنجي چوڌاري ڏٺو ته کيس ڪو ڏسي ته نه پيو. سندس دل جو ڌڙڪو تيز ٿي ويو. اوچتو حسين کي سڄو ڪمرو سائره جي خوشبوءِ سان واسيل لڳو. هن دريءَ کان ٻاهر ڏٺو. گهري سانتيڪي رات ۾ تارن ڀريل آسمان ڏاڍو دلڪش هو. ٿڌڙي هير ۽ چانڊوڪي ۾ سائره جي خوشبوءِ جو واسو ۽ حسين جي هٿ ۾ سائره جي خوبصورت ڀريل چپن جو لازوال عڪس، حسين لاءِ سندس رومانوي تخيل جو جڻ ڇيهه هو. هن هڪ ڀيرو وري شعر پڙهيو ۽ جيئن جيئن حسين شعر جي اکرن کي پڙهي رهيو هو تيئن تيئن سائره جو ڪمري ۾ موجودگي جو احساس پختو پئي ٿيندو ويس.

هو انهن احساسن کي امر بڻائڻ پيو چاهي. هن سائره جي چپن کي ڏٺو. ڳاڙها، وڻندڙ چپ هاڻ ٿڙڪڻ لڳا هئا. ڪنهن طلسم منجهان جان وجهي ڇڏي هئي. حسين کي اهي چپ پنهنجن چپن جيان اجائتا لڳا. ڇٽڪ ٿر ۾ وسڪاري کان پهرين ڪنهن ناريءَ جا چپ.

حسين انهن چپن جي تاس اجهائڻ ٿي چاهي. هو پنهنجا چپ هوريان هوريان، اوچايل چپن جي ويجهو ڪٺي آيو. سندس اکيون پاڻمرادو بند ٿي ويون. هن کي سائره جي خوشبو اڄان ويجهو محسوس ٿي ۽ پوءِ هن پنهنجا چپ سائره جي چپن تي رکي ڇڏيا. حسين ڪا مهل پنهنجي ڪرسيءَ تي اکيون بند ڪيو بي سڌ ويٺو رهيو. سندس اکيون وري ان وقت کليون جڏهن اسر مهل گيت ڳائيندڙ پکين جي ٻولين کيس جاڳايو.

حسين دريءَ مان ٻاهر نهاريو. رات جي ڪاراڻ بس تمام ٿورڙي

گهٽ ٿي هئي. صبح ۾ اڃان ڪجهه ڪلاڪ باقي هئا. حسين کي ياد آيو تہ هن کي اڄ ڪيترا ڪم ڪرڻا آهن ۽ ڪيس سائره سان بہ ملڻو آهي سو هو ڪجهہ ڪلاڪ ننڊ ڪرڻ جو سوچي بستري ۾ هليو ويو.



حسين جڏهن سائره جي گهر جو دروازو کڙڪايو تہ اندران توقع جي خلاف سائره جو ئي آواز ڪيس ٻڌڻ ۾ آيو "ڪير آهي؟"

"مان آهيان. حسين"

ڪجهہ لمحن جي خاموشي، وري هلڪو آواز "توهان!" وري ڪجهہ لمحن لاءِ خاموشي، آهستي دروازي جو ڪڙو کلڻ جو آواز ۽ پوءِ دروازي جو هڪڙو تاڪ ٿورو کليو. وٽي مان سائره جو ٻهڪندڙ چهرو ۽ شرارتي اکيون ظاهر ٿيون. اڇن ڪپڙن ۾ ڪليل وارن سان، بغير چادر يا رئي جي سائره سدائين جيان ڏاڍي سهڻي ۽ پرڪشش لڳي رهي هئي. حسين جون نظرون سندس اکين تان ترڪنديون، گلابي چپن تان ٿينديون پٽڪنديون ويون. اوچتو هن پاڻ کي سنڀاليو.

"سائره، توهان ڪتاب ڏئي وڃڻ لاءِ چيو هو سو سوچيم هينئر ڪجهہ وقت آهي تہ توهان کي ڏيندو وڃان۔ ۽ ها، توهان جو شعر مون پڙهيو خوبصورت هو" حسين سندس اکين ۾ ڏسندي چيو.

"توهان جي مهرباني جو آيا ۽ شعر پسند ڪيو ڪهڙو ڪتاب آندو اٿو؟"

"هي هڪڙو مختصر ويتنامي ناول آهي. ڳاڙهو لالٽين." حسين ڪتاب سائره ڏانهن وڌائيندي چيو.

"مهرباني" سائره ڪتاب وٺندي چيو "ٻڌو توهان گهر اچو چانهہ وغيره پي وڃون."

"نہ مون کي ڪجهہ ڪم آهن. پوءِ ڪنهن ٻئي پيري".

"توهان سدائين جلدي ۾ هوندا آهيو اچو ٿوري دير. امان بہ گهر ۾ ڪونهي، پاڙي ۾ ويل آهي." سائره معنيٰ ڀري نظرن سان حسين

ڪي ڇيو.

خالي گھر ۾ سائره سان اڪيلو هجڻ جي خيال حسين کي بي تاب ڪري ڇڏيو. سندس دل ڇڪ اندر ۾ ڦٽڪڻ لڳي. هن ڪجهه پلن لاءِ سائره جي اکين ۾ نهاريو ۽ بغير ڪجهه سوچڻ سمجهڻ جي گھر جي چائنٽ ٽپي گھر ۾ داخل ٿي ويو. سائره پويان در بند ڪري ڇڏيو. حسين جي ذهن ۾ خيالن جي جنگ شروع ٿي وئي. کيس سمجهه ۾ نه پئي آيو ته هو گھر ۾ داخل ٿيڻ جو قدم کڻي درست پيو ڪري يا غلط. هو بند ٿيل دروازي کي ٽيڪ ڏئي بيٺو رهيو ۽ سندس دل ۽ دماغ ۾ گھمسان جي جنگ هلندي رهي. ڪلهه رات کان سندس ذهن ۾ سائره جو واسو هو. هو گھڻي ڪوشش کان پوءِ به کيس ذهن مان ڪڍي نه سگھيو هو. پر هينئر جڏهن هوءَ پنهنجين سمورين رعنائين سان سندس سامهون بيٺل هئي ته حسين جي همت جواب ڏئي وئي هئي.

”ڇا ڳالهه آ حسين، توهان دروازي تي ڇو بيهي رهيا آهيو؟، سائره حسين جو هٿ پڪڙيندي پڇيو.

حسين جو ساهه ئي ڄڻ ڇڏائي ويو. هن پنهنجي هٿ ڏانهن ڏٺو جنهن مٿان هارڻ سنهڙين آڱرين ۽ سينگاريل ننهن واري نرم هٿ جي گرفت هئي. ٻئي لمحي هن سائره جي اکين ۾ ڏٺو. سائره ٿوري حيرت، ٿوري شرارت ۽ ڪجهه شرم وچان حسين کي نهاري رهي هئي. سندس چپ هلڪا هلڪا ٿڙڪي رهيا هئا ۽ زور زور سان ڪڄندڙ ساهن سبب سندس ڇاتي بي تاب هئي. حسين سائره جي اکين ۾ پسيل سنيهو چٺيءَ طرح پڙهي ته سگھيو پر پنهنجن عملن تي سندس اختيار نه رهيو هو. ڪيتري دير کان ٻنهي هڪ اکر به نه ڪڇيو هو. حسين پنهنجو هٿ سائره جي هٿ مان ڇڏائڻ جي ڪوشش نه ڪئي پر پنهنجو ٻيو هٿ کڻي سائره جي ڪليل ۽ وچڙيل وارن سان کيڏڻ لڳو. سائره جي ساهن جي رفتار اڃا تيز ٿي وئي ۽ هوءَ حسين جي ٻنهه ويجهو ڇڪجي آئي. ايترو ويجهو جو سندس پرفيوم ۽ پگهر جي گڏيل خوشبو حسين کي مدهوش پئي ڪيو ۽ پوءِ ڪيترن لمحن تائين اها مدهوشي ڇانيل رهي.

***


[illegible] اڄ وري گڏجاڻي ٿي هئي. گڏجاڻيءَ ۾
[illegible] دودوءَ کي ٻيا ڪارڪن شريڪ ٿيا
[illegible] جا دور هلندي، سموند پنهنجن ساٿين
[illegible] هاڻ وقت اچي ويو آهي تہ پاڻ
پاڪستان [illegible] ڪڍڻ ڪمن ڪرڻ کان روڪيون."

"[illegible] تي وئي. هي پنجاب جا ايجنٽ هرويرو سنڌي معصوم ساٿين کي پيا مارائين." رمضان دودي، سموند سنڌي جي ڳالهہ سان سهمت ٿيندي چيو "تازو خيرپور ناٿن شاهہ ۾ اجايو جلوس ڪڍي ڪيترا ماڻهو مارايا اٿن. هاڻ وري هتي سياڻي جلوس پيا ڪڍن."

"پاڻ سندن جلوس ناڪام بڻائينداسون." اوچتو سموند فيصلو ٻڌايو.

"ڪامريڊ اهو درست نہ ٿيندو. اطلاع آهي تہ سياڻي ڦيٿا روڪ هڙتال ۽ جلوس آهي، ۽ اهو سنڌين جي قتل عام خلاف پيو ٿئي ان کي ناڪام ڪرڻ جي ڪوشش درست نہ ٿيندي." سڪندر سموند سنڌي جي ڳالهہ کي رد ڪندي چيو. سموند کي سندس دليل تي سخت ڪاوڙ آئي پر هن پاڻ تي ضبط ڪيو. هو چند گهڙين لاءِ خاموش رهيو. پوءِ سڪندر سان مخاطب ٿيندي چيائين، "ڪامريڊ سڪندر تنظيم جو فيصلو آهي تہ ان قسم جي جلسن کي ٿيڻ نہ ڏجي ۽ انهن جي خلاف عام راءِ ناهجي، عام سنڌين کي ان پنجابي تحريڪ جي باري ۾ ٻڌائجي ۽ جي توکي تنظيم جو فيصلو قبول ناهي تہ تنظيم ڇڏي وڃي سگهين ٿو. باقي جي تنظيم ۾ رهڻ چاهين ٿو تہ پوءِ سمورن فيصلن جي پوئيواري ڪرڻي پوندئي."

سڪندر ڪجهہ چوڻ ٿي چاهيو پر هن پنهنجي زبان بند رکڻ ۾ ئي بهتري سمجهي. سموند سنڌيءَ جي چهري مان ڪاوڙ بکي پئي.

جيتوڻيڪ هن پنهنجي آواز تي ڪنٽرول رکيو هو پر سندس آواز ۾ آيل لرزش پڌرو پئي ڪري تہ هو پاڻ تي قابو رکڻ لاءِ ڪيڏي نہ ڪوشش ڪري رهيو آهي. گڏجاڻيءَ ۾ ماحول ڏاڍو ڇڪتاڻ وارو ٿي ويو هو ۽ سمورن ماڻهن تي خاموشي ڇانئجي وئي.

سمونڊ سنڌيءَ پنهنجن ساهن ۽ بلڊ پريشر تي ڪجھ ڪنٽرول ڪرڻ کان پوءِ هوريان هوريان وري ڳالهائڻ شروع ڪيو "ساٿيو سياڻي واري هڙتال ۽ جلوس کي پاڻ ناڪام ڪرڻ جي ڀرپور ڪوشش ڪنداسون.... اڄ سڄي شهر ۾ پوسٽر ۽ شيٽون هڻبيون تہ ان پنجاب جي ايجنٽ تحريڪ سان سنڌي ماڻهن جو ڪو واسطو ڪونهي."

سمونڊ سنڌيءَ چيو "پاڻ کي هڪ جٿو بہ تيار ڪرڻو آهي جيڪو سياڻي جلوس ڪيندڙن تي حملو ڪندو ۽ کين پاڪستان بچائڻ جي سازش جو سبق سيکاريندو "

گڏجاڻيءَ ۾ وينل همراھ اهڙو ڪچن جهڙي پت، بس سڀ هڪ ٻئي کي خاموشيءَ ۽ سوچ وچان ڏسي رهيا هئا. آخر رمضان ڳالهايو "ڪامريڊ، اسين جيڪي هن گڏجاڻيءَ ۾ شريڪ آهيون اهي سڀ سياڻي جي حملہ ڪميٽيءَ ۾ شامل هونداسون ۽ پاڻ پاسي وارن ڪجھ ڳوٺن مان ڪي هٿيار بند ساٿي پڻ گهرائي وٺنداسون. سنڌ دشمنن کي سياڻي مزو چکائبو."

"ساٿيو پاڻ ان عزم سان ئي ڪاميابي ماڻي سگهنداسون." قربان پهلوان پرجوش ٿيندي چيو.

سڪندر بس خاموش ويٺو رهيو هن جي ذهن ۾ آنڌ مانڌ هئي پر هو چپ ڪيو ويٺو رهيو. سڪندر کي خبر هئي تہ هن گڏجاڻيءَ ۾ سندس ڳالھ جو ڪو فرق تہ نہ پوندو پر الٽو کيس دشمن جو حمايتي ۽ ايجنٽ سمجهندا.

"ڪامريڊ سڪندر توهان، نذير ۽ غلام محمد ٽئي اڄ شيٽون لکي شهر ۾ لڳائيندا ۽ سياڻي صبح جو منهنجي اوطاق تي گڏ ٿجو جتان پاڻ نام نهاد جمهوري تحريڪ مان هوا ڪيدنداسون. ڪامريڊ رمضان دودا ۽ قربان پهلوان توهان پرپاسي وارن ڳوٺن مان وڃي پين ڪامريڊن کي وٺي اچو. پاڻ سياڻي جو ڏينهن پنجاب سامراج جي

ايجنٽن جو آخري ڏينهن ڪرڻ تا چاهيون.“ سمونڊ سنڌي پنهنجي هٿ سان مڪ ناهي هوا ۾ هڻندي نهايت جذباتي انداز ۾ چيو. گڏجاڻيءَ ۾ هڪ جوش اچي ويو هو. ويٺل همراهن کي پنهنجي منزل ويجهي ٿيندي محسوس پئي ٿي. سگريٽن جي دونهين سان سڪندر جو ساهہ پئي ٻوساٽيو. هن جلد گڏجاڻي ختم ٿيڻ جي دعا پئي گهري. سندس دعا شايد اگهي. ”ڪامريڊ ساٿيو.... پاڻ هاڻ موڪلايون.... ۽ وڃي پنهنجن ڪمن سان لڳئون.“ سمونڊ سنڌيءَ چيو. سڀاڻي جو ڏينهن اهم هوندو. هوريان هوريان سمورا همراهہ موڪلائيندا روانا ٿيندا ويا. سڪندر هميشہ جيان منجهيل خيالن سان گڏجاڻيءَ مان اٿيو پر سندس ذهن ۾ هڪڙي ڳالهہ بلڪل واضع هئي ۽ اها اِها تہ پل ڪيس پنجاب جو ايجنٽ سمجهيو وڃي پر هو سڀاڻي نڪرندڙ جلوس کي ناڪام ٿيڻ کان بچائڻ جي هر ممڪن ڪوشش ڪندو. هن کي احساس هو تہ ڪيس سمورا اپاءَ تڪڙا وٺڻا آهن.



مختصر زندگيءَ جا هي پل مختصر ترين هئا. بس ڪجهہ ساعتن ۾ اهو سڀ ڪجهہ ٿي ويو هو.ڄڻڪ هڪ اک چنڀ يا هڪ ويرم. هڪ اڌمو يا هڪ ساهہ. سرءُ ۾ هڪ پَنَ جو وڻ مان ٽٽي زمين تي ڪرڻ يا طوفان جو هڪ جهونڪو يا مرڻ کان پهرين جا اهي ڪن پل جڏهن سڄي زندگيءَ جي ڪهاڻي ذهن تي تري اچي. بس هڪ خوبصورت خواب.

حسين انهن پلن کي ڪو نالو نہ پئي ڏئي سگهيو. هو سائره جي گهران نڪتو تہ سندس پير زمين تي جڄڻ هوا ئي نہ بلڪہ ڪڪرن تي تري رهيا هئا. هو پنهنجي آسپاس کان بلڪل بي خبر هو. ڪيس پنهنجي پسگردائي جو ڪو احساس نہ هو. سندس اندر جرڪي اٿيو هو. هو پنهنجي هجڻ يا نہ هجڻ جي باري ۾ بہ پڪ سان نہ پئي چئي سگهيو.

”آءُ ڪير آهيان؟“ حسين سوچيو ”آءُ آهيان يا صرف ڪنهن

جي خواب جو حصو آهيان؟" سندس زندگيءَ ۾ اهڙو ڪو تجربو نہ رهيو هو جنهن سان هو پنهنجي اڄ جي لقاءَ کي ڀيٽي سگهي. اڄ هن لاءِ سڀ ڪان مختلف هو. هو خوش هو پر ساڳئي وقت خبر ناهي ڇو نراس بہ هو. هن جي جسم جو وار وار لذت جي احساس سان ٽمٽار هو پر سندس روح تي بوجهہ هو. "منهنجو اندر ڇو پيو ڦٿڪي؟" حسين پاڻ کان سوال ڪيو. "مون زندگيءَ ۾ پهريون ڀيرو ڪنهن جي قربت، ڪنهن سان ملي هڪ ٿي وڃڻ، ان جي ساهن کي محسوس ڪرڻ ۽ ڪنهن کي پنهنجي ٻانهن ۾ وٺڻ جو لطف ماڻيو آهي، پوءِ ڇو مان جرم جي احساس ۾ وڪوڙيل آهيان؟"

"ڇا اهو احساس ان پالنا ۽ ذهني اوسر مان ٿو جنم وٺي جيڪا ٻن انسانن جي ميلاپ ۽ ويجهڙائي کي سماجي ۽ مذهبي بنيادن تي پاپ جي طور تي سيکاري ۽ سمجهائي ٿي؟ يا وري اهو احساس ان جڙتو اخلاقيات جي پيداوار آهي تہ غلام قومن جي فردن تي ڪنهن بہ طرح جي لذت ۽ خوشي حرام آهي؟" حسين جو ذهن اڃان انهن سوالن جا جواب نہ پئي ڏئي سگهيو. پر ڪيس هڪڙي ڳالهہ جي پڪ هئي تہ سندس زندگي هاڻ ڪڏهن ساڳي نہ رهندي. هن کي احساس ٿيو تہ انهن ڪجهہ گهڙين سندس زندگيءَ ۾ وڏي آنڌمانڌ آڻي ڇڏي آهي ۽ هو سمجهي سگهيو ٿي تہ اهي گهڙيون، اهي قربت جا پل، ڪنهن کي سڄو سارو پنهنجي وجود سان هڪ ڪري ڇڏڻ واريون ساعتون تمام مضبوط ٿين ٿيون ۽ انهن پلن ۾ انسان سمورن ٻين خيالن، سوچن، ڏوجهرن، مايوسين، ظلمن، نتيجن ۽ وفائن کان بي نياز ٿيو وڃي.

"شهزادا خيال ڪر." اوچتي رڙ تي حسين جي خيالن جو سلسلو ٽٽو. هن ڪنڌ ورائي ڏٺو تہ هڪ ٽانگو ذري گهٽ اچي ڪيس لڳو هو ۽ ٽانگي وارو رڙ ڪري ڪيس خبردار ڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هو. "صاحب پاڻ سنيال، وچ روڊ ورتيون ٿو وڃين. بابا پاسي تي هل."

حسين پاڻ سنڀاليندي روڊ جي هڪ پاسي تي هليو ويو. سندس ڇهري تي مرڪ تري آئي هئي. هن سوچيو تہ سائره جي خيالن مان في الحال نڪري ڪيس تنظيمي ڪمن تي ڌيان ڏيڻ گهرجي. هن کي ياد آيو تہ ڪيس اڄ شهر جي مختلف اسڪولن ۾ وڃي اسڪولن جي ٽالن

۾ ايلفي وجهڻي آهي تہ جيئن صبح جو جيڪڏهن اسڪولن جي انتظاميہ ڪلاس کولڻ بہ چاهي تہ چاٻيون تالن ۾ وجهي نہ سگهجن ۽ مجبوراً ڪلاسن کي بند رکيو وڃي. جيتوڻيڪ رٽابندي موجب جمهوريت جي اتحاد جون شاگرد تنظيمون سياڻي اسڪولن ۽ ڪاليجن جو بائيڪاٽ ڪرائينديون. پر ان کان پوءِ بہ فيصلو ڪيو ويو هو تہ تالا خراب ڪبا تہ جيئن اسڪولن کي بند رکڻ کي يقيني بڻائي سگهجي. حسين رستي تان هڪڙي اسٽور تان ايلفي جا ڪجهہ پاڪيٽ خريد ڪيا ۽ پوءِ سڀ کان پهرين پنهنجي ويجهي اسڪول ڏانهن روانو ٿي ويو.

هن ڏاڍي احتياط سان اسڪول جي يت ٽپي ۽ پوءِ اندر لڪ ڇپ ۾ هر ڪلاس جي تالي ۾ ايلفي جا ڪجهہ قطرا اوتيندو ويو. ڪيس اهو ڪم ڏاڍو خطرناڪ پئي محسوس ٿيو. هن کي لڳو تہ جيڪڏهن پڪڙجي پيو تہ ساڻس ڏاڍي جٺ ٿيندي. پر ڪيس ان ڪم ۾ خوف جي عنصر سبب مزو پڻ اچي رهيو هو. اڄ جي ڪم سبب ئي هن پيرن ۾ راند وارو بوٽ پاتو هو تہ جيئن ڀڄڻ ۾ ڪيس سهولت ٿئي.

حسين ٽن اسڪولن ۾ اها ڪارروائي ڪاميابي سان ڪرڻ کان پوءِ شهر جي سڀ کان وڏي ۽ سخت اسڪول وٽ پهتو. هن پهرين چئني پاسن ڏانهن نهاريو پوءِ وڏي لوهي دروازي کي هلڪو ڌڪو ڏنائين تہ دروازو کلي ويو. حسين اسڪول اندر داخل ٿي ويو.

اسڪول ۾ شام جو شاگرد رانديون ڪيڏندا آهن ان ڪري هتي سدائين چوڪرا ۽ چوڪيدار موجود هوندا آهن. اسڪول جي عمارت تمام وڏي ۽ خوبصورت آهي جيڪا پٿرن ۽ سرن سان تعمير ٿيل آهي. ڪلاسن جي عمارتن جي چوڌاري ۽ انهن وچ ۾ باغ آهن جن ۾ تمام گهاٽا ۽ ساوا وڻ اسڪول جي ماحول کي ڏاڍو سهڻو ۽ سرسبز ڪن ٿا. اسڪول جي عمارت جي پويان هڪڙو وڏو ميدان آهي جنهن ۾ سوين شاگرد مختلف رانديون ڪيڏي رهيا هئا. حسين اسڪول جي چوڌاري پهرين هڪ چڪر لڳايو ۽ پوءِ گرائونڊ فلور جي ڪلاسن جي تالن ۾ ايلفي وجهڻ شروع ڪيائين .هو هوريان هوريان وڏي احتياط سان تالن ۾ ايلفي وجهندو پئي ويو. ڪيس اندازو هو تہ اسڪول تمام وڏو آهي ۽

ڪيس ڪافي وقت لڳي سگهي ٿو تنهن ڪري هن ڪي پنهنجي ڪارروائي جي رفتار تيز ڪرڻي پوندي. حسين کي ڪلاسن جا تالا خراب ڪندي خيال آيو ته ڪيڏي نه عجيب ڳالهه آهي جو ڪين هڪ ذهن لاءِ تعليم روڪرائڻ لاءِ هي طريقو اختيار ڪرڻو پيو آهي؟ ”تعليم ته انسان کي شعور تي ڏئي پوءِ ڇا هتي پڙهندڙن کي اهو شعور حاصل ڪونهي ته قوم مٿان جبر، ظلم ۽ مارشل لا کي هٽائڻ لاءِ جدوجهد جو ساٿ ڏيڻ ڪيڏو نه اهم ۽ ضروري آهي؟“ حسين سوچيو. هن گرائونڊ فلور جي تالن کي ناڪاره ڪرڻ کان بعد اسڪول جي مٿين منزل جو رخ ڪيو. اسڪول جي ڪانئيءَ جي ڏاڪڻ چڙهي جڏهن هو مٿين منزل تي پهتو ته سڀ کان پهرين سامهون ڪيس فزڪس جي ليبارٽري نظر آئي. حسين ليبارٽريءَ جي تالي ۾ اجا ايلفيءَ جا ڪجهه قطرا مس وڌا هوندا ته ڪيس ڪنهن هڪل ڪئي، ”ڪير آن، ڇا پيو ڪرين؟“
حسين آواز واري پاسي ڏانهن ڪنڌ ورائي ڏٺو ته سامهون واري بلاڪ جي پهرين منزل تي چوڪيدار بيٺل هو جيڪو ڪيس هڪلون ڪري رهيو.
حسين اندازو لڳايو ته چوڪيدار اجان پري آهي ۽ ڪيس سامهون واري عمارت مان لهي هن عمارت ۾ اچڻ ۾ وقت لڳندو. هن چوڪيدار کي ڏٺو اڻڏٺو ڪندي تڪڙ تڪڙ ۾ ڪلاسن جي تالن ۾ ايلفي اوتڻ شروع ڪري ڏني. چوڪيدار ڪيس وري هڪل ڪئي، ”اڙي ڪير آهين مان چوانءِ ٿو بيهه اتي، اهو ڇا ٿو ڪرين تالن کي؟“ چوڪيدار هاڻ زور زور سان واڪا ڪرڻ شروع ڪيا هئا ۽ گڏوگڏ ڪهاڙي ايپي ڪري ڊوڙندو ڏاڪڻ طرف روانو ٿي ويو.
حسين کي خطري جو احساس هو پر هو ڪم به پورو ڪرڻ پيو چاهي. هن چوڪيدار کي سامهون واري بلاڪ مان نڪري هن بلاڪ ۾ ايندي ڏٺو ته تڪڙ ۾ پوئين ڏاڪڻ کان هيٺ لهي ويو ۽ وٽن جي اوٽ وٺندي ڪلاسن جي ان بلاڪ ۾ داخل ٿي ويو جتان چند منٽ پهرين چوڪيدار ڪيس هڪلون ڪري رهيو هو. هن پهرين هيٺين منزل جي ڪلاسن جي تالن کي خراب ڪيو ۽ پوءِ ڊوڙندو پهرين منزل تي پهچي

ويو ۽ تالن ۾ ايلفي وجهڻ شروع ڪيائين.
ان وچ ۾ چوڪيدار ڊوڙندو سهڪندو جڏهن ان هنڌ پهتو جتي هن حسين کي ڪارروائي ڪندي ڏٺو هئائين ته ڪيس پنهنجين اکين تي يقين نه پئي آيو. هاڻ چوڪيدار حسين کي سامهون واري بلڊنگ ۾ تالن سان هٿ چراند ڪندي ڏسي پئي سگهيو. چوڪيدار ڪاوڙ ۾ ڳاڙهو ٿي ويو. سندس سڄو جسم ڏڪي رهيو هو ۽ هن زور زور سان رڙيون ڪرڻ شروع ڪيون. "چور چور چور. ونوس هن مادر..... کي ڪلاسن جي تالن سان الائي ڇا پيو ڪري..."
چوڪيدار جون رڙيون ٻڌي اسڪول جي ميدان ۾ راند ڪيڏندڙ شاگردن به پنهنجي راند اڌ ۾ ڇڏي چوڪيدار طرف ڊوڙڻ شروع ڪيو.
حسين کي هاڻ اهو ممڪن نه پئي لڳو ته هو سڄي اسڪول جي تالن کي خراب ڪري سگهندو ۽ ڪيس سمجهه ۾ اچي ويو هو ته هت وڌيڪ ويهڻ سندس لاءِ تمام وڏي مصيبت پيدا ڪري ڇڏيندو. حسين باقي بچيل ايلفي وٽن ۾ اڇلائي ۽ عمارت سان لڳو لڳ پاڻيءَ جي پائيپ کي پڪڙي هيٺ لهي آيو. پر ان وقت تائين چوڪيدار به سامهون واري عمارت مان لهي هن طرف ڪهاڙي ايي ڪيو ڊوڙندو پئي آيو." ويهه ڙي ڪتي جا پٽ" چوڪيدار رڙ ڪئي.
حسين نه ويهڻ وارو هو نه ويٺو. ڪيس ائين پئي محسوس ٿيو ته سندس پيرن ۾ ڄڻ اسپرنگ لڳي ويا آهن. هن سوچيو جي جان پياري اٿي ته عليءَ جو نالو وٺي ائين پڄ جيئن زندگيءَ ۾ ڪڏهن نه پڳو هئين. حسين سوچيو ته هو ڪلاسن واري بلاڪ مان نڪري شاگردن جي ميدان مان ٿيندو اسڪول جي پوئين پٽ ٽپي پاڙي جي گهٽين ۾ غائب ٿي ويندو. اهو سوچي هن ميدان طرف ڊوڙڻ شروع ڪيو. سندس پويان چوڪيدار هڪڙو هٿ لهندڙ گوڏ ۾ ۽ ٻئي سان ڪهاڙي ايي ڪيو ڊوڙندو پئي آيو. حسين، چوڪيدار جون گاريون ۽ چور چور جا واڪا صاف ٻڌي پئي سگهيو.
حسين جي اڄ ڪا قسمت ئي خراب هئي. هو اڃان ميدان جي وچ ڌاري مس پڳو هو جو ڏٺائين ته پريان شاگردن جو هڪ اٽالو به چور چور ڪندو سندس پويان لڳي ويو هو. هن وچ ۾ ويهي پوئتي نهاريو ته هاڻ

چوڪيدار سان گڏوگڏ ڪيئي شاگرد پڻ حسين طرف چور چور جا آواز بلند ڪندا ڊوڙندا پئي آيا. حسين کي اڄ پادر بلڪل سامهون نظر ٿي آيا. هن سوچيو تہ جي اڄ بچو تہ نئون ڄائو. سيڪنڊ جي ڪنهن حصي ۾ حسين پنهنجي سڄي طاقت جمع ڪئي، پوءِ هن بنهي طرفن کان ايندڙ انبوهن جي ويجهي پهچڻ کان پهرين، ٽئين طرف پنهنجي پوري رفتار سان ڊوڙڻ شروع ڪيو. کيس محسوس پئي ٿيو تہ سندس پير زمين تي ڪونهن بلڪ هوا ۾ پيا اڏامن، حسين کي پنهنجي رفتار ۽ جذبي تي پاڻ حيرت پئي ٿئي. "موت ائين ڏسي تہ انسان ڪجهہ بہ ڪري سگهي ٿو" حسين سوچيو. هن کي خيال آيو تہ اسڪول جي هڪ پاسي کان ڊوڙندو سامهون واري گيٽ طرف وڌندو ۽ پوءِ اسڪول مان نڪري روڊ پار ڪري سامهون سول اسپتال جي پٺ ٽپي اسپتال ۾ گم ٿي ويندو. سندس آخري اميد اها هئي تہ سندس پويان لڳل، هنبوڇيون هڻندڙ اٽالو سندس پويان ئي ڊوڙندو اچي، ائين نہ ٿئي جو انهن مان ڪي وري پريان ڦري اسڪول جي مين گيٽ طرف اچي وڃن. ان صورت ۾ منجهس نہ ڊوڙڻ جي سگهہ هوندي نہ ڪو بيو رستو ۽ پوءِ هو ائين ڪتبو جيئن اٺ پٽڻ تي. حسين ذري گهٽ اکيون بند ڪري ڊوڙندو رهيو ۽ کيس محسوس پئي ٿيو تہ پويان ايندڙ اٽالو کيس ويجهو ٿيندو پئي ويو. پويان لڳل ڇوڪرا هوڪرا ڪندا، متس پٿر، بال، بيٽون، هاڪيون ۽ وڪيٽون اڇلائيندا، رونشي ۾ ڊوڙندا پئي آيا. حسين گوهيون ڏيندو پنيءَ ۽ ڄنگهن تي پٿر ۽ هاڪيون سهندو ڊوڙندو رهيو تان جو اسڪول جو چڪر لڳائي مين گيٽ واري رستي تي اچي پڳو. کيس اهو ڏسي ڪجهہ اطمينان ٿيو تہ رستو صاف هو پر سندس پويان لڳل انبوهہ هاڻ بنهہ ويجهو اچي پڳو هوس. هن زندگي ۽ ذليل ٿيڻ جي وچ ۾ گهٽجندڙ فرق محسوس ڪندي آخري دفعو زور سان رڙ ڪري پاڻ کي هڪ آخري ڊوڙ لاءِ تيار ڪيو ۽ وچ وانگر هوا ۾ اڏامندو لوهي گيٽ وٽ پڳو جيڪا بند هئي بس ان جو ننڍڙو در کليل هو جنهن مان هڪ وقت ۾ فقط هڪڙو شخص ئي لنگهي ٿي سگهيو. پر ان کان پهرين جو هو ٻاهر نڪري اوچتو گيٽ مان هڪ پوڙهي مائيءَ کي اندر داخل ٿيندي ڏٺائين. حسين وٽ سوچڻ جو وقت ڪو نہ

هو هن محسوس ڪيو تہ جنهن رفتار سان هو ڊوڙي رهيو هو جيڪڏهن پوڙهيءَ سان ٽڪرايو تہ هوءَ بچي نہ سگهندي. هن بجليءَ جي تيزي سان ڊوڙندي ڊوڙندي بس دروازي کان نڪرڻ کان صرف اڌ سيڪنڊ پهرين پنهنجي جسم کي ڦيرائي پاسيرو ڪيو ۽ ساڳي ئي سيڪنڊ ۾ جيئن ئي عورت اسڪول ۾ داخل ٿي، حسين اک ڇنڀ ۾ دروازي کان ٻاهري نڪري ويو. سندس هر ممڪن ڪوشش جي باوجود بہ پوڙهي سندس هڪ ٻانهن سان ٽڪرائجي ڪري پئي. " پٽيا ماريا..... ساهہ ڪڍي ڇڏيئي.... ريل تي چڙهئي ڇا؟" حسين پوڙهيءَ جا آخري لفظ ٻڌا. سندس ڪرڻ هڪ طرح سان حسين لاءِ فائديمند ثابت ٿيو جو سندس پويان ايندڙ انبوهہ ڪجهہ دير لاءِ ڏرو ٿيو ۽ حسين موقعي جو فائدو وٺندي روڊ ٽپي اسپتال جي پٽ ٽپي اسپتال جي هڪڙي وارڊ ۾ گهڙي ويو.

حسين پگهر ۾ شل ٿي ويو هو ۽ سندس انگ انگ ٽڙڪي رهيو هو. ڪيس دل جو آواز ڪنن ۾ وڄندو پئي محسوس ٿيو ۽ سندس ڄنگهون انتهائي ڪمزوري محسوس ڪري رهيون هيون. هن کي لڳي پيو تہ جيڪڏهن هو وڌيڪ دير تائين بيٺو رهيو تہ ڦهڪو ڏئي ڪري پوندو.

هو وارڊ جي هڪڙي بينچ تي ويهي رهيو. وارڊ ۾ معمول جي اسپتالي ڏپ سندس ساهہ ڪڍي رهي هئي ۽ ڪي مريض ڪيس ڏاڍي حيرت سان ڏسي رهيا هئا پر هن سيني کي ڏنو اٽڪو ڏنو ڪري ڪجهہ دير تائين بينچ تي آرام ڪيو. جڏهن هو ڪجهہ سامت ۾ آيو تہ بينچ تان اٿيو ۽ اسپتال جي باغ ۾ ٽهيل ڪينٽين ۾ وڃي ويٺو ۽ بيري کي چانهہ آڻڻ لاءِ چيائين.

"ڇا تہ ڏينهن هو؟" حسين سوچيو ۽ سندس ڇهري تي مرڪ پکڙجي وئي، "فقط چند ڪلاڪن جي وٿيءَ سان مون پنهنجي زندگي جا سڀ کان خوبصورت پل ڪنهن جي نرم ٻانهن ۾ گذاريا ۽ وري ذلت جي پاتال ۾ ڪرندي ڪرندي بچي نڪتو آهيان."

"زندگيءَ جي ڇتر ۽ غير يقيني، ابتڙن جو ميلاپ، شخصيت جا انيڪ روپ، نازڪ، نفيس ۽ ڪمزور ڪندڙ جذبا ۽ وري جبل جو عزم ۽ موت سان اکيون اکين ۾ ملائڻ جي تمنا. زندگي ڪيڏي نہ پيچيده ۽

گهرڻ رکي آهي. ان هڪ پل ۾ جڏهن آءٌ سائره جي ساهن مان خوشبو اوتي رهيو هوس، مون پاڻ کي ڏاڍو ڪمزور ڄاتو هو ۽ مون فقط اهو پل ئي زندگي پائڻي هئي ۽ وري ڪهاڙيءَ مان سر بچائي ڀڄڻ وقت مون فقط ان پل کي ئي زندگي پاتيو هو. بس اهو پل هو جيڪو زندگي بخشيندڙ هو ۽ مون سوچيو هو "هيءَ زندگي مون کي ملي پوءِ پلي ڪجهه ملي يا نه." انسان ايڏو بدلجندڙ ڪيئن آهي؟ ايڏيون انيڪ سوچون ۽ ايڏيون هڪ ٻئي کان مختلف. پوءِ ڪنهن کي درست ڄاڻجي ۽ ڪنهن کي غلط؟ شايد انهن سمورين متضاد سوچن جو ميلاپ ئي انسان آهي. ۽ شايد آخري تجزئي ۾ انسان بابت فيصلو ان بنياد تي ئي ٿيندو ته انهن سمورين متضاد ۽ لامحدود سوچن جي وهڪري مان اهي ڪهڙيون ڌارائون هيون جن کي انسان پنهنجي زندگيءَ جو حصو ٺاهيو ۽ انهن جي بنياد تي پنهنجي شخصيت جوڙي عمل ئي اهو عڪس آهي، جيڪو چونڊيل سوچن جي نمائندگي ڪري ٿو."

"سائين چانهه." بيرو چانهه کڻي آيو. حسين ڪينٽين جي باغ ۾ چانهه جو سرڪيون ڀريندي سوچيو ته ڪيس هڪ ڪلاڪ کان پوءِ شهباز هوٽل تي سڪندر سان ملڻو آهي.



جيتوڻيڪ سج جا پاڇا لڙي چڪا هئا، پر گرميءَ ۾ اڃا ڪا خاص گهٽتائي نه آئي هئي. روڊن تي ٽريفڪ ۾ واڌارو اچي ويو هو. شهر جا مرد وهنجي سهنجي گهٽو ڪري هن وقت گهرن مان نڪري اچي چانهن جي هوٽلن ۽ جوسن جي دوڪانن تي ويهندا آهن ۽ سندن ڪچهريءَ جو سڀ کان پسنديده موضوع سياست هوندو آهي.

پڪوڙن ۽ جليبين وارن به پنهنجي لوهي تين جي هيٺان باهيون ٻاريون هيون ۽ سندن تين ۾ پراڻو مٽي گاڏڙ تيل ٽچڪڻ شروع ٿيو هو. هي وقت فقيرن جي ٽولين جي پڙ ڪمائي جو وقت هوندو آهي. ورهين

ڪان جاتل سجاتل فقير ۽ فقيرياڻيون پنهنجا دٻا ۽ ڪشڪول کڻي ڪم جي سنبت ڪندا آهن. شهر جي پسگردائي ۾ اچي ديرو ڄمائيندڙ باگڙي پڻ پنهنجين عورتن کي ٻار هنجن ۾ ڏئي ڪم تي موڪليندا آهن. گهڻن فقيرن ۽ فقيرياڻين جي هيءَ ٻئي شفٽ هوندي آهي، سندن پهرين شفٽ صبح جو سوير شروع ٿيندي آهي، جڏهن بيشمار فقير روڊن، رستن، بس اڏن، ريل اسٽيشن ۽ بازارن ۾ پکڙجي ويندا آهن.

باگڙي عورتون وهنجي سهنجي سرخي پوڊر لڳائي، پنهنجا ميرا، ڦاٽل ڪپڙن پهريل اڌ اگهاڙا ٻار کڻي نڪرنديون آهن. هر دوڪان، هوٽل ۽ ڪئبن تي هي فقيرياڻيون خيرات گهرنديون وينديون آهن ۽ شرارتي دوڪاندار ڪڏهن ڪين خيرات ڏيندا آهن ته ڪڏهن ساڻن عشق پيچائيندا آهن. ڪي ڪين چڙٻ ڏيندا آهن ته ڪي وري وڏين ڏاڙهين وارا مولوي حضرات ڏاڙهيءَ تي هٿ ڦيري، ڪنن کي هٿ لاهي توبهه ڪندا آهن ته "معاشرو کهڙو نه خراب ٿي ويو آهي جو ڏينهن ڏٺي هي خدا ٻاريون وينيون دينڌار ماڻهن سان چنچلائيون ڪن." اهڙن وقتن تي هي بزرگوار جنرل ضياءَ الحق کي دعائون ڏيندا آهن جنهن ملڪ مان بدعتون ختم ڪرڻ ۽ نظام مصطفيٰ جي نفاذ جو بابرڪت ڪم شروع ڪيو آهي.

شهر جي مصروف چوڪ تي الشهباز هوٽل آهي، جيڪو سياسي، ادبي ۽ سماجي سرگرمين جو مرڪز ٿي ويو آهي. مختلف خيالن، سوچن ۽ فڪري لاڙن جا ماڻهو اچي هٿ گڏ ٿيندا آهن، جتي سندن وچ ۾ زبردست نظرياتي بحث ٿيندا آهن. هوٽل جا مالڪ ۽ عملو اهڙن سياسي پهلوانن مان هونءَ ته تنگ آ پر سندن روزي روٽي ٻه انهن جڳادرين جي سبب پئي هلي. هوٽل تي شهر جي سرگرم ماڻهن جي گهڻي اچ وڃ سبب هتي "خفيه " وارن جي اچ وڃ ٻه جام آهي. حالت اها جو هاڻ خفيه وارا تقريبن سمورن سياسي جيوڙن کي سڃاڻي ويا آهن ۽ سياسي ۽ سماجي ڪارڪن وري ڪلف وارا اڇا وڳا اوڍيل خفيه وارن کي پڻ سڃاڻي ويا آهن. ان سبب ڪري جمهوري تحريڪ جي ڪارڪنن کي عوامي هنڌن تي تمام گهڻو احتياط کان ڪم وٺڻو پوندو آهي ۽ جيڪڏهن ڪنهن تي شڪ پوندو آهي ته يا ته هو الله

نبي ۾ عشق محبت جون ڳالهيون ڪرڻ لڳندا آهن يا وري هوٽل مان نڪري وڃي ڪنهن ٻئي هنڌ ويهندا آهن. حسين کي ته هوٽل جي ڪجهه بيرن تي پڻ شڪ آهي ته اهي خفيه وارن لاءِ ڪم ڪن ٿا.

سڪندر جڏهن الشهباز تي پهتو ته هوٽل ۾ چهل پهل شروع ٿي وئي هئي پر ڪافي ميزون خالي هيون. سڪندر هوٽل جي ڪنڊ ۾ پيل هڪ ميز جي ڪرسيءَ تي ويهي رهيو ته بيري سندس سامهون اڇي پاڻي جو جڳ ۽ گلاس رکيو "سائين چا پيئندا؟"

"ٿوري دير ترس هڪڙو همراهه اچڻو آ." سڪندر پنهنجي واچ ڏسندي بيري کي جواب ڏنو. ڇهن ۾ پنج منٽ هئا ۽ سڪندر ۽ حسين ڇهين وڳي جو وقت رکيو هو. سڪندر ٿورو بي چين هو. هن کي محسوس پئي ٿيو ته هو شايد ڪو غلط ڪم ڪري رهيو آهي. سڪندر پنهنجي تنظيم ۽ نظرئي سان وفادار هو ۽ کيس ان ڳالهه تي پورو ويساهه هو ته سنڌ جي جياپي جو رستو سنڌ جي آزادي ئي آهي، پر هو ان پاليسيءَ سان به متفق ٿيڻ لاءِ تيار نه هو ته جڏهن سنڌي ماڻهو ماريا وڃن، سنڌن خلاف فوجي ڪارروائي هلندڙ هجي اهڙي وقت سندس تنظيم انهيءَ قتل عام خلاف ٿيندڙ احتجاج کي نه صرف روڪڻ جي ڪوشش ڪري، بلڪ احتجاج ڪندڙن مٿان حملن جا منصوبا ٺاهي. هو انهن حملن کي روڪڻ لاءِ ڪجهه ڪرڻ پيو چاهي پر کيس سمجهه ۾ نه پئي آيو ته ڪيئن تنظيم سان دغا ڪرڻ کان سواءِ هو اهو ڪم ڪري.

"ڪامريڊ جيئي سنڌ." سڪندر جيئن مٿي نهاريو ته حسين سندس سامهون بيٺو هو "ڏاڍو سٺو ٿيو توهان پوري وقت تي پهچي ويا. چا احوال آ؟ حسين سامهون واري ڪرسيءَ تي ويهندي چيو.

"مان ٺيڪ آهيان. توهين ٻڌايو ڪيئن پيون هلن احتجاج جون تياريون؟"

حسين يڪدم پاڻ کي سنڀالي محتاط ٿي ويو ۽ ويهڻ کان پهرين چوڌاري ڏسي پڪ ڪيائين ته هوٽل ۾ ڪو شڪي ماڻهو ته موجود ڪونهي ۽ ڪو سنڌن ويجهو ويهي ڳالهيون ته نه پيو ٻڌي. پڪ ڪرڻ کان پوءِ حسين ميز تي اڳتي جهڪندي ڏاڍو آهستگيءَ سان کيس

وراڻيو. "ڪامريڊ تياريون هلن پيون احتجاج ڀرپور ٿيندو."
"حسين توهان کي خبر آهي ته آءُ ٻئي تنظيم سان واسطو رکان ٿو ۽ توهان جي نظرئي ۽ تحريڪ سان متفق نه آهيان ۽ خبر اٿم ته توهان جي تحريڪ جو ڪو فائدو به ٿيڻو نه آهي پر مان ائين به نٿو چاهيان ته پنجابي فوج مٿان سنڌين جي قتلام خلاف احتجاج به نه ڪجي،" سڪندر پڻ ڏاڍو آهستگيءَ سان حسين کي چيو.
"ها ڪامريڊ مون کي اندازو آهي، پر سوال اهو آهي ته توهان کي احتجاج کان ڪير ٿو منع ڪري؟ هي تحريڪ ڪن تنظيمن جي نه بلڪ سڄي سنڌي قوم جي تحريڪ آهي ۽ ان ۾ توهان پنهنجو ڪردار نڀائي سگهو ٿا." حسين چيو.
"حسين اها ڳالهه ايڏي سادي ڪونهي جهڙي ريت توهان پيش پيا ڪيو. اسان جي تنظيم جو هڪ اصولي موقف آهي ته پاڪستان بچائڻ جي هر عمل جي مزاحمت ڪبي ۽ توهان جي تحريڪ جو بنيادي نعرو ئي پاڪستان بچايو تحريڪ آهي پوءِ اسان ڪيئن ان جو حصو ٿي ٿا سگهون؟"
"پر پاڪستان بچايو ته هڪ سياسي نعرو آهي جنهن جو مقصد هي آهي ته فوجي جنتا جي عملن سبب ملڪ ٽٽي پيو ۽ اهو نعرو ان ڪري آهي ته جيئن ملڪ جي سمورين قوتن کي گڏ ڪري سگهجي ۽ پيو ته فوجي جنتا کي هن تحريڪ کي ملڪ دشمن قرار ڏيڻ جو قانوني جواز نه ملجي. ان نعري جو عملي مقصد اهو ٿوروئي آهي ته تحريڪ لازمي طور تي پاڪستان کي بچائي سگهندي يا جي فوجي جنتا جي ڪرتوتن سبب ٽٽي ٿو ته ڪو ان کي روڪي سگهجي ٿو. سياسي نعرا ته حڪمت عمليءَ جو حصو هوندا آهن. ان کان سواءِ پلا جي جمهوري تحريڪ نه هلندي ته پاڪستان ڪهڙو سياڻي ٽٽي پوندو؟ چوان وقت تائين وڏيرن ۽ ملن کي ڇڏجي ته سنڌي عوام جي ڪوڙي نمائندگي ڪن ۽ ڪير، غلط نظرين تحت استعمال ڪن. قوم جي فوج خلاف تحريڪ ته خودرو (پاڻ مرادو) آهي، اسين ته سڀئس گڏ پيا هلون ۽ ڪيس قيادت پيا مهيا ڪيون ته جيئن قوم کان ڪنجي الڳ ٿي نه وڃون." حسين پنهنجا دليل ڏيندي ڏاڍيان ڳالهائڻ لڳو هو. ڪيس اوچتو

احساس ٿيو ۽ هو چپ ٿيندي چوڏاري ڏسڻ لڳو.

”ها، آءٌ تنهنجين ڪجهه ڳالهين سان متفق آهيان ان سبب ئي توسان ملڻ جو پروگرام ناهيو هو.“ سڪندر چيو. ”پر ادا ٻڌو آءٌ توهان کي هڪڙي خبر پڻ ڏيڻ چاهيان ٿو. توهان غور سان ٻڌو ۽ پوءِ ان بابت ڪجهه ڪرڻ جو سوچيو.“

حسين هڪدم اچان وڌيڪ سنجيده ۽ محتاط ٿي ويو ”ڇا ڳالهه آ ياڻو ڇا ٿا ٻڌائڻ چاهيو؟“

”غور سان ٻڌو... توهان جيڪو سياڻي جلوس پيا ڪڍو ۽ احتجاج پيا ڪيو ان کي اسان جي تنظيم ناڪام ڪرڻ ٿي چاهي ۽ تنظيم جلوس مٿان حملو ڪرڻ جي سٽ سٽي آ.“ سڪندر ڏاڍي رازداريءَ سان هوريان هوريان پئي ڳالهايو ”هي ڪم جيڪو آءٌ ڪيان پيو اهو منهنجي لاءِ به مصيبت کڙي ڪري سگهي ٿو پر توهان کي ٻڌائڻ مناسب سمجهيم. سياڻي اسان جا ڪامريڊ ساٿي جلوس مٿان اناج منڊيءَ وٽ حملو ڪندا، سو توهان تيار رهجو.“

حسين سندس چهري جا تاثرات پڙهڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هو. ڪيس غور سان ويني ٻڌائين. پر سندس ذهن ۾ اهو شڪ به اڀريو ته مٿان سڪندر ساڻس ڪوڙ ڳالهائي خوف پيدا ڪرڻ چاهيندو هجي، هو آهي ته آخر مخالف پارٽيءَ جو نه؟

”توهان پنهنجي تنظيم جي اندروني رٿابنديءَ کان مون کي ڇو پيا آگاهه ڪيو؟“ حسين ڪانئس سوال ڪيو. ”حسين مون تي شڪ نه ڪر، مون توکي فقط ان ڪري ٻڌايو جو آءٌ نٿو چاهيان ته هي احتجاج ناڪام ٿئي ۽ پنجابي فوج سنڌين تي ڇترون ڪري.“

”نيڪ آ سڪندر... معاف ڪجانءِ ادا توتي شڪ ڪيم پر تون سمجهي سگهين ٿو ته اڄ ڪلهه جي حالتن ۾ اهو فيصلو ڪرڻ ته ڪنهن جي ڳالهه جو يقين ڪجي ۽ ڪنهن تي نه ڪجي، ڏاڍو ڏکيو آ. خير توهان جي مهرباني. هاڻ پاڻ موڪلايون، اسان کي سياڻي جي تياري لاءِ ڪيترا ڪم ڪرڻا آهن ۽ هڪڙي ڪم جو واڌارو هاڻ تو به ڪري ڇڏيو آ.“

حسين ۽ سڪندر اٿي بيٺا ۽ ٻنهي ڪلندي هڪ ٻئي کان موڪلايو.



سائره پنهنجي پلنگ تي ڪا مهل ليٽي رهي. وهاڻي تي سندس وار وکريل هئا, هن جون اکيون بند هيون, بستري جي چادر مروڙجي سروڙجي وئي هئس ۽ سندس رئو پيرانديءَ کان زمين تي پيو هوس, هوءَ هر شئي کان بي نياز هڪ اونهي سرور جي احساس سان مدهوش هئي. هوءَ پنهنجن سوچن ۾ اجان حسين جي سامهون هئي,سندس آڳر مان اوچتو سندس ماءُ جو آواز آيو. جيڪا پاڙي مان موٽي آئي هئي ۽ لڳي پيو تہ رڌ پچاءَ جي تياري شروع ڪئي هئائين.

سائره نہ چاهيندي بہ بستري تان اٿي کڙي ٿي, ڪپڙا ٺيڪ ڪيائين, بسترو درست ڪيائين ۽ پوءِ رئو پائيندي ڪمري مان نڪري آئي. هن ڏٺو سندس ماءُ رڌڻي ۾ ويٺي رڌ پچاءَ جو سامان ٺيڪ ڪري رهي هئي. سائره وڃي پويان پنهنجي ماءُ کي ڀاڪر پاتو. ۽ ڀَراٽڙي ڏنائين. هوءَ اڄ ڏاڍو خوش هئي ۽ پنهنجي اندر جو احوال ونڊڻ لاءِ آتي هئي پر ڪيس اها همت نہ پئي ٿئي جو ڪا ڳالهہ پنهنجي ماءُ سان ڪري سگهي.

"سائره پٽ... ڏاڍو پيار پيو اچئي ماءُ تي. خير تہ آهي؟" سندس ماءُ مشڪندي چيس.

"امان خير آهي. ڀلا ماءُ سان پيار جي اظهار جو مطلب اهو آهي ڇا تہ خير ڪونهي؟"

"نہ ائين تہ مون نہ چيو پر اوچتو اهڙو پيار ! لڳي پيو منهنجي ڌيءَ ڏاڍي خوش آهي."

"ها امان, خوش آهيان... زندگي سهڻي پئي لڳي. لڳي ٿو هي سفر هرويرو بہ ڪنڊن ۽ پٿرن جي رستن تي هلڻ جو نالو ڪونهي."

"ها هي رستو رڳو ڪنڊا ۽ پٿر ڪونهي پٽ پر رستي جي چوڌاري ڪنڊا ۽ پٿر ضرور آهن. ٿوري غلطي ٿي, ڪو رستو ڀليو تہ پوءِ بس ڪنڊا ۽ پٿر ئي هوندا آهن. زندگيءَ جو خيال رکجانءِ منهنجي منڙيا"

"امان.... منهنجي پياري امان, مان زندگي جو پورو خيال

رکنديس.“ سائره ماءُ کي زور سان ياڪر پائيندي چيو ”ٻڌ امان مان ياسمين سان ملي اچان ٿي.“
سائره جڏهن ياسمين جي گهر پهتي تہ ياسمين پنهنجي ميز تي جهڪيل هئي ۽ ويٺي ڪجهہ لکيائين سائره سندس ڪمري جو دروازو کُولي اندر داخل ٿي تہ ياسمين پنهنجي لکڻ جو ڪم ڇڏي کيس ڪيڪاريو.
سائره جو چهرو ٻهڪي رهيو هو خوشي سندس چهري مان بکي پئي. هوءَ ڏاڍي ترنگ ۾ نظر پئي آئي. هن جي دل پئي چوي تہ هو حسين بابت ڪنهن سان ڳالهائي.
”سائره اڄ تہ ڏاڍي خوش پئي نظر اچين؟“ياسمين سندس اکين ۾ اکيون وجهندي پڇيس.
”ها.... ياسمين اڄ مان ڏاڍي خوش آهيان، ۽ اهڙي خوشيءَ جي ويل سوچيم توسان ملان. توسان دل جو حال اوريان، تون ئي منهنجي سڀ کان ويجهي ۽ پياري دوست آهين.“ سائره ياسمين کي چيو ۽ اهي لفظ چوندي سندس اکين ۾ آلاڻ اچي وئي هئي.
ياسمين ڏاڍي پيار مان وچي سائره جي هٿن کي جهليو. کيس وٺي اچي کٽ تي ويهاريائين“ منهنجي پياري سائره آءُ تنهنجي دوست آهيان ۽ هميشہ رهنديس ۽ جڏهن بہ توکي دل جو حال اورڻو هجي يا ڪو ڪم هجي تون مون کي بلڪل پنهنجي ڀيڻ جيان سمجهندي ڪنهن بہ وقت چئي سگهين ٿي. چڱو هاڻ ٻڌاءِ تہ ان خوشيءَ جو سبب ڪهڙو آهي؟“
”يار.. سمجهہ ۾ نٿو اچي ڪيئن ٻڌايان. خبر نہ آهي  تون ڇا سوچيندينءَ؟“
”اڙي بابا. ڪٿي هاڻ ٻڌاءِ اهڙو تو ڇا ڪيو آهي، جو توکي خوف آ تہ آءُ الائي ڇا سوچيندس.“
”ياسمين..... هو تنهنجو دوست آهي نہ حسين...“
”ها ڇا هي ان کي....“ ياسمين بي تاب ٿيندي چيو.
” هو اڄ منهنجي گهر آيو.... اصل ۾ اسان.... ڪيئن چوان؟“
”سائره چئو ڇا اصل ۾ توهان...؟ ايڏو منجهي ڇو پئي آهين؟“

ياسمين وڏيڪ ابهرو ٿيندي پڇيس. سندس ذهن ۾ خطري جي گهنٽي وڄڻ شروع ٿي وئي هئي. پر پوءِ بہ هو ڪنهن نتيجي تي پهچڻ کان پهرين سائره جي واتان ٻڌڻ پئي چاهي.

"اصل ۾ " سائره اٽڪندي اٽڪندي وري ڳالهائڻ شروع ڪيو "توکي خبر آهي تہ هو مون کي سٺو لڳندو هو.... مون ڪيس پنهنجي شاعري بہ موڪلي هئي.. هو اڄ منهنجي گهر آيو. ۽ .... هو ۽ مان ڏاڍو.... ويجهو ٿي وياسون."

ياسمين جو جڻ ساهہ بند ٿي ويو. سندس چهري تي گهرا مايوسي، ڏک ۽ نفرت جا پاڇا تري آيا. هو ٽڪٽڪي ٻڌي سائره جي چهري کي ڏسي رهي هئي جيڪا اکيون هيٺ ڪيو ياسمين سان ڳالهائي رهي هئي. ياسمين جي دل پئي چوي تہ هو زوردار رڙ ڪري، سائره کي چوي تہ بڪواس بند ڪر. هن سوچيو "هي ڪهڙي دوست آهي جنهن کي اهو اندازو بہ نہ ٿيو تہ آءٌ حسين کي ڪيڏو چاهيان ٿي؟" پر ياسمين جو آواز نہ پئي نڪتو. هوءَ بس خالي نظرن سان سائره کي گهوري رهي هئي. سندس ذهن انتهائي منجهي پيو هو. چهري تي سندس ڏک ڏاڍو چٽو هو. هن سائره خلاف پنهنجي ذهن ۾ ايرندڙ نفرت جي خيالن تي قابو ڪري ورتو هو پر حسين مٿان ڪاوڙ ۽ پنهنجي اندر جي تڪليف کي لڪائي نہ سگهي هئي. هن کي ائين لڳو جڻ تہ سياري ۾ مٿان ڪنهن ٿڌي پاڻيءَ جي بالٽي اوتي ڇڏي هجيس.

"ٻڌ ياسمين، هو ڏاڍو سٺو آهي، خيال ڪندڙ ۽ فضيلت وارو" سائره هاڻ اکيون مٿي ڪري ياسمين کي چيو پر سندس چهري تي نظر پوندي ئي سائره چپ ٿي وئي. اٿوٽندڙ تاثر ياسمين جي چهري تان ختم نہ ٿي سگهيو هو.

"ڇا ڳالهہ آ ياسمين، تنهنجو چهرو ڇو بدليل بدليل آ. ڇا توکي اها ڳالهہ نہ وڻي آ؟" سائره پڇيو.

" نہ اها ڳالهہ ڪونهي... سٺو ٿيو جنهن جي توکي تمنا هئي تنهن کي حاصل ڪيئي. شعرن موڪلڻ ۽ ڪتابن گهرائڻ جو ڪجهہ تہ فائدو ٿيو توکي." ياسمين جي لفظن ۾ لڪل طنز صاف ظاهر پئي ٿي. سائره جي چهري تان خوشيءَ جا رنگ آهستي آهستي غائب ٿي ويا.

هوءَ ياسمين کي اداس نظرن سان ڏسندي رهي، سندس اندر ريگستان
ٿي محسوس ٿيو. اوچتو هن کي پاڻ تي ڪاوڙ آئي. هن کي لڳو تہ هن
ياسمين سان بي واجبي ڪئي آهي. هڪ اهڙي دوست سان ويساهہ
گهاتي ڪئي اٿئين، جنهن کي هوءَ پنهنجي پيڻ جهڙو سمجهندي
هئي. سائره کي ياسمين جي اکين ۾ اهڙي پيڙا نظر آئي جنهن جي
گهور کي هوءَ برداشت نہ پئي ڪري سگهي. " آءٌ ڇا ڪيان؟ هڪ طرف
هيءَ منهنجي مٺي دوست آهي ۽ ٻئي طرف منهنجو پيار؟" سائره
سوچيو.

ياسمين بس چپ چاپ سائره کي ڏسندي رهي. هن کي پنهنجو
وجود انتهائي ننڍڙو ۽ ڪمزور پئي محسوس ٿيو. هن سوچيو تہ حسين
سان پنهنجي پيار جو اظهار ڪري هن ڪيڏي نہ غلطي ڪئي هئي.
ڪيڏو نہ هو بي ايمان آهي، منهنجي قربت کي هن هزار بهانا ڪري
ٺڪرائي ڇڏيو هو ۽ سائره جي سامهون سندس ڪو بهانو نہ هليو.
ڪمينو انسان! ياسمين جي ذهن ۾ خيالن ۽ جذبن جي هڪ وڏي
ويڙهاند هلندڙ هئي. ڇا پيار بي معنيٰ آهي، ۽ جسمن جي ڪشش ئي
سڀ ڪجهہ؟ مون ساڻس ايڏو پيار ڪيو. سندس ايڏو خيال ڪيو.
سمورين ريتن رسمن کي ٽوڙيو ۽ پنهنجي دل کولي هن جي سامهون
رکي ۽ هو منهنجن جذبن ۽ امنگن کي لتاڙيندو ائين اڳتي وڌي ويو
ڄڻ انهن جي ڪا اهميت ئي نہ هجي." ياسمين سوچيو.

"ياسمين.... پڌ مان...."

"سائره بس ڇڏ ان ڳالهہ کي پاڻ بعد ۾ ڳالهائينداسون." ياسمين
سائره جي ڳالهہ اڌ ۾ ڪٽيندي چيو.

سائره ڪجهہ چوڻ جي ڪوشش ڪئي پر ياسمين جي عينڪ
پويان سندس چمڪندڙ اکين ۾ آلاڻ کي محسوس ڪندي هن ڪجهہ
بہ چوڻ جي همت نہ ڪئي ۽ بس پنهنجو ٿيلهو کڻي، ياسمين جي
ڪمري مان نڪري وئي.

پنهنجي ننڍڙي ڪمري جي ميز تي مٿو رکي ياسمين ڪيتري
دير تائين روئيندي رهي. سندس روئڻ اهڙو خاموش هئو جهڙو ڪوهہ.
اونهو خطرناڪ پر خاموش. هن کي پنهنجي پيار جي نہ ملڻ جو ڏک تہ

ضرور هو پر ان کان وڌيڪ کيس ان ڳالھ تي ڪاوڙ هئي تہ هن ڇو حسين جهڙي ماڻهوءَ سان پيار جو ناتو ڳنڍڻ جي ڪوشش ڪئي؟ ”ڇو اءُ ٻن ڌيندو آهي تہ جنهن کي توهان ايڏي شدت سان چاهيندا آهيو سو توهان جي پرسان هوندي بہ توهان جو ٿي نہ سگهندو آهي؟“ ياسمين سوچيو ”پر هو تہ منهنجي دل جي ڳالھ بہ سمجهي پيو اسان ايڏا سٺا دوست آهيون؟ مون ساڻس پنهنجي دل جو احوال بہ اوريو ڇا انهن سمورين ڳالهين کان پوءِ بہ هو سمجهي نہ ٿي سگهيو تہ مون کان وڌيڪ کيس ٻيو ڪو بہ چاهي نہ ٿو سگهي؟“

”ڇا حسين سائره کي ان ڪري پسند ڪيو جو هوءَ شايد مون کان وڌيڪ خوبصورت آهي؟ پر آءُ بہ خوبصورت آهيان. سائره کان وڌيڪ ذهين آهيان. ۽ سڀ کان وڏي ڳالھ تہ حُسين ۽ مان وڌيڪ پختا ۽ سرگرم انقلابي ساٿي آهيون. اسان جي وچ ۾ هڪ اهڙو رشتو آهي جيڪو ٻين سمورن رشتن کان وڌيڪ مضبوط ۽ گهرو آهي... پيار فاني آهي، وقتي آهي، ڪجھ مهينن. سالن ۾ ڍاڪن ۾ اهو ٻن انسانن جي وچ مان غائب ٿيو وڃي پر انقلاب جو رشتو ڌرتيءَ کي بدلائڻ جي تمنا جو رشتو انسانن کي پيڙا ۽ ظلم کان ڇوٽڪارو ڏيارڻ جي عزم جو رشتو سڀ کان مضبوط آهي. اهو رشتو اسان جو انهن ماڻهن سان پڻ آهي جن کي اسان نہ ڪڏهن ڏٺو ۽ نہ ڪڏهن ٻڌو. دنيا جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ موجود هڪ خوبصورت مستقبل جو خواب ڏسندڙ ماڻهن سان اسان جو هي رشتو آهي. هي لافاني ۽ لازوال رشتو منهنجي ۽ حسين جي وچ ۾ آهي ۽ رهندو پوءِ ڇو ان پاڻ کي پيار جهڙي ڪمزور رشتي سبب تڪليف پهچايان؟ نہ آءُ بلڪل ٺيڪ آهيان. آءُ هرگز نہ روئينديس. هن ڏک کي پنهنجي طاقت ۾ بدلائينديس. حسين جي پيار جي تڙپ ڏکوئيندڙ تہ هوندي پر آءُ ان کي پاڻ تي حاوي ٿيڻ نہ ڏينديس.“ ياسمين هڪ نئين سوچ جي گرمي پنهنجي اندر ۾ محسوس ڪري رهي هئي. هن اکيون اگهيون پر اهي اڃا ڳاڙهيون هيون. هن پنهنجي عينڪ صاف ڪري اکين تي پاتي ۽ پر واري آئيني ۾ پاڻ کي ڏٺو. کيس هڪ خوبصورت ۽ بااعتماد ڇوڪري سامهون بيٺي مشڪندي نظر آئي.

"ياسمين... تون ناراض آهين؟" اوچتو سائره جي آواز تي سندس خيالن جو سلسلو ٽٽو "ٻڌ مان ٿوري جهٽ توسان ويهان؟" سائره سندس ڪمري جي در وٽ بيٺي هئي.

"اچ اندر اچ سائره. تون ڪا پرائي آهين جو پڇين ٿي؟" ياسمين کيس ڏسي مرڪيو. سائره وڌي اچي ياسمين کي ڀاڪر پاتو ۽ چيائين، "يار مون کي معاف ڪر. مون کي اندازو ئي نه ٿيو ته ڪو تون کيس چاهين ٿي. مون سمجهيو توهان سٺا دوست آهيو. تنظيمي ساٿي آهيو پر توهان جي دلين ۾ هڪ ٻئي لاءِ پيار جا جذبا پڻ آهن. اهو آئون سمجهي نه سگهيس. بي وقوف آهيان نا! پر منهنجي مٿي پيڻ مون کي معاف ڪر. آئون توهان جي وچ ۾ هرگز نه ايندس." ياسمين، سائره جو هٿ پڪڙي کيس پنهنجي ڪرسيءَ تي ويهاريو. سندس ذهن هاڻ صاف ٿي چڪو هو ۽ کيس پنهنجي اندر ۾ هڪ نئين طاقت پئي محسوس ٿي. اها طاقت جيڪا هڪ ڏکئي فيصلي ڪرڻ کان پوءِ محسوس ٿيندي آهي. اها طاقت جيڪا دل ۽ ذهن کي آزاد ڪرڻ ۽ هڪ اعليٰ مقصد لاءِ هر قرباني ڏيڻ لاءِ تيار ٿيڻ کان پوءِ انسان کي اندر ۾ محسوس ٿيندي آهي. ياسمين، سائره جي سامهون پنهنجن پيرن تي ويٺي ۽ سندس هٿ اچا هٿن ۾ هئا. هن سائره جي اکين ۾ چند ساعتن لاءِ ڏاڍي گهرائي سان ڏٺو ۽ چيائينس، "توکي معافي گهرڻ جي ڪا ضرورت ڪونهي، تو ڪو گناهه نه ڪيو آ. پلا پيار تي ڪو زور ٿوروئي آ. جي توهان ٻئي هڪ ٻئي کي چاهيو ٿا ته پوءِ وچ مان ته مون کي نڪري وڃڻ گهرجي نه؟ الائي ڇو مون اها ڳالهه سمجهڻ ۾ دير ڪئي؟"

"نه ياسمين توهان هڪ ٻئي لاءِ آهيو... آئون چري آهيان. بس هن وهڪري ۾ وهي ويس." سائره چيو "کيس مان چوندس ته مان هن سان پيار نه ٿي ڪيان. هن کي تنهنجي جذبن جو قدر ڪرڻ گهرجي."

"تون بلڪل ائين نه ڪنديءَ. آئون پيار جي خيرات جي قائل نه آهيان. جي هن جي دل تنهنجي لاءِ بي تاب آهي ته مون کي سندس دل جي ڪا ضرورت ڪونهي. آئون انهن معمولي شين کان اتم آهيان. سائره پليز ڪا بي وقوفي نه ڪجانءِ."

”هيءَ خيرات جي ڳالهہ ڪونهي،“ سائره وراڻيو ”انصاف جي ڳالهہ آهي. تون ڪجهہ بہ چوين, آئون هاڻ ڪڏهن بہ حسين کي چاهي نٿي سگهان, آئون اهو بار کڻي ساڻس قربت نٿي ڪري سگهان تہ مون پنهنجي سيني کان پياري دوست جي محبت کسي آ.“

” پر چري جيڪا محبت هئي ڪو نہ ان جي کسجڻ جو سوال ئي ڪهڙو؟ ٺيڪ آهي شايد مون کي هن بابت ڪي جذبا هوندا پر محبت جا رشتا هڪ طرفا تہ نہ هوندا آهن نہ.“ ياسمين چيو.

”تون چا بہ چوين... مون فيصلو ڪري ڇڏيو آهي. ڀلي تون ڪيس چاهين يا نہ پر آءٌ سندس چاهت کي پنهنجي زندگيءَ مان ميٽي ڇڏينديس بلڪل ائين جيئن پرفيوم جي خوشبو ٻئي ڏينهن تائين غائب ٿيو وڃي،“ سائره اک ڀڃندي چيو.

”چڱو فلاسافر صاحبہ... بس ڪر هاڻي. اهي اردو جا ناول پڙهي تون بہ انهن جي ڪنهن ڪردار جيان ٿي ڳالهائين. لڳي ٿو عشق لا حاصل جي لذت کان خوب واقف ٿي وئي آهين.“ ٻنهي جي چپن تي ٽهڪ پکڙجي ويا.



حسين جلد کان جلد سوگ ڪميٽي جي صدر ڀائو سليمان سان ملڻ پيو چاهي. ڪيس جڏهن کان سڪندر اطلاع ڏنو تہ سندس جماعت سياڻي جي احتجاجي جلوس تي حملي ڪرڻ جي رٿابندي ڪئي آهي، حسين ڪجهہ پريشان ٿي ويو آهي. ڪيس ڳڻتي هئي تہ جي جلوس دوران حملو ٿيو ۽ جمهوري تحريڪ جا ڪارڪن تيار نہ هوندا تہ نہ صرف جلوس ناڪام ٿيندو پر فوج جي اختياري وارن کي سنڌين مٿان ٺٺول ڪرڻ جو سبب پڻ ملي ويندو. حسين، ڀائو سليمان جي گهر ويو پر هو گهر ۾ ڪو نہ هئو. وقت گذرندو پئي ويو ۽ اڄ رات ۾ اجا ڪيترا ڪم هئا جيڪي حسين ۽ سندس ساٿين کي ڪرڻا هئا. هن ڪيسي مان واچ ڪڍي وقت ڏٺو. شام جا سوا ست ٿي ويا هئا. هن

سوچيو تہ هاڻ واحد حل آهي ڳجهي جاءِ تي وڃي ساٿين سان احوال ڪرڻ. حسين آهستگي سان اچي ڳجهي جاءِ جو دروازو کڙڪايو. ٻہ دفعا آهستي آهستي ۽ پوءِ تي دفعا تڪڙو تڪڙو. دروازو کڙڪائڻ جو اهو اُهو طريقو هو جنهن کان بعد ئي اندر موجود ساٿي دروازو کوليندا آهن. حسين ٿوري جهڙ انتظار ڪيو ۽ پوءِ آهستگيءَ سان اندران دروازي جو ڪڙو کلڻ جو آواز آيو. هوريان هوريان دروازو کليو تہ حسين کي اندران ساٿي سلطان جو چهرو نظر آيو. سلطان دروازي مان ٻاهر نڪري چوڌاري جهاتي پاتي ۽ پوءِ حسين کي اشاري سان اندر اچڻ لاءِ چيائين. حسين گهر ۾ داخل ٿيو تہ سلطان ساڻس خيرعافيت ڪئي.

"سلطان ڀائو سليمان جي ڪا خبر چار يا ڊاڪٽر احمد بابت ڪا خبر." حسين اندر داخل ٿيندي ئي پڇيو.

"ٻنهي جي ڪا خبر ڪونهي، پر اڄ ايندا. انين وڃي تائين" سلطان وراڻيو.

حسين بي چين ٿي رهيو هو. ڪيس ساڍي ستين وڳي ساٿي دلدار کي ساڻ ڪري شهر کي بجلي پهچائيندڙ سپلاءِ لائين کي ناڪارا بڻائڻو هو. "ٻڌو ساٿي سلطان." حسين سلطان کي چيو "مون کي پڪي خبر پئي آهي تہ سڀاڻي پنهنجي جلوس تي جمهوري تحريڪ جي مخالف جماعت وارا اناج منڊي وٽ حملي جي رٿابندي پيا ڪن. اهو تمام ضروري آهي تہ پاڻ ان لاءِ تيار هجون ۽ اسان جي ساٿين جي هڪ جٿي وٽ هٿيار ۽ ڏنڊا وغيره هئڻ گهرجن. اهو اطلاع عام حمايتين ۽ ڪارڪنن تائين پهچڻ نہ گهرجي نہ تہ خوف پيدا ٿي سگهي ٿو پر پاڻ کي تياري مڪمل ڪرڻي آهي. آءُ وڃان ٿو هڪڙي ڪم سان ۽ رات جو واپس ايندس پر ان وچ ۾ ڀائو سليمان ۽ ڊاڪٽر احمد اچن تہ کين منهنجو اهو نياپو توهان پهچائجو." حسين، سلطان کي نياپو ڏئي دلدار جي گهر ڏانهن روانو ٿي ويو. کين اڄ اهڙو ڪم ڪرڻو آهي جيڪو ٻنهي اڄ کان پهرين نہ ڪيو هو.

حسين، دلدار کي سائيڪل تي کڻي شهر کان ٻاهر نڪري آيو هو. کين شهر کي بجلي سپلاءِ ڪندڙ ٽرانسميشن لائين کي ناڪاره بڻائڻو

هو. ۽ ترڪيب اها هئي ته هڪ ڏگهي لوهي زنجير کي رسي سان ٻڌي ٽرانسميشن لائين جي تارن تي اڇلائيو ۽ رسيءَ کي ڇڪيو ته جيئن لوهي زنجير تارن ۾ وچڙي وڃي. لوهي زنجير کي پوءِ جڏهن ست ڏيئي ته اها مختلف تارن سان ٽڪرائيندي جنهن سبب بجلي جون تارون ڌماڪي سان ٽُٽي پونديون ۽ بجليءَ جي سپلاءِ بند ٿي وينديي.

ان ڪم لاءِ ساٿي دلدار جي چونڊ ان ڪري ڪئي وئي هئي جو هو هميشه دشمن سان وڙهڻ ۽ گوريلا جنگ لاءِ تيار رهندو هو. سندس ان سلسلي ۾ ڏگها بحث پڻ ٿيندا هئا. دلدار چي گويرا کان انتهائي حد تائين متاثر هو ۽ سندس خواهش هئي ته هو پڻ هڪ ڏينهن قوم دشمن سان وڙهندي وڙهندي جان ڏئي.

دلدار انتهائي سنجيدو ۽ اوتهو انسان هو. سندس حسين سان ڏاڍي سنگت هئي. حسين پڻ گوريلا جنگ جي رومانويت جو گهائيل هو پر سندس خيال هو ته سنڌ ۾ في الحال حالتون اهڙيون ناهن جو ڪنهن به مسلح لڙائيءَ جي ڳالهه ڪجي. هن جي خيال ۾ هن مرحلي تي مسلح جنگ جي ڳالهه ڪرڻ قوم کي هرويرو ڪچلائڻ جي برابر هوندو. پر دلدار کي حسين جي ان ڳالهه سان سهمتي نه هئي. هو چوندو هو ته جڏهن ٿوري پيماني تي ئي صحيح، لڙائي شروع ٿيندي ته قوم جو نوجوان طبقو سياسي تحريڪن تي اعتماد ڪندو ۽ آهستي آهستي ان جنگ جو حصو بڻبو. دلدار موجب جيڪڏهن سازگار حالتن جو انتظار ڪبو ته اهي ڪڏهن به پاڻمرادو ڪو نه پيدا ٿينديون. اختلافن جي باوجود حسين ۽ دلدار هڪ ٻئي جي تمام گهڻي عزت ڪندا هئا ۽ کين اميد هئي ته هڪ نه هڪ ڏينهن ٻيو سندس موقف کي ضرور تسليم ڪندو.

پر اڄ هو ٻئي هڪڙي اهم مهم تي هئا. کين اندازو هو ته شهر ۾ ان جي پسگردائي ۾ پوليس ۽ فوج جي خفيه جا ماڻهو توس توس ڪندا وتندا آهن ۽ جيڪڏهن ڪنهن کي مٿن شڪ پيو ۽ کين سوگهو ڪيو ويو ته پوءِ ٻئي ويا ڪاٽ ۾. ملڪ دشمن سرگرمين ۾ ملوث هجڻ جي الزام هيٺ.

شهر کان ٻاهر نڪري ٻهرين ٻئي روڊ ڇڏي پاسي وارين پٽين ۾

لهي ويا. جڏهن ڪين پڪ ٿي ته هاڻ روڊ تان ڪين ڪو به ڏسي نه ٿو سگهي ته پوءِ هنن سائيڪل کي هڪڙي وڻ جي اوٽ ۾ لڪايو ۽ هڪڙي وڏي ٽوڪريءَ مان ڊگهي رسي ۽ زنجير ڪڍيو. هنن سودي سامان خريد ڪرڻ واري هڪ وڏي ٿيليءَ ۾ زنجير ۽ رسي لڪائي هئي ۽ مٿان پٽاٽن ۽ بصرن سان ٿيليءَ کي پري ڇڏيو هو. بصر ۽ پٽاٽا هنن واپس ٿيليءَ ۾ پيري ڇڏيا.

دلدار وڏي شوق سان زنجير کي رسي ٻڌڻ جي ڪم ۾ مشغول هو. سنڌس ڦرتيءَ مان لڳو پئي ته هو اهڙن ئي ڪمن لاءِ ئي پيدا ٿيو آ. حسين ڪيس ڏاڍي دلچسپيءَ سان ڏسي رهيو هو. دلدار جون ننڍڙيون ننڍيون اکيون مقصديت جي احساس سان چمڪي رهيون هيون. حسين کي دلدار هميشه هڪ اهڙو شخص لڳندو هو جيڪو صرف ڪتابن ۾ هوندو آهي. مضبوط، ايماندار، واعدي جو پڪو بي لوث ۽ سر جي بازي لڳائيندڙ.

"حسين اسان جو رسي ۽ زنجير جو هٿيار هاڻ تيار آهي. توهان سائيڪل ڪڍي روڊ تي پهچو مان جلدي ۾ ڪارروائي پوري ڪيان ته پوءِ نڪري هلون." دلدار صلاح ڏني.

حسين ڪيس اشاري سان هاڪار ڪئي ۽ پوءِ سائيڪل ڪڍي سڙڪ ڏانهن رواڻو ٿي ويو. دلدار سندس پويان رسي کي کولينڊو پئي آيو. پٺهي سڙڪ جي ويجهو اچي جائزو ورتو. ڪين پري پري تائين ڪو به نظر نه پئي آيو. حسين سڙڪ جي ڪناري تي سائيڪل تي سوار رهيو جڏهن ته دلدار پرڀرو وڃي بجليءَ جي ٿنڀي جي ڀرسان پهي زنجير کي ڦيرائڻ لڳو. هن زنجير کي بجلي جي تارن جي مٿان گذارڻ لاءِ زنجير کي زور سان اڇلائڻ تي چاهيو ان ڪري هن ان کي ڪيترا دفعا ڦيرايو ۽ پوءِ مٿي تارن طرف اڇلايائين. زنجير هوا ۾ بلند ٿيو پر تارن مٿان گذرڻ بدران وري ساڳي پاسي ڦهڪو ڪري اچي دلدار جي پيرن وٽ ڪريو. حسين ۽ دلدار ڪان ٿهڪ نڪري ويو.

"دلدار ٿورو طاقت استعمال ڪر ۽ جلدي ڪارروائي پوري ڪر ته نڪري هلون." حسين چيس.

دلدار بغير ڪو جواب ڏيڻ جي پنهنجي ڪم ۾ وري جنبي ويو.

هو هاڻ بجلي جي ٿنڀي کان ٿورو اڳيان پرپرو بيٺو ۽ زنجير جي وڏيڪ حصي کي هوا ۾ گول گول ڦيرائڻ لڳو. هن پنهنجي سموري طاقت سهيڙي زنجير کي زور سان مٿي اڇلائيو. هن پيري زنجير رسي کي ڇڪيندو تارن کان مٿان گزري وڃي ٻئي طرف ڪريو. دلدار هاڻ رسي کي آهستي آهستي ڇڪڻ شروع ڪيو ۽ جيئن جيئن هو رسي ڇڪيندو ٿي ويو رسي سان ٻڌل زنجير تارن جي ٻئي پاسي کان مٿي کڄندو ٿي ويو. آخر زنجير تارن جي ٻنهي طرفن کان لڙڪي رهيو هو.
حسين کي صورتحال جي نزاڪت ۽ خطري سبب ٿورو خوف پئي محسوس ٿيو سندس دل جي رفتار تيز ٿي وئي هئي پر هن مهم کي پورو ڪندي ڪيس هڪ اڻ ڄاتل خوشي به محسوس ٿي رهي هئي. سندس خوشي بلڪل اهڙي هئي جهڙي هن سائره جي چپن جي پهرين ڇهاءَ سان محسوس ڪئي هئي. ان وقت به سندس دل تيزيءَ سان ڌڙڪي رهي هئي، ڪيس هلڪو خوف پڻ هو پر هن ان احساس کي وڌيڪ دير تائين محسوس ڪرڻ پئي چاهيو.
پري کان موٽر سائيڪل جو آواز ٻڌڻ تي حسين، دلدار کي خبردار ڪيو ."ساٿي ڪا موٽر سائيڪل پئي اچي جلدي ڪيو نه نڪري هلون هتان."
دلدار ڪيس هاڪار ڪئي ۽ رسيءَ کي زور سان ڇڪيو پر زنجير تارن ۾ بغير ڪو ڌماڪو يا شارٽ سرڪٽ ڪرڻ جي اچي واپس دلدار جي پيرن ۾ ڪريو.
ٻنهي مايوس نظرن سان هڪ ٻئي ڏانهن نهاريو. حسين ڪيس رڙڪندي چيو "ساٿي بس وڌيڪ ڪوشش نه ڪيو هلو ته نڪري هلون ڪا موٽر سائيڪل هن پاسي اچي رهي آهي. دلدار حسين جي رڙ ٻڌي اڻ ٻڌي ڪري زنجير کي هڪ دفعو وري هوا ۾ ڦيرائڻ شروع ڪيو. زنجير کي ڇهه ست دفعا ڦيرائي تارن طرف مٿي اڇلايو ته زنجيررسيءَ کي ڇڪيندو تارون ٽپي وري وڃي ٻئي پاسي ڪريو.
اوچتو حسين پري کان ڏٺو ته موٽر سائيڪل تي به پوليس وارا سوار سندن واري پاسي اچي رهيا آهن. حسين جو ذري گهٽ ساهه سڪي ويو. ڪيس لڳو ته جي هن معمولي ڪم ڪندي هو گرفتار ٿيا ته

سندن گرفتاري پڻ اجائي هوندي "دلدار ساٿي جلدي اچو هتان نڪرون پوليس وارا پيا اچن..." حسين وري رڙ ڪئي. پر ان دوران پوليس وارن جي موٽر سائيڪل اچي پڳي هئي.

دلدار رسي کي ڇڪيندو سائيڪل طرف ڊوڙڻ شروع ڪيو ۽ سائڪل جي پوئين ڪيريئر تي ٽپ ڏئي ويهڻ کان چند سيڪنڊ پهرين هن رسيءَ کي هڪ دفعو وري زور سان ست ڏني جنهن سبب زنجير هڪ ئي وقت ٽن چئن تارن سان ٽڪرايو ۽ تارن مان زوردار چٽنگون نڪتيون. تارن جي چٽنگن سبب ڪي تارون ٽُٽي ڪريون ۽ اک ڇنڀ ۾ سڄو علائقو اونداهيءَ ۾ غائب ٿي ويو. دلدار هاڻ سائيڪل جي پوئين ڪيريئر تي ويهي رهيو هو ۽ حسين پنهنجي سموري طاقت سان سائيڪل جا پيڊل تيز تيز هلائي رهيو هو. سندس سڄو جسم پگهرجي ويو هو ۽ هو سهڪي رهيو هو. پر وچ جي تيزيءَ سان سندس ڄنگهون پيڊلن کي ڦيرائي رهيون هيون.

پوليس وارن جي موٽر سائيڪل بجليءَ جي تارن مان نڪرندڙ چٽنگن ۽ نڪائن سبب ڪجهه ڍري ٿي پر جيئن سپاهين کي اندازو ٿيو ته اها ڪارروائي ڄاڻي واڻي ٿي آهي ته هنن سامهون سائيڪل تي ويندڙ نوجوانن کي هڪلان ڪرڻ شروع ڪيون. پوليس وارن کين رڙيون ڪندي بيهڻ جو حڪم ڏنو پر حسين ڪٿي هو هن حالت ۾ بيهڻ وارو. هن سڙڪ ڇڏي بنيءَ جي ڪناري سائيڪل ڊوڙائڻ شروع ڪئي. سپاهي ڪجهه دير تائين سندن پويان رڙيون ڪندا رهيا ۽ پوءِ هنن جڏهن ڏنو ته ڇوڪرا بيهڻ جو نالو ئي نٿا وٺن ته هڪ پوليس واري سندن پويان پستول جو فائر ڪيو.

حسين کي لڳو ته جي اڄ بچيا ته نوان ڄاوا. هو هن وقت ڪنهن به صورت ۾ گرفتار ٿيڻ نه پيو چاهي. ڪيس دلدار پڻ ڇيو ته سائيڪل بچائڻ کان سواءِ ڪو رستو ڪونهي. پر حسين کي اندازو هو ته هو موٽر سائيڪل کان تيز نٿا هلي سگهن. حسين بنين ۾ سائيڪل ڊوڙائيندي ٿڪجي به تمام گهڻو پيو هو. پر سندس پويان موٽر سائيڪل تي پوليس لڳل هئي ۽ هيڊ لائيٽ جي روشني ويجهي ايندي پئي وين. حسين کي بنيءَ جي وچ ۾ پاڻيءَ جي هڪ موري نظر آئي.

حسين سوچيو تہ هو پوليس وارن جي سامهون جي پڃندا رهيا تہ يا تہ پڪڙيا ويندا يا کين ڪا گولي اچي لڳندي "ساٽي پاڻ ائين سائيڪل تي شايد ڀڄي نہ سگهون. منهنجي صلاح آهي تہ هن موريءَ هيٺان لڪي پوليس جي وڃڻ جو انتظار ڪيون." حسين صلاح ڏني.

دلدار ان صلاح سان پوريءَ طرح راضي تہ نہ هو پر کيس اهو اندازو بہ هو تہ شايد سائيڪل تي هتان نڪري وڃڻ ڏکيو هجي، سو هن بہ حسين جي صلاح مڃي. پٺهي سائيڪل ليٽائي موريءَ هيٺان ڪئي ۽ پوءِ پاڻ بہ گهپ اونده ۾ موري هيٺان ٿڌي مٽيءَ تي پٺيءَ ڀر ليٽي پيا. سنڌن ساهہ زور زور سان هلي رهيا هئا. موٽر سائيڪل جي بتي بہ اچي سنڌن بلڪل ويجهو پڳي ۽ هو هاڻ سپاهين جا آواز بہ ٻڌي پئي سگهيا.

"هنن جي رن کي.... ڪاڏي ڀڄي ويا؟" هڪڙي سپاهي چيو.

"لڳي ٿو اونده ۾ ڪيڏانهن نڪري ويا آهن. پر ڪاڏي ويندا. سائيڪل تي ڪيترو پري وڃي سگهندا مادر.....؟" ٻئي چيو.

"دماغ تہ ڪتي جي پٽن جو خراب ڏسو روڊ تي بيهي ٽا بجليءَ جا ٿنيا اوڏائين."

"هل سڌو اهو ٻنون ورتيون هل. انهيءَ پاسي ڀڳا هئا." پوئين سپاهيءَ ڊرائيور کي چيو ۽ موٽر سائيڪل موري ٽپي سڌو ڊوڪيندي وئي.

حسين ۽ دلدار چپ هنيون موريءَ هيٺان سنڌن ڳالهيون ٻڌي رهيا هئا. هڪڙي وقت تہ گاريون ٻڌي حسين کان کل نڪرندي نڪرندي رهجي وئي هئي. موٽر سائيڪل جي هلي وڃڻ کان پوءِ بہ ڪيتري دير تائين ٻئي موري هيٺان چپ چاپ ليٽيا رهيا ۽ کين جڏهن پڪ ٿي تہ چڱي فاصلي تائين ڪو بہ موجود ڪونهي، تڏهن هو هوريان هوريان موريءَ هيٺان نڪري آيا ۽ پنهنجي سائيڪل ڪڍيائون. "شڪر آهي بچي وياسون. هلو هاڻ پاڻ واپس سڙڪ طرف هلون ۽ وڃي سنگت سان حال احوال ڪيون." حسين چيو.

"حسين آءٌ توسان شهر تائين هلندس پر اتان پاڻ موڪلائيندا سون. مون کي جيڪو ڪم ڪرڻو هو سو مون ڪيو باقي نظرياتي سياست وڃي توهان پاڻ ڪيو" دلدار کلندي حسين کي چيو.

ٻئي رات جي اونداهي ۽ چپ چپات ۾ سڙڪ طرف روانا ٿي ويا. هلڪي هلڪي وڻندڙ هوا ۾ حسين ڪي فرحت محسوس ٿي رهي هئي. سندس دل پئي چوي ته جيڪر ڪيس واندڪائي هجي ۽ هو وڃي تارن پري خوبصورت آڪاش هيٺان ويهي سائره سان ڪچهري ڪري ۽ سندس رهاڻ ۾ مدهوش ٿئي.

پر واندڪائي جو خيال ايندي ئي ڪيس پنهنجو اڳيون ڪم ياد آيو. هن ڪي ڳجهي جاءِ تي وڃي ڦيٽا روڪ هڙتال ڪامياب ڪرائڻ لاءِ ڪوڪن لڳل ڪاٺوڙا تيار ڪرڻا هئا. هن ڪيسي ۾ هٿ وجهي پنهنجي واچ ڪڍي وقت ڏٺو. رات جا ساڍا نو ٿيا هئا.



سڄو شهر اونداهيءَ ۾ ٻڏل هو. سڙڪن ۽ گهٽين ۾ دوڪانن ۽ گهرن مان ميڻ بتين، لال ٽينن، گولن ۽ ڏيئن جي هلڪي روشني، شهر ۾ زندگيءَ جو احساس جاڳائي رهي هئي. شهر ۾ چوٻول هو ته ڪن ماڻهن شهر کي بجلي پهچائيندڙ ٽرانسميشن لائين کي بم سان اڏائي ڇڏيو. جڏهن ته بس اسٽاپ تي ڪجهه سرڪاري بسن کي باهيون ڏنيون ويون آهن. شهر جا ماڻهو دل ئي دل ۾ خوش هئا ۽ کين اندازو هو ته فوج پاران ماريل بي گناهه سنڌين جي احتجاج ۾ سياڻي ڪامياب احتجاج ٿيندو. پر منجهن خوف جو احساس به واسو ڪري ويو هو. شهر ۾ فوج ۽ پوليس جو گشت تمام گهڻو وڌي ويو هو. هر چونڪ ۽ روڊ تي فوج جون گاڏيون گشت ڪري رهيون هيون. جڏهن ته شهر جي ڪيترن پاڙن ۾ فوج جون چوڪيون قائم ڪري مسلح فوجين کي لڳايو ويو هو.

ماڻهن پرڏيهي ريڊيو جي خبرن مان نه صرف پنهنجي شهر ۾ ٿيندڙ ڪارروائين بابت ڄاڻ حاصل ڪئي هئي پر کين اها پڻ خبر پئي ته سموري صوبي ۾ احتجاجن جو اعلان ڪيو ويو آهي ۽ پاڪستان جي ٻين ڪيترن علائقن ۾ به جمهوريت جي حامين پاران سنڌ ۾ ٿيل

قتلام خلاف احتجاج تي رهيو آهي. هڪ خبر ۾ اهو پڻ ٻڌايو ويو تہ
چيف مارشل لا ايڊمنسٽريٽر ملڪ ۾ عام چونڊون ڪرائڻ جو هڪ
ڀيرو وري اعلان ڪيو آهي.

ڳجهي جاءِ تي سوڳ ڪميٽيءَ جا سمورا ساٿي گڏ ٿيا هئا.
ڪمري ۾ ٻرندڙ ميڻ بتين جي روشنيءَ ۾ سمورن ساٿين جا چهرا ڏاڍا
پراسرار لڳي رهيا هئا.

پائو سليمان هميشہ جيان سگريٽ جا ڪش هڻندي وڏي گهري
سوچ ۾ ٻڏل ٿي لڳو. جڏهن تہ نوجوان ڪارڪنن جي چهرن تي مستي
۽ جوش نچي رهيو هو. ساٿي سلطان وچي سمورن ساٿين لاءِ گرما گرم
چانهہ ناهي آيو هو. ساٿي حميد رات جي مانيءَ جي تياريءَ ۾ رڌل هو.

گڏجاڻيءَ جي شروعات تي تہ پائو سليمان سڀ کان پهرين ساٿين
کي ٻڌايو تہ سياڻي جي جلوس مٿان جمهوري تحريڪ جي مخالفن
پاران حملي جي اطلاع کان بعد، هٿياربند ساٿين جا ٽي جٿا تيار ڪيا
ويا آهن، جيڪي جلوس جي اڳيان، وچ ۾ ۽ پويان هلندا ۽ ڪنهن بہ
حملي جي صورت ۾ ان کي پختي موٽ ڏيندا.

حسين کي ان فيصلي تي خوشي ۽ اطمينان ٿيو. ان کان پوءِ
حسين ساٿي دلدار سان گڏ ڪيل ڪارروائي کان گڏجاڻيءَ کي آگاهہ
ڪيو، جنهن بعد حميد ۽ محمد بخش بس اسٽاپ تي بيٺل سرڪاري
بسن کي باهيون ڏيڻ جي رپورٽ ڏني.

"ساٿيو۔ پاڻ سياڻي جي احتجاج لاءِ جيڪي ممڪن ٿي سگهيو ٿي
سمورا اپاءَ ورتا آهن. هاڻ پاڻ کي مڪمل ڦيٿا روڪ لاءِ هڪ آخري ڪم
ڪرڻو آهي. پاڻ ڪوڪن لڳل ڪانوڙا ناهي سڄي شهر جي ايندڙ ويندڙ
رستن تي راتو رات اچلائي ايندا سون پر اهو ڪم ڏاڍي هوشياريءَ سان
ڪرڻو آهي. سڄي شهر ۾ پوليس ۽ فوج جا وڏا اٽالا هر وقت گشت ڪري
رهيا آهن." پائو سليمان گهري سوچ مان نڪرندي چيو.

سوڳ ڪميٽيءَ جي ڪارڪنن کي ان بابت اول ئي اطلاع هو تہ
ڪين ڇا ڪرڻو آهي. گڏجاڻي جي ختم ٿيڻ کان بعد پائو سليمان روانو
ٿي ويو. پائو سليمان اهڙي شخصيت جو مالڪ آهي جنهن بابت اهو
اندازو لڳائڻ سدائين ڏکيو هوندو آهي تہ هو ڪهڙي ڳالهہ تي خوش

ٽيندو ۽ ڪھڙي ٽي ناخوش؟ سمورا ساٿي سنڌس تمام گھڻي عزت ڪندا آھن ۽ ھو سمورن سان پنھنجن ٻچن وانگر پيار ڪندو آھي. پر ھو ڪڏھن ڪڏھن اھا ڳالھہ وساري ويھندو آھي تہ پنھنجن تنظمي ساٿين سان پيو ڳالھائي نہ ڪي پنھنجن ٻارن سان. سنڌس پيار اھڙو آھي جو ڪو بہ ساٿي سنڌس چڙٻن تي ڪاوڙبو ڪونھي، بلڪ ڪلي ويھندا آھن. ڀائو سليمان سرڪاري ملازم آھي ۽ سنڌس وڏي ڪٽنب جو واحد ذريعو معاش سنڌس سرڪاري نوڪري آھي، پر ھو ھڪ اڻ ڏٺي منصفاڻي سماج کي قائم ڪرڻ لاءِ پنھنجو سڀ ڪجھہ داءُ تي لڳائڻ لاءِ تيار رھندو آھي. حسين کي ھو ھميشہ چيني ڪتابن ۾ پڙھيل انقلابي اڳواڻن جھڙو لڳندو ھو. ڏسڻ ۾ سادو ۽ نھنو پر اندران ذھين، گھرو، جذباتي ۽ ارڏو. ٿورن لفظن ۾ گھڻو چوڻ وارو پر جتي چوڻ ضروري ھجي، اتي ڪنھن بہ صورت ۾ زبان بند نہ رکڻ وارو.

ڀائو سليمان جي روانو ٿي وڃڻ کان پوءِ ڇڙڪ نوجوان ڪارڪنن ۾ ھڪدم موج مستي اچي وئي. ھنن مان ڪن سگريٽ دکايا، ڪي کٽ تي ليٽي ڇيلھہ سڌي ڪرڻ لڳا تہ ڪن وري ريڊيو تي آڪاش واڻي کان نشر ٿيندڙ گانا ٻڌڻ شروع ڪيا.

سلطان وڃي فوٽو فريمن ۾ استعمال ٿيندڙ سنھي ڪاٺيءَ جي پٽين جو ھڪڙو بنڊل ۽ ڪوڪن جو ٿيلھو کڻي آيو ۽ سڀ ٿوري جھٽ ۾ ڪم ۾ جنبي ويا. ھنن ڪاٺيءَ جي پٽين کي ٽن ٽن انچن جيترو ڪٽيو ۽ پوءِ ان ۾ ٽن طرفن کان ھڪ ھڪ انچ ڊگھا ڪوڪا نوڪيندا ويا. ڪوڪا ڪاٺيءَ جي ھڪ پاسي کان وڃي ٻئي پاسي کان نڪري ٽي آيا، ائين ٽنھي پاسن کان ڪوڪن جو چنھبون نڪتل ٽي بيٺيون. ڪوڪن لڳل انھن ڪاٺوڙن کي جڏھن روڊ تي ڦٽو ڪبو آھي تہ اھي جنھن بہ پاسي تي ڪرندا، ھڪ ڪوڪو مٿي اُڀو ٿي بيھندو ۽ جڏھن ان مٿان ڪنھن بہ گاڏيءَ جو ٽائر پوندو تہ ڪوڪو ٽائر ۾ ٽنبجي ويندو. ھنن ڪاٺوڙن جو مقصد اھو ھو تہ جيڪڏھن سمورن اپائن کان پوءِ بہ ڪي گاڏيون روڊن تي نڪرن ٿيون تہ انھن جا ٽائر برسٽ ڪري ڇڏجن جيئن اھي ھلڻ لائق نہ رھن. ميرانجھڙي ميڻ بتين جي ٽمڪندڙ ميرانجھڙي روشنيءَ ۾ ھي ڪوڪن وارا ڪاٺوڙا

تاهڻ جو ڪم رات جو ٽين وڳي تائين هليو. جنهن بعد سمورن ساٿين پنهنجي ٽولي ٽاهي ڪاٺوڙا ورهائي ڪنيا ۽ شهر جا علائقا به طئي ڪيائون ته ڪهڙن رستن تي ڪهڙي ٽولي ڪوڪا وڃائيندي.

حسين هڪ ٽيلهي پيري ڪاٺوڙن جي ڪنٽين ۽ محمد بخش کي ساڻ ڪري پنهنجي ذميواريءَ ۾ ڪتيل علائقي ڏانهن رواني ٿي ويو. هي اجوڪي ڏينهن جي سنڌس آخري ذميواري هئي ۽ ڪيس سياڻي وري ڪيترن همدردن کي ساڻ ڪري احتجاجي مظاهري ۾ پهچڻو آهي. محمد بخش سان اوڻاهن رستن تي هلندي، حسين کي نور ياد آيو. گهڻو ڪري اهڙن ڪمن ۾ نور هن سان گڏ هوندو هو پر اڄ ٽاڻي جي لاڪ اپ ۾ خبر ناهي هو ڪهڙي حالت ۾ هجي؟



حسين ڇرڪ ڀري ننڊ مان سجاڳ ٿيو. وهاڻي جي هيٺان واچ ڪڍي اڌ ڪليل اکين سان وقت ڏٺائين. صبح جا نو لڳي ڏهه منٽ ٿيا هئا. کيس ڪجهه اطميتان مليو ۽ هن اکيون بند ڪري جسم کي هڪ ڀيرو وري ڍرو ڇڏي ڏنو. حُسين ڇرڪ ڀري اٿڻ کان پهرين خواب پئي ڏٺو ته سنڌس اک ته ڪلي آ ۽ هو اڄ جي احتجاج ۾ شامل ٿي ته سگهيو آهي. ان خواب اينلدي ئي ڇڻ بجليءَ جي جهٽڪي کيس ننڊ مان سجاڳ ڪري ڇڏيو هو. جلوس ٻارهين وڳي کان شروع ٿيڻو ٿي ڪري وٽس اڃا ڪافي وقت هو. هن پنهنجي لاڳاپي وارن سمورن ساٿين ۽ همدردن کي شهر جي چوڪ وٽ نهيل باغ ۾ گڏ ٿيڻ لاءِ چيو هو.

هاڻ جڏهن هو گهري سڪون جي حالت ۾ اکيون بند ڪيو پنهنجي بستري تي ليٽيو پيو هو ته کيس پنهنجي ماءُ جو خيال آيو. اڄ رات صبح اسر ويل جڏهن حُسين، محمد بخش سان گڏ پنهنجي علائقي جي روڊن تي ڪوڪا ڦٽا ڪري گهر پهتو هو ته سنڌس ماءُ دروازو کوليو. هن ماءُ کي ڏسي مرڪڻ جي ڪوشش ڪئي پر سنڌس

امڙ سڏڪا روڪي نہ سگھي.

"ڇا ٿيو امان. ڇو پئي روئين؟" حسين اٿيندي پڇيو. ڇڻ سنڌس روئڻ جي سبب کان اڻڄاڻ هجي. حالانڪ هاڻوڪن ڏينهن ۾ سنڌس ماءُ جي وڏي ۾ وڏي تڪليف جو سبب هو پاڻ پئي بڻيو.

"ڪجھ نہ... بس قسمت تي ٿي روئان پٽ، تون وڃي سمھ" سنڌس ماءُ رئي سان اکيون اگھندي کيس چيو.

"امان... مهرباني ڪري روءُ نہ نہ!" حسين پنهنجي امڙ کي پاڪر پائيندي چيو. "مون توکي ڪيترا ڀيرا سمجھايو آهي تہ مون کي ڪجھ نہ ٿيندو... تون مون بابت پريشان نہ ٿيندي ڪر... ڏس هن مهل تائين جاڳين ويٺي. روئي روئي ڪهڙي حالت ڪري ڇڏي اٿئي پنهنجي...؟"

"بابا مون توکي تہ ڪجھ نہ چيو... ڇاڻان ٿي تون منهنجي ڳالهہ نہ ڪڏهن ٻڌي آ ۽ نہ ٻڌندين. پر ماءُ جي دل کي ڪير سمجھائي" حسين جي ماءُ چيو ۽ وري رئي جي پلاند سان ڳوڙها اگھيائين.

"امان ڏسين ٿي ملڪ تي ڪهڙو عذاب نازل ٿيل آ. پلا جي اسين ڪجھ نہ ڪنداسون تہ ڪير ان عذاب مان جان ڇڏائيندو؟" حسين چيو. "اتهن نوجوانن جون بہ مائرون هونديون. ڀيڻون هونديون. ڏالون ۽ يار هوندا جن کي ظالمن گولين جو کاڄ بڻايو آهي. پلا تون چاهين ٿي تہ قوم مٿان اهڙي ويل ۾ تنهنجو پٽ بس خاموش تماشائي رهي؟"

"خير اٿم تہ تنهنجي سوچ تي منهنجن ڳوڙهن جو ڪو اثر نہ ٿيندو پر اهو بہ سوچيندو آهين تہ جي توکي ڪجھ ٿي وڃي تہ اسان جو ڇا ٿيندو؟"

"امان مون کي ڪجھ نہ ٿيندو... ۽ جي ٿيو بہ تہ شهيد جي ماءُ سڏرائيندينءَ!" حسين مرڪندي چيو.

"چڱو هاڻ اهڙيون وايون نہ ڪيو وڃي سمھ. ٽري گھٽ صبح ٿي ويو آهي." حسين جي ماءُ پنهنجا ڳوڙها اگھندي ڪمري ۾ هلي وئي تہ حسين بہ وڃي پنهنجي بستري تي ڍھ ٿيو. هو سڄي ڏينهن ۾ ٿڪيو ٽڪجي پيو هو. کيس جلد ننڊ اچي وئي. صبح جو اڪ ڪلاس تہ رات جون ڳالهيون ذهن تي ٽري آيون هئس. "هاڻ امان کي ڪيئن

سمجهايان تہ انقلاب قربانيون گهرندا آهن ۽ هر قرباني ڏيندڙ ڪنهن نہ ڪنهن جو پٽ ۽ ڏيءَ بہ هوندا آهن." حسين ليٽي ليٽي سوچيو. هن سوچيو تہ اڄوڪي جلوس ۾ احتجاج ڪان پوءِ هو ڪجهہ ڏينهن گهر ۾ ماءُ وٽ رهندو ۽ گهر ۾ وقت گذارڻ سبب سندس امڙ کي ڪجهہ سڪون ملندو. في الحال کيس جلوس ۾ وڃڻو هو سو هو جلدي جلدي تيار ٿي گهر مان نڪرڻ وارو هو تہ سندس امڙ اچي کيس امام ضامن ٻڌو ۽ خبر ناهي عربي ۾ ڇا ڇا پڙهي کيس شوڪارا هنيا. حسين کيس ڏسي کلندو رهيو.

پوٽي يارنهن وڳي حُسين جڏهن باغ ۾ پهتو تہ چند ساٿي پهرين ئي اتي موجود هئا. هنن اکين ئي اکين ۾ عليڪ سليڪ ڪئي ڇو جو سيني ساٿين کي چيل هو تہ هو پري پري رهندا ۽ هڪ ٻئي سان نہ ڳالهائيندا ۽ نہ ئي ملندا تہ جيئن مٿن پوليس ۽ خفيہ وارن جو شڪ نہ ٿئي.

شهر جي مرڪزي چوڪ جي پرسان نهيل هن باغ ۾ هر وقت ماڻهن جو چڱو تعداد موجود رهندو آهي پر اڄ اهو انگ اڃا وڌيڪ هو. جمهوري تحريڪ جا حامي ۽ ڪارڪن پري پري جي علائقن کان کهي اچي هتي گڏ ٿيا هئا. ڪن ساٿين سوير اچي جهنڊا، بينر، پلي ڪارڊ ۽ ڏنڊا باغ جي وڻن ۽ ٻوٽن ۾ لڪائي ڇڏيا هئا ۽ طئي ڪيل پروگرام مطابق جڏهن اڳواڻ جٿو اچي نعرا هڻندو تہ سمورا ڪارڪن تڙ تڪڙ ۾ اهي جهنڊا ۽ بينر وغيره ڪڍي اچي جلوس ۾ شامل ٿي ويندا. حسين کي اها پڻ خبر هئي تہ ڪيترن ساٿين وٽ اڄ هٿيار پڻ هوندا ڇو جو امڪان هو تہ متان جمهوري تحريڪ جي مخالفن پاران حملو ڪيو وڃي.

شهر جي باغ جي پسگردائيءَ وارو علائقو فوجي ڇانوڻيءَ جو ڏيک ڏئي رهيو هو. سون جي تعداد ۾ چوڪس فوجي ۽ پوليس وارا علائقي کي گهيرو ڪيو بيٺا هئا ۽ امڪان اهو پئي لڳو تہ جلوس ۽ جلسو ڪرڻ شايد کين نہ ڏنو وڃي.

يارنهن لڳي ڏهن منٽن تي هاري اڳواڻ غلام محمد ۽ شاگرد اڳواڻ مراد جي اڳواڻيءَ ۾ اڳواڻ جٿي چوڪ جي وچ ۾ بيهي جمهوريت جا

جهنڊا ڪوليا ۽ نعرا هڻڻ شروع ڪيا. بس ڏسندي ئي ڏسندي سوين ماڻهو باغ مان جهنڊا، بينر ۽ پلي ڪارڊ کڻندا، نعرا هڻندا جلوس ۾ پهچي ويا. ڪي ڪارڪن ۽ همدرد پرپاسي وارين گهٽين ۽ روڊن تان نڪري آيا ته وري ڪي سڙڪ تي تهيل لاتعداد هوٽلن ۽ چانهه جي ڪئبنن مان نڪرندا ڊوڙندا اچي جلوس ۾ شامل ٿيا. اک چنبي ۾ ماڻهن جو ايڏو تعداد چوڪ تي نڪري آيو جو پوليس ۽ فوج پڻ حيران پئي لڳي. سڄو علائقو جمهوريت جي حق ۾ ۽ مارشل لا جي خلاف نعرن سان گونجڻ لڳو ۽ جمهوري اتحاد جي مختلف پارٽين جا سوين ڳاڙها، ڪارا ۽ ساوا جهنڊا فضا ۾ بلند ٿي ويا هئا. مراد نعرا هڻائي رهيو هو ۽ جلوس هوريان هوريان هلڻ شروع ڪيو. پر جلوس اجان ٿورو اڳتي ئي وڌيو هوندو جو پوليس جي وڏي اتالي جلوس جو رستو روڪي ڇڏيو. فوج جا مکيا چڪيا آفيسر ۽ جوان پوليس جي سپاهين ۽ گاڏين کان پويان، پنهنجين ٽرڪن ۽ جيپن تي سوار ويٺا، سمورو لقاءَ ڏسي رهيا هئا. فوج عام طرح پوليس جي مدد لاءِ موجود رهندي آهي پر جلسن جلوسن کي منهن ڏيڻ لاءِ پهرين پوليس کي اڳيان ڌڪيو ويندو آهي ۽ پوليس جا ڪي "شاهه کان وڌيڪ شاهه جا وفادار" آفيسر، جمهوري تحريڪ جي ڪارڪنن سان وڏيون جنيون ڪندا آهن. اڄ به پوليس جي اڳواڻي ايس پي لوڌي ڪري رهيو هو جنهن پاران سنڌي ڪارڪنن سان ڪيل ڏاڍائين جون ڪهاڻيون هر طرف پکڙجي ويون آهن. "خبردار... توهان کي اطلاع ٿو ڏجي ته هي مظاهرو غيرقانوني آهي، جي توهان پرامن طريقي سان منتشر نه ٿيا ته پوليس کي پنهنجي ڪارروائي ڪرڻي پوندي". ايس پي لوڌي مظاهرو ڪندڙن کي ميگا فون تي وارننگ ڏني.

مظاهري ۾ ان وارننگ سان جوش اڃا وڌي ويو ۽ جمهوريت جا حامي وڌيڪ پرجوش نعرا هڻندا پوليس جي سامهون بيٺل قطار ڏانهن وڌندا رهيا. ايس پي لوڌي هاڻ پوليس جي اتالي پويان وڃي بيٺو ۽ سپاهين پنهنجون رائفلون ۽ ڳوڙها گئس واريون بندوقون سڌيون ڪيون. جلوس وڃي پوليس جي قطار جي سامهون ٿيو. جلوس جي اڳيان هلندڙ مراد ۽ ساٿي محمد بخش پوليس وارن کي رڙ ڪندي چيو

تہ ھو اڳيان پري ٿي ويچن. ھي جلوس پرامن آھي ۽ شھر جي رستن تي پرامن مظاھرو ڪرڻ کان پوءِ منتشر ٿي ويندو پر ان وقت تائين ايس پي جلوس مٿان لاٺي چارج ڪرڻ جو حڪم ڏئي چڪو ھو. سوين سپاھين اک ڇنڀ ۾ جلوس مٿان ڏنڊن جو وسڪارو ڪري ڏنو ۽ ٻين سپاھين جلوس مٿان ڳوڙھا گئس جا شيل فائر ڪيا. ڪن سپاھين رائفلن سان ھوائي فائر پڻ شروع ڪري ڏنا. جلوس ۾ ٽاڪوڙو پئجي ويو. ڪن ڪارڪنن پوليس جي گھيري کي ٽوڙڻ جي ڪوشش ڪئي پر ڏسندي ڏسندي سندن مٿا ۽ جسم خون جا ڦوھارا ٻڻجي ويا. "مارشل لا مرده باد. جنرل ضياءُ مرده باد. جمھوريت بحال ڪيو". نعرا فضا ۾ گونجندا رھيا ۽ ڳاڙھي خون سان ملي رنگين ٿي ويا.

فوجي آفيسرن پڻ پنھنجن سپاھين کي ڪارروائي جي تياريءَ جو حڪم ڏنو. صورتحال ڏسي جلوس ھاڻ ٽولين ۾ ورھائجي ويو ھو. نوجوانن جي ٽولين گھٽين ۾ پناھہ ورتي ۽ آس پاس جي عمارتن جي وٽ وٺي بيھي رھيون ھيون ۽ ڪيترن ھاڻ پوليس ۽ فوج مٿان پٿر اڇلائڻ شروع ڪيا. ڳوڙھا گيس جي شيلن جو وسڪارو جاري رھيو ۽ نوجوانن پاران پٿرن وسائڻ جو سلسلو بہ بند نہ ٿيو. پوليس جي گھڻ سپاھين کي سڌين گولين ھلائڻ جو حڪم ڏنو ويو. شھر جو مرڪزي علائقو جنگ جو ميدان ٿي ويو. سڄو علائقو خوفناڪ نڪائن سان گونجي رھيو ھو. جلوس ۾ شريڪ ماڻھن جو وڏو انگ ھاڻ گھٽين ۽ باغ جي پوئين رستن کان ٽيندو غائب ٿي ويو ھو پر ڪيترا ماڻھو اڃا پوليس سان چڪريون جاري رکيو ويٺا ھئا.

حُسين جي نظر سڪندر تي پئي جنھن کي ايس پي لوڏي وارن کان جھليو زمين تي ڪيرائڻ جي ڪوشش ڪري رھيو ھو. حسين، ساٿي محمد بخش کي پڻ ڏٺو جنھن کي پوليس وارا لتون ھڻندا پوليس جي گاڏي ۾ دسي رھيا ھئا. حسين ڪيترن ٻين ساٿين کي زخمي ٿيندي ڏٺو ۽ ھن ڏٺو تہ وچ چوڪ تي بہ انساني جسم بي حرڪت پيا ھئا. سندن گرم خون روڊ جي گرم ڏامر تي ڇٽ ڇٽيا ھئا.

جھٽ پل ۾ شھر قبرستان وانگر خاموش ٿي ويو ھو. ھر شئي بند ھئي. دوڪان، آفيسون، ھوٽل، ڪئبنون، جوس جا دوڪان، ٽريفڪ

سڀ ڪجهه بند هو. فقيرن جون ٽوليون پڻ نظر نه پئي آيون. بس شهر ۾ فقط آوارا ڪتا آزاديءَ سان گهمي ڦري رهيا هئا. لاش ۽ ڪيترا زخمي پوليس ڪنهي اچي سول اسپتال ۾ ڦٽا ڪيا.

***

سينٽرل جيل سکر جي ملاقاتي چاريءَ جي پرين پر سوين قيدي هئا ۽ اورين پر سوين ملاقاتين ۽ قيدين وچ ۾ ٿيندڙ ڳالهه ٻولهه سمجهڻ هڪ معجزي کان گهٽ ڪونهي. سوين ماڻهو تمام ويجها ويجها بيٺي هڪ ٻئي سان هڪ ئي وقت ۾ واڪا ڪري ڳالهائيندا آهن، ۽ ملاقات جي جاءِ تي اهڙو چوٻول هوندو آ جو سامهون واري جي ڳالهه سمجهڻ ڏاڍو ڏکيو ٿيو پوي. ماڻهو اتي ڪي گهوٻاٽو ئي سمجهندو آهي. ملاقاتي، پنهنجو آواز پنهنجن قيدي ساٿين، دوه تن يا مٽن مائٽن تائين پهچائڻ لاءِ رڙيون ڪري ڳالهائيندا آهن تڏهن به سامهون واري ڪي اڌو گابري ڳالهه مس سمجهه ۾ ايندي آهي. آوازن، شڪايتن، پيغامن، دلاسن ۽ طعنن جو هڪ اهڙو اٽڪٽ سلسلو هوندو آ جو ماڻهو ڀانئي ته هو جانورن جي ڀڙيءَ ۾ بيٺو هوڪرا ٻڌي، جيل ۾ هر قسم جي قيدين سان ملاقاتي اچن ٿا. قاتلن، رهزنن، چورن، ڳنڍيچوڙن کان وٺي، ڪاروڪاري ۾ واڙيل، بي گناهه ٻڌل، وڏيرن ۽ پوليس جي ستايل ۽ سياسي ۽ قومي ڪارڪنن تائين، هر قسم جي قيدي ڪي ملاقات جو اوسيئڙو رهندو آهي.

قيدين سان ملاقات جو هي وقت فقط قيدين لاءِ ئي خوشيءَ جو سبب ڪونهي، پر جيل جي سپرنٽنڊنٽ کان وٺي، هڪ قول لڳل سپاهيءَ تائين آهي چاڪاڻ ته هر هڪ جي روزي روٽي ۽ گهرو ونهوار هلائڻ جو سبب پڻ آهي. هر قيدي لاءِ سندس ملاقاتي ماني، ميوو، صابڻ، سگريٽ ۽ نشو پتو وغيره کنيون ايندا آهن پر سامان جو لڳ ڀڳ اڌ حصو هڪ اڻ لکيل قانون تحت جيل جي عملدارن ۽ پوليس ۾ ورهائجيو وڃي. جيل جا سپاهي، نه صرف ملاقاتن ڪرائڻ جا پئسا

وٺن پر جن شين جي جيل ۾ اچڻ تي مڪمل قانوني بندش آهي، انهن کي سرنديءَ وارن قيدين تائين پهچائڻ لاءِ ريت پڻ مقرر آهي.

ڪو قيدي اچا جي وڏيڪ پئسي ڏوڪڙ وارو هجي يا سندس پٺ تي ڪي وڏا بااثر ماڻهو هجن ته پوءِ کيس پنهنجن ملاقاتين سان ملڻ لاءِ شيخن ۽ چارين جي خواريءَ کي به ڏسڻو ڪو نه پوي ۽ هو سڌو سنئون مازيءَ ۾ سپرنٽينڊنٽ يا وري جيلر جي ڪمري ۾ آرام سان ويهي جيترو وقت چاهي ڪچهريون ڪري سگهي ٿو بلڪ آيل قيدين جي ڪاڏي پيتي جو پڻ خيال رکي سگهي ٿو. بس ان وي آءِ پي سروس جي کيس پئسي يا ڪنهن بي صورت ۾ رقم چڪائڻي پوي ٿي.

حسين پڻ اڄ ملاقاتين ۾ شامل هو. سندس شهر ڪان ڏيڍ ٻن ڪلاڪن ۾ بس سکر پهچندي آهي ان ڪري هو صبح جو سوير ئي اچي بس ۾ سوار ٿيو هو. هن جي ڪيترن ڏينهن کان نور ۽ ٻين ساٿين سان ملاقات جي دل پئي ڪري. کيس خبر پئي هئي ته نور سميت ٻين سوين ساٿين کي سکر سينٽرل جيل منتقل ڪيو ويو آهي پر هو جلسن، جلوسن ۽ ٻين تنظيمي ڪمن ۾ اهڙو رڌل هو جو کيس ساڻن ملڻ لاءِ وقت ئي ملي نه سگهيو هو. پر هاڻ عيد ۾ وچي باقي ڪجهه ڏينهن بچيا هئا سو هو سنگت سان لاءِ ٿورو سامان، ڪي سنيها ۽ ڪجهه سوکڙيون پاکڙيون کڻي اچي جيل تي پڳو هو. کيس اڻ تڻ هئي ته هو سنگت سان ملي حال احوال ڪري. ملاقاتين جي انبوهه ۾ ويٺي کيس اڌ ڪلاڪ گذريو هوندو جو هن پري کان ڪريم، نور، فدا حسين ۽ ٻين ساٿين جا چهرا ڏٺا. سندن چهرن تي مرڪ ۽ اطمينان هو ۽ هو ڏوتل پوتل ۽ هشاش بشاش پئي لڳا. نور جي چهري تي ان پيڙا جا نشان هاڻ نظر نٿي آيا جيڪا هن مٿس تشدد کان بعد پوليس لاڪ اپ ۾ ڏٺي هئي. ”جيئي سنڌ“ نور پري کان رڙ ڪري حسين کي پليڪار ڪيو. حسين ماڻهن جي هجوم مان ٿيندو اچي جاريءَ وٽ پهتو هن هٿ وڌائي جاريءَ تي رکيو ۽ ساٿين سندس هٿ سان هٿ ملائي ڪيڪاريو.

” نور ڪيئن آهين، سنگت جو ڇا حال آ؟“ حسين پڇيو. نور کي گوڙ ۾ آواز ته ٻڌڻ ۾ ڪونه آيو پر هن محسوس ڪيو ته حسين ڪانئس

سنگت جو حال احوال پڇي رهيو آهي. هن وراڻيو "سنگت نيڪ آ، صورتحال جيل ۾ ڪجهه بهتر آ." نور ڏاڍيان ڳالهائيندي چيو. "جي؟" حسين پڇڻ جي ڪوشش ڪئي.

"مون چيو صورتحال بهتر آ." نور جملو ننڍو ڪندي جواب ڏنو. حسين کي ڪجهه سمجهه ۾ آيو ڪجهه نه. هن وراڻيو "نيڪ آ."

"گهڻا سياسي قيدي آهن جيل ۾" حسين پڇيو.

"خبر نه آهي چون ٿا ڇهه ست مهينا اڃان نه ڇڏيندا." نور جواب ڏنو.

"مون پڇيو گهڻا قيدي آهن." نور زور سان ڳالهائيندي پڇيو.

"ها، الله يلي ڪندو. توهان ڪيئن آهيو ٻاهر ساٿي ڪيئن آهن، تحريڪ جو ڪهڙو حال آ؟"

"نيڪ آ، ڏاڍو سنو ٿيو. خوشي ٿي توهان جو حال معلوم ڪري."

"ساٿي مون پڇيو تحريڪ ڪيئن پئي هلي؟"

"ڇا؟"

"تحريڪ، تحريڪ ڪيئن پئي هلي؟"

"تحريڪ زبردست پئي هلي. سڄي سنڌ ۾ احتجاج ۽ مظاهرا آهن. سول نافرمانيءَ جي جدوجهد ۾ پوري سنڌ ۽ ملڪ ۾ هزارين ڪارڪنن ۽ همدردن گرفتاريون ڏنيون آهن. سرڪار جا جيل پُرجي ويا آهن پر عوام جي همت ۽ جذبي ۾ گهٽتائي نه آئي آهي. فوجي جنتا اڳئين سال چونڊون ڪرائڻ جو اعلان پڻ ڪيو آهي ۽ سياسي قيدين کي آزاد ڪرڻ جي آڇ به ڏني آ." حسين ذري گهٽ واڪا ڪندي ملاقات جي جاري وٿان هڪ ننڍڙي تقرير ڪري ڇڏي. قيدي ساٿين کي ڪجهه ٻڌڻ ۾ آيو ڪجهه نه پر کين اهو احساس ٿيو ته ٻاهر ساٿين جمهوري تحريڪ کي ڪمزور ٿيڻ نه ڏنو آهي.

حسين، ڪريم، فدا حسين ۽ ٻين ساٿين سان پڻ حال احوال ڪيو ۽ کين ٻڌايو ته هو ڪجهه سامان جيل جي ماڙيءَ تي ڇڏيون پيو وڃي جيڪو هو وصول ڪري وٺن. حسين ساٿين کان موڪلايو ۽ کين ڪي سنيها ڏنا. واپسي وقت نور پنهنجي کيسي مان چند ڪاغذ گول گول مروڙي حسين کي ڏنا. حسين ڏٺو ته سندس اکين ۾ بي پناهه قرب هو.

حسين مروڙيل ڪاغذ وٺي ڪيسي ۾ وجهي ڇڏيا ۽ ڪانئن موڪلائي بس اسٽاپ ڏانهن روانو ٿي ويو.

***

هارڻ وڄائيندي، ڏڏڙ اڏائيندي ۽ لتا منگيشڪر جا پراڻا گانا سرڙاٽي آواز ۾ وڄائيندي، جڏهن سکر بس اسٽاپ کان بس رواني ٿي ته سج لٿي جو وقت ٿيڻ وارو هو. دري کان ٻاهر ميلن ۾ پکڙيل ٻنيون، ٻنين ۾ ٺهيل ڪچا، ڪکاوان گهر، گهرن ۾ ٻڌل ٻڪريون، سڙڪ سان لڳو لڳ آباد ٿيل ڳوٺ ۽ ڳوٺن ۾ چانهه جا هوٽل، سگريٽن جون مانڊڻيون، سيڌي سامان جا دوڪان، دوڪانن تان شيون خريد ڪندڙ اڌ اگهاڙا ٻار، ٻارن سان گڏ سندن سار سنڀال رکندڙ ٻن چوٽين واريون سندن وڏڙيون ڀينرون.... چانهه جي هوٽلن تي جاري سياسي معرڪا، جهريون ڀيل چهرن وارا سنڌي سگهڙ، سگهڙن جون محفلون، محفلن ۾ سندن ٻن جون ٻيڙيون ڇڪڻ.... اهو سڀ ڪجهه حسين کي ڏاڍو موهيندڙ لڳندو آهي. ڪيس اهو خالص سنڌ جي علامت ۽ ان جي زندهه قوم هجڻ جو ثبوت لڳندو آهي. هن پنهنجي ننڍي عمر ۾ جيترو پڙهيو ۽ تجربو حاصل ڪيو هو ان جي بنياد تي هو چئي سگهيو ٿي ته هي هو ماحول هو جيڪو صدين کان ائين جو ائين رهيو آهي. جيتوڻيڪ ان ۾ ڪي سطحي تبديليون ضرور ٿيون آهن پر بنيادي ماحول ۽ ڪم ڪار جي وهنوار ۾ ڪو وڏو فرق نه آيو هو. هن سوچيو ته صوفين ۽ امن جي پانڌيئڙن جي ڌرتي اڄ رتو رت ٿيل آهي پر سنڌ اڄ به پنهنجي اصل ۾ ڪا وڏي تبديلي نه آندي آ. سندس ذهن منجهيل هو ته ڇا ڪا تبديلي نه اچڻ قوم لاءِ سٺو سوڻ آهي يا وري ان سبب ڪيس ڇيهو رسندو؟

حسين جي ذهن ۾ سوالن ۽ انهن جي اڌوگابرن جوابن ۽ وري ٻين نون ۽ وڏيڪ پيچيده سوالن جي اپڙڻ جو سلسلو جاري رهندو هو. حسين ڪڏهن منجهي پوندو هو ته جيڪي جواب ڪيس سندس سوالن جا پنهنجي ذهن کان يا ٻين ساٿين کان ملن ٿا اهي درست ۽ عمل جوڳا

آهن يا نہ؟ هو سدائين سوچيندو هو تہ سنڌ وطن جو ڇا ٿيندو؟ ان جو مستقبل ڪيئن هوندو ۽ اهو ڪهڙو رستو آهي جيڪو سندس قوم لاءِ آڇپي جو ثابت ٿئي، ڪيس ملڪ ۾ جاري مختلف نظرين ۽ سوچن جي وچ ۾ هلندڙ جنگاڻ جو علم هو پر هو هر سوچ، نظرئي ۽ سماجي نظام بابت ۽ وري انهن سوچن، نظرين ۽ سماجي نظامن کي اڏڻ جي اڳواڻي ڪندڙن جي شخصيتن جي تضادن ۽ انهن جي اڳواڻيءَ جي صلاحيتن بابت هميشہ ٻڏتر جو شڪار رهندو هو. پر جيئن تہ هو انتهائي حد تائين اميد ڀريو رهڻ جو عادي هو ان ڪري هميشہ سمورن مونجهارن کان ڀوءِ بہ ڪيس اها سوچ همت ڏيندي هئي تہ جيڪڏهن قوم جو پڙهيل ڳڙهيل ۽ متحرڪ طبقو قوم جي ڀلائيءَ جو جذبو دل ۾ رکي پاڻ پتوڙيندو رهندو تہ ان جي سامهون نظرياتي ۽ ذهني مونجهارن کان ڇوٽڪاري جا رستا کلندا ويندا. ڪيس ان ڳالهہ تي پورو ويساهہ هو تہ عمل، علم ۽ وري عمل ۽ هر عمل جي جاچ ۽ هر علم تي سوال ۽ وري انهن سوالن جي کوجنا.... اهو ئي رستو آهي جيڪو قوم کي ڇوٽڪاري ڏانهن وٺي ويندو.

حُسين کي جمهوريت جي عمل تي پڻ پورو ويساهہ هو. هو دوستن کي چوندو هو تہ ملڪ ۾ ڀلي قسمين قسمين سماجن ۽ نظامن جي اڏجڻ جو بحث هلندو رهي پر هڪڙي ڳالهہ پختي طرح دل سان سانڍجي تہ انهن نظامن جي حاصلات جو رستو جمهوريت کان ٿيندو وڃي ٿو. ”جديد جمهوريت جيڪا فرد جي آزاديءَ جي ضمانت ڏئي ۽ عوام کي حڪومت ٺاهڻ ۽ ڊاهڻ جو حق ڏئي اها وطن جي ڪيترن ڏوجهرن کي دور ڪري سگهي ٿي.“

حسين سوچن جي ان وهڪري ۾ هو تہ ڪيس نور جا ڏنل مروڙيل ڪاغذ ياد آيا . هن قميص جي پاسي واري کيسي ۾ هٿ وجهي ڪاغذ ڪڍي ورتا. نور پاران هي ڪيس لکيل پهريو خط هو:

”پيارا ساٿي جيئي سنڌ.

گهڻا ڏينهن گذري ويا آهن، پنهنجي ملاقات ۽ منهن سامهون ڪچهريَ ٿي نہ سگهي آ سو سوچيم تہ توهان کي وڏيڪ احوال کان آگاهہ ڪيان. توهان پوليس لاڪ اپ تي اچي اسان جي حالت تہ ڏسي

ويا هئا پر ان کان پوءِ پوليس ۽ فوجي انتظاميہ کي جڏهن اهو اندازو ٿيو تہ اسان مٿان انتهائي تشدد کان پوءِ بہ ڪجهہ حاصل ڪري نہ سگهيا آهن تہ هنن ٻين ڪيترن سياسي قيدين سان گڏ مون کي بہ سکر سينٽرل جيل روانو ڪرڻ جو فيصلو ڪيو. ٻئي ڏينهن اسان کي قيدين واري بس ۾ واڙي هو سکر جيل تي ڪٺي آيا. جيل جو جهان ڏاڍو عجيب ۽ تڪليف ٻهچائيندڙ آهي. هتي قيدين سان ۽ خاص ڪري عام قيدين سان انتهائي غير انساني سلوڪ ڪيو ٿو وڃي. اسان جيئن تہ سياسي قيدي هئاسون ۽ سون جي تعداد ۾ هئاسون تنهن ڪري اسان سان رويو ڪجهہ مختلف هو. عام طرح جڏهن قيدين کي هڪڙي جيل مان ٻئي جيل منتقل ڪيو ويندو آ تہ سڀ کان پهرين جيئن ئي قيدي مين دروازي کان ماڙيءَ ۾ داخل ٿيندا آهن تہ مٿن ڏنبن، مڪن، لتن ۽ گارين سان آڌر ڀاءُ ڪيو ويندو آ. پوليس جا سپاهي کين ڪٽيندا ويندا آهن ۽ کين ڪنڌ هيٺ رکڻ جو حڪم ڏيندا آهن. کين حڪم ڏنو ويندو آهي تہ هو جوڙي جوڙي ٿاهي، پٽ سان لڳي ڪنڌ هيٺ ڪري ويهن ۽ هن جانورن جهڙي سلوڪ تي ٻڙڪ بہ ٻاهر نہ ڪڍن. جنهن چون چران ڪئي تہ مٿس ڏنبن جو وسڪارو اچا تيز ڪيو ويندو آهي.

ساٿي، آءُ ان ورتاءَ لاءِ تيار هوس پر جيل جي انتظاميہ اسان مٿان اهو تشدد نہ ڪيو جو اسان سياسي قيدي هئاسون، پر هنن سڀ کان، پهرين اسان کي جوڙي جوڙي ڪري ويهاريو ۽ اسان جي نالن کي درج ڪيو. پوليس وارن اسان جي تلاشي ورتي ۽ پوءِ قطارن ۾ ويهاري، اسان کي پنهنجين پنهنجين بيرڪن ۾ وني ويا. منهنجي بيرڪ ۾ ويهارو کن ماڻهو هئا جيڪي سمورا سياسي قيدي هئا ۽ انهن مان ڪيترا پنهنجا ساٿي ۽ دوست آهن. فوجي ڪيمپ ۽ پوليس پاران تشدد کان پوءِ هيٺرن سارن دوستن جا چهرا ڏسڻ تي جيڪا خوشي مون کي ملي اها بيان ڪرڻ بہ ڏکيو آهي. ساٿين وڏي قرب ۽ پيار سان اسان کي ڀليڪار ڪيو ۽ جيل جي قاعدن ۽ رهڻي ڪهڻي کان آگاهہ ڪيو. مون کي ائين لڳو ڄڻ مان جيل ۾ نہ پر پنهنجي گهر آيو آهيان. توهان ساٿي منتار کي سڃاڻو ٿا. هو ڄٽڪ جيل ۾ اسان جي نانڙي آ. سمورا

ڪم سندس مشوري سان ٿين. جي ڪن معاملن تي ساٿي قيدين جي وچ ۾ ڪا ناراضگي يا اختلاف ٿين تہ ساٿي منٺار ئي سندن وچ ۾ ٿياڪڙ جو ڪردار ادا ڪندو آهي. هو سمورن ساٿين کي سمجهائي، منجهن اختلافن کي دور ڪندو آهي. ساٿي منٺار ڏاڍو عجيب ۽ ارڏو ماڻهو آ، لڳندو آ تہ هن پنهنجن سمورن جبلتن تي ڪنٽرول حاصل ڪري ورتو آ. ڪيس مون ڪڏهن ڪاوڙ ۾ نہ ڏٺو آ، سندس چپن تي مرڪ سدائين مشڪريون ڪندي رهندي آ ۽ ان سڀ جي باوجود هو جيل ۾ مطالعو بہ جام ڪندو رهندو آهي. ڏسبو تہ ڪڏهن ڪتاب ٿو پڙهي، ڪڏهن سنگت جا فيصلا وينو ڪري ۽ وري ڪڏهن بورچيءَ ۾ سيني لاءِ ڪاڏو پيو تيار ڪري، جيل ۾ رڌڻي کي بورچي سڏين. سچ پچ ساٿي منٺار جيل جي ناني آ. سندس هئڻ اسان لاءِ وڏي آٿت جو سبب آهي. جيل ڪهاڻين سان ڀريل جاءِ آ. هر قيدي هڪڙي ڪهاڻي آ، ڪاش مون وٽ وڏيڪ وقت هجي تہ آءُ توهان کي قيدي ساٿين جي زندگين جون ڪهاڻيون لکان ها.... سندن وفائين، جفائن ۽ مٿن ٿيل ڏاڍائين ۽ انهن پاران ڪيل ڪلورن جا قصا ٻڌايان ها. جي زندگي رهي تہ اهي قصا توهان کي ضرور ٻڌائبا.جيل ۾ ٻن قسمن جا قيدي ٿين. هڪڙا پڪا قيدي ٻيا ڪچا قيدي، پڪا قيدي گهڻو ڪري اهي آهن جيڪي ڪورٽن کان سزائون حاصل ڪري چڪا آهن ۽ سندن اپيلن ٽپيلن جا سلسلا پيا هلن. ڪچا قيدي اهي آهن جن کي اڃا سزائون نہ مليون آهن پر ڪين ضمانتون بہ ڪونهن ۽ اهڙا قيدي سالن جا سال پيا تاريخن تي ڪورٽن ۾ شنوائين تي وڃن ۽ عمريون جيلن ۾ گهارن.

اسين پڻ سڀ ڪچا قيدي آهيون ۽ خبر ناهي اسان سان ڇا ٿيڻو آ، بس انتظار ۽ اميد تي دنيا قائم آهي.

جيل ۾ قيدين جي رهڻ جي بيرڪن کي بہ ٻن حصن ۾ ورهايو ويو آهي. هڪ آهي ڪارو چڪر ۽ ٻيو اڇو چڪر. ڪاري چڪر جي بيرڪن ۾ پڪا قيدي رهن جڏهن تہ اڇي چڪر جي بيرڪن ۾ گهڻو ڪري ڪچا قيدي. اسان ۽ لڳ ڀڳ سمورا سياسي قيدي اڇي چڪر ۾ آهيون. اسان کان جيل انتظاميہ ڪم تہ نہ وٺي پر اسان پاڻ ۾ ڪم ورهائي ڪٽندا آهيون. مثال طور ڪجهہ ساٿي بيرڪ جي سمورن

قيدين لاءِ ماني رڌين تہ ڪي وري ڪپڙن ڌوئڻ جي ذميواري پوري ڪن. ڪي بيرڪ جي صفائي ڪن تہ ٻين تي وري ٿانون وغيره ڌوئڻ جو ڪم رکيل هوندو آهي. سچ پچ جيل ۾ ساٿين جي وچ ۾ اهڙو پيار هوندو آهي جو ماڻهو پاڻئي تہ سدائين گڏ رهي. اسان هتي تعليمي سرگرميون بہ جاري رکيو اچون. ڪن ساٿين جيل مان اندران پنهنجا امتحان ڏنا آهن. ان ڪانسواءِ تنظيمي مطالعو ۽ اسٽڊي سرڪل وغيره بہ هلائيندا آهيون ۽ ڪڏهن سينيئر ساٿي ليڪچر ڏيڻ جو بندوبست بہ ڪندا آهن.

سکر جيل ڏاڍو وڏو جيل آهي ۽ هتي سڄي صوبي بلڪ سڄي ملڪ مان قيدي آندا ويندا آهن. آءُ ڪيترن سياسي قيدين سان مليو آهيان جن تي فوجي حڪومت جي ڪارندن انتهائي سخت ۽ ظالماڻو تشدد ڪيو آهي. ٻين ڪارڪنن تي ٿيل تشدد جو احوال ٻڌي مون کي پاڻ مٿان ٿيل تشدد ڏاڍو معمولي لڳندو آهي ۽ هنن سمورن معصوم ماڻهن جو ڏوهہ ڪهڙو هو؟ صرف اهو تہ هنن چاهيو پئي تہ ملڪ ۾ جمهوريت بحال ڪيو ۽ فوج وڃي سرحدن جي حفاظت ڪري، جيڪو سندس بنيادي ڪم آهي، ۽ جنهن ۾ هو اڄ تائين ڪامياب ٿي نہ سگهيا آهن. ساٿي، جيل جي انهن سمورن پاسن جي باوجود جيل آخرڪار جيل آهي. انسان بندش ۾ آهي. هن ديو جهڙي چار ديواريءَ ۾ بند آهي. ڪڏهن ڪڏهن دل ڏاڍو اداس ٿيندي آ. شدت سان تمنا ٿيندي آهي تہ آزاد فضا ۾ ساهہ کڻان، پنهنجي مرضيءَ سان جاڳان، ڪڏهن دوستن سان اوطاق ۾ ويهي ڪچهري ڪيان، ۽ ڪڏهن دل گهرئي محبوب جو ديدار ڪيان، ڪڏهن دل چوندي آهي تہ امڙ جي هٿن جي ماني کاوان، ۽ ڪنهن شام مينهوڳي ۾ مدهوش ٿيان، انسان جو روح آزاد پکيئڙي جيان آهي، کيس سون جي پڃري ۾ بہ بند ڪيو وڃي تہ بہ هو آزاديءَ جي ڪوشش ڪندي زخمي ٿي پوندو. سوچيندو آهيان تہ اسين جيڪي هيترن سارن دوستن سان گڏ آهيون ۽ هڪ عظيم مقصد اسان جي جدوجهد کي طاقت ٿو ڏئي انهن جي اهڙي حالت آهي تہ هي جيڪي ٻيا قيدي آهن ۽ جن جي زندگي جانورن کان بہ بدتر ٿي گذري انهن مٿان ڇا گذرندو هوندو؟

ساڻي هي ظلم، هي ناحق، هي بربريت، هي انسان سوز معاشرو ضرور بدلبو.. ان اميد تي پنهنجو پورو يقين آهي. سدائين گڏ.

تنهنجو نور.

***

عيد سدائين حُسين کي مونجهاري جو شڪار ڪندي آهي. هن کي سمجهه ۾ نه ايندو آ ته هو ان ڏينهن کي ڪيئن گذاري، صبح جو سوير اٿي نه سگهندو آ ان ڪري عيد نماز پڙهندو ڪونهي، عيد ڏينهن نوان ڪپڙا پائڻ هن کي اصل نه پانئين ۽ ڪيس اهڙا ڪي مٽ مائٽ آهن ڪونه، جن سان ملڻ لاءِ هو آتو هجي. سو سندس لاءِ عيد، آرام ڪرڻ جو هڪ بهترين ڏينهن آهي ۽ هن عيد تي پڻ اهو ئي پئي ڪيائين.

پنهنجي ڪمري ۾ ويٺي ڪجهه پڙهيائين پئي، ته دروازو ڪليو ۽ سندس سامهون ياسمين ۽ سائره بيٺيون هيون.

حسين کين ڏسي اچرج ۾ پئجي ويو. ٻنهي مان ڪنهن جي به اچڻ جو ڪو پروگرام ڪو نه هو ۽ نه ئي هن توقع پئي ڪئي ته هو ڪو عيد ڏينهن ساڻس ملڻ اينديون. پر هاڻ کين سامهون ڏسي هو ڪجهه لمحن لاءِ فيصلو نه پيو ڪري سگهي ته سندن اچڻ تي خوش ٿئي يا سندس آرام ۾ خلل پوڻ تي افسوس ڪري؟

”ڇو حسين ائين حيرت سان پيو ڏسين، اسين ڪو ڀوت آهيون ڇا؟“ سائره ڪلندي پنهنجي خاص انداز سان هوا ۾ هٿ لهرائيندي حسين کان پڇيو.

”نه ..... نه سائره اهڙي ڳالهه ڪونهي، اصل ۾ توهان جي اچڻ جو ڪو پروگرام ڪو نه هو نه. سو توهان کي اوچتو ڏسي ٿوري حيرت ٿي اٿم“ حسين پاڻ سنڀاليندي چيو. ”اچو ويهو.“

ياسمين بلڪل خاموش هئي. سندس عينڪ پنيان اکيون اداس پئي لڳيون پر منجهن سانت هئي. جڏهن ٻئي ڪرسين تي ويهي

رهيون تہ حسين ڪانئن چانھ جو پڇيو.

”ها، چانھ پيئنديون سين.“ سائره وراڻيو.

حسين بغير وڌيڪ ڪجھ چوڻ جي ڪمري مان نڪري ويو.

”سائره پاڻ ٻنهي هتي اچي غلط ڪيو. تون پلي اچين ها مون کي اجايو گهلي آندو اٿئي.“ ياسمين، سائره کي ڏسندي چيو. سائره اچڻ سان ئي حسين جي ڪتابن کي اٿلائڻ پٿلائڻ شروع ڪري ڏنو هو. هن ڪتاب مان نظرون هٽائڻ ڪان سواءِ ئي ڏاڍي لاپرواهيءَ سان جواب ڏنس، ”يار هڪڙو تہ توجهڙا ماڻهو مون کي سمجھ ۾ ايندا ڪونهن. تون هن کي چاهين ٿي، شايد هو بہ توکي پسند ٿو ڪري، آءٌ وچ ۾ هروڀرو اچي وئي آهيان، سو اڄ ڳالهيون صاف ٿا ڪريون پلا پاڻ دوست تہ آهيون نہ؟ پوءِ ڳالهائڻ ۾ ڪهڙو حرج؟“

”نہ سائره ڳالھ ايتري سادي ڪونهي، تون وچ ۾ نہ آئي آهين. هو مون سان پيار نٿو ڪري، منهنجي بي پناھ عزت ٿو ڪري ۽ مون کي هڪ انقلابي ساٿي جو درجو ڏئي ٿو پر چاهي هو توکي ٿو منهنجو خيال آهي تہ تون بہ کيس پسند ڪرين ٿي، نہ تہ سندس ايترو ويجهو نہ وڃين ها.“

”آءٌ کيس پسند ڪريان ٿي، پر آءٌ ڪنهن ٻئي کي بہ پسند ڪري سگهان ٿي. مان عظيم ۽ لافاني محبتون ڪرڻ جي قابل ناهيان. منهنجي محبت دنياوي محبت آهي، جيڪا هڪ شخص جي نہ ملڻ تي ٻئي کي حاصل ڪري سگهي ٿي.“ سائره، ياسمين کي سمجهائيندي چيو ”منهنجو پيار ايڏو سيريئس ڪونهي، جهڙو تنهنجو.“

”چري پيار پيار هوندو آهي،“ ياسمين وراڻيو ”اهو فاني ۽ لافاني جي چڪر ۾ نہ پوندو آهي. سيرئيس ۽ غير سيريئس پيار نہ هوندو آهي. هر پيار تنڊ تي تڪليف ٿيندي آهي.“

”ڪنهنجون پيا گلائون ڪيو؟“ حسين ڪمري ۾ داخل ٿيندي چيو ٻنهي کيس ڏسي مرڪيو. ”تنهنجون پيا گلائون ڪيون،“ سائره حسين کي چيو.

”بڪواس بند ڪر سائره“ ياسمين سائره کي چپ ڪرائڻ جي

ڪوشش ڪئي.

"تئي ڇا پيو ڪجهه مون کي به ته خبر پوي؟" حسين سوال ڪيو.

"حسين، ياسمين ڏاڍي اداس آهي، سندس دل هڪڙي بدتميز ٽوڙيو آ. ڏس اسان سڀ دوست آهيون ۽ هر ذاتي معاملي تي پاڻ کُلي ڳالهائيندا آهيون، ان ڪري توکي پئي ٻڌايان" سائره چيو.

"ڪهڙي بدتميز سندس دل ٽوڙيو آهي؟" حسين اڻ ڄاڻ ٿيندي پڇيو.

"ڪنهن کي به سڄو جهان نه ٿو ملي، ڪنهن کي ڌرتي ته وري ڪنهن کي آسمان نٿو ملي... اهائي زندگي آهي سو ان تي شڪايت ڇا جي؟" هاڻ ياسمين جي اندر اڌمو ڪاڏو هو. سندس عينڪ پٺيان اکيون پرجي آيون هيون. ياسمين پنهنجي هيٺين چپ کي چڪ هڻي پنهنجن اڌمن تي قابو رکڻ جي ڪوشش ڪري رهي هئي. ٿنهي جي زبانن مان ٻڙڪ به ٻاهر نه ٿي آئي. سائره اکيون جهڪايو ويٺي هئي جڏهن ته حسين خالي خالي نگاهن سان ڪڏهن ياسمين کي ته ڪڏهن سائره کي. سندس اندر به اڌمن سان ٽمٽار ٿي ويو هو. هن کي ياسمين لاءِ ڪوڙ سارو پيار ۽ عزت هئي. سندن دوستي مثالي هئي ۽ هو ڪيس ڪڏهن به ڏکويل ڏسڻ نه چاهيندو هو پر هاڻ جڏهن ياسمين تمام گهڻو ڏکويل هئي ته حسين کي احساس ٿي رهيو هو ته سندس تڪليف جو سبب هو پاڻ ئي بڻيو آهي.

"حسين تو ياسمين سان ڏاڍائي ڪئي آهي." بيٺ سائره ڳالهايو "تو سندس دل ٽوڙيو آهي. ۽ مان سمجهان ٿي ته توهان هڪ ٻئي لاءِ ئي آهيو "ان ڪري مان وچ مان نڪري وڃڻ ٿي چاهيان" .سائره اداس ٿيندي چيو.

ياسمين جو صبر ٽٽي پيو سندس اکين مان وهندڙ ڳوڙها، ڳلن تان گسڪندا ڪاڏي وٺان ٽمڻ لڳا. حسين هڪ اکر ڪڇڻ کانسواءِ پنهنجي کيسي مان رومال ڪڍي کيس ڏنو. ياسمين مٿو ڌوڻي رومال وٺڻ کان نَهڪَر ڪئي. پر سائره ٽپ ڏئي حسين کان رومال کسيو ۽ اٿي اچي پهرين ياسمين جي عينڪ لاهي پاسي تي رکي ۽ پوءِ سندس ڳوڙهن کي اگهيو" منهنجي پياري ياسمين پليز رؤ نه. تون ايڏي

زبردست، مضبوط ۽ پراعتماد ڇوڪري آهين، توکي ڪنهن جي لاءِ به ائين روئڻ نه جڳائي.“ سائره چيو.

ياسمين زوريءَ جي مرڪ چپن تي آندي، سائره جي هٿ مان رومال ورتو ۽ ڪيس چيو ”اڇا بابا ڪو نه ٿي روئان. بس ڪي ڪي اڏما ڏاڍا طاقتور ٿيندا آهن. ويهه هاڻ، مان ٺيڪ آهيان.“

”ياسمين مون کي معاف ڪجو، جي توهان کي منهنجي ڪري ڏک پهتو آهي،“ حسين جيڪو هن مهل تائين چپ چاپ  وينو ٻنهي سنگتياڻين کي ڏسي رهيو هو، تنهن هوريان هوريان ڳالهائڻ شروع ڪيو ”پر مون توهان جي دل نه ٽوڙي آهي. مون ڪڏهن به ڪو ڪوڙو واعدو، دلاسو يا پيار جو اقرار نه ڪيو آهي ته پوءِ بي وفائي ڪرڻ جو سوال ڪيئن ٿو پيدا ٿئي؟“

”پر توهان کي خبر هئي ته ياسمين توهان سان پيار ٿي ڪري،“ سائره چيو.

”ها خبر هئي پر ان جو مطلب اهو ته ڪونهي ته  جيڪو توهان سان پيار ڪري، توهان به لازمي طرح ان سان پيار ڪيو. سائره توسان به ڪيترا نوجوان پيار ڪندا هوندا، پوءِ ڇا تون سڀني سان پيار ڪندين؟“ حسين سوال ڪيو.

”ياسمين ”ڪيترا“ ناهي، ياسمين هڪڙي آهي ۽ هن کي ضرور تو ڪو اهڙو ڏيک ڏنو هوندو جنهن سبب سندس دل ۾ تنهنجي لاءِ پيار جاڳيو هوندو.“ سائره وراڻيو.

”ٿي سگهي ٿو مون ڄاڻائي اڻ ڄاڻائي ۾ اهڙو ورتاءُ رکيو هجي جنهن سان ڪيس ائين محسوس ٿيو هجي. پر يار اسان جي عمر ۾ انسان جا پيار طرف رويا بالغ ٿوروئي هوندا آهن. هن عمر ۾ ته دل هڪ آزاد پکيءَ وانگر هوندي آهي جيڪا هڪ وڻ کان اڏامي ٻئي تي ويهندي آهي ۽ وري اتان اڏامي ٽئين تي.“ حسين چيو.

”خدا جي واسطي بند ڪيو پنهنجا اهي اجايا دليل“، اوچتو رڙ ڪندي ياسمين اٿي بيهي رهي، ”توهان جون ڳالهيون مون کي وڌيڪ تڪليف ٿيون ڏين، منهنجي غلطي هئي، مون مڃيو. بس مهرباني ڪري ان قصي کي هاڻ ختم ڪيو.“

حسين ۽ سائره ٻئي خاموش ٿي ويا. حسين کي ماحول جي چڪتاڻ ڏاڍي اٽوٽندڙ پئي لڳي. هو دل ئي دل ۾ لڄي ٻـ ٿي رهيو هو تہ هن جي ڪري سندس هڪڙي دوست کي تڪليف پهتي آهي پر هن کي سائره تي ڪاوڙ پڻ اچي رهي هئي جيڪا رات وچ ۾ "باد و بي ميار" ٿيڻ جي ڪوشش ڪري رهي هئي. هن سوچيو "ڇا اها سائره ڪونہ هئي جنهن ڪيس پنهنجي شاعريءَ، ڪتابن ۽ ادائن سان موهيو ۽ سندس مدهوش ڪندڙ بدن جو سرت چکايو؟ ۽ ڇا ڪيس پنهنجي سنگتياڻيءَ جي جذبن جي ڄاڻ ڪونہ هئي جو هاڻ ويٺي ڪيس گناهہ گار ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪري؟"

پر حسين هڪ اکر نہ ڪڇيو. هن نہ ٿي چاهيو تہ سندس جملا تير ۽ ڀالا ٿي ياسمين جي دل کي وڌيڪ زخمي ڪن. هن سوچيو تہ ٻنهي سان ڪنهن ٻئي وقت هو الڳ الڳ ملي سموريون ڳالهيون ڪندو. "ٻڌو هاڻ ٽريجڊي سين گهٽو ٿي ويو. عيد جو ڏينهن آهي، توهان ان ڳالهہ تي ئي ڪٺي خوش ٿيو تہ ٽيئي دوست تہ آهيون نہ. توهان ويهي منهنجي گلا ڪيو تہ مان وڃي ٿو چانهہ ڪٺي اچان." حسين اهو چوندو ڪمري مان نڪري ويو.

چانهہ، بسڪٽ ۽ مٺائي وغيره جڏهن ڪٺي حسين ڪمري ۾ واپس آيو تہ ان وقت تائين ٻنهي ڇوڪرين جو موڊ ڪافي حد تائين خوشگوار ٿي چڪو هو. "لڳي ٿو منهنجي گلا مان توهان ٻنهي کي ڪافي خوشي نصيب ٿي آهي،" حسين چانهہ جو ٽري ميز تي رکندي چرچو ڪيو. ٽئي زور زور سان کلڻ لڳا.

" ڇا ڪيون جيستائين ٻن ڇئن جي پاڙ نہ پٽيون، سڪون ئي نہ ملندو آهي." سائره پڻ ساڳي انداز ۾ وراڻيو.

"توهان جهڙين عورتن ئي مردن جون پاڙون پٽي آباديءَ تي ڪنٽرول ڪيو آهي." حسين کلندي جواب ڏنو.

"اڇا ٻڌ، حسين، هي ڪارڊ ياسمين پاران تنهنجي لاءِ ڇڏيون پيا وڃون. پڙهجانءِ ۽ ان کي سمجهڻ جي ڪوشش پڻ ڪجانءِ"، سائره پنهنجي بيگ مان هڪ اڇو لفافو ڪڍي حسين جي ڪتابن واري ميز تي رکيو. هن حسين سان اکيون نہ ملايون، بس چپ چاپ پنهنجي

ڪوپ مان چانھ جون گرم گرم سرڪيون ڀريندي رهي.



رات جو دير سان ،جڏهن ذهن جا سمورا آواز غائب ٿي ويا هئا ۽ خاموشيءَ جو پڙاڏو ڏاڍو رومانوي پئي لڳو حسين ياسمين جي ڏنل ڪارڊ ڪي کوليو ڪاري رنگ جي هن عام عيد ڪارڊ تي ڳاڙهي گلاب جا ٻه گل ڇاپيل هئا. اندر جي عبارت لاءِ ياسمين ڪرشن چندر جو سهارو ورتو هو.

”پيارا حسين.

زندگيءَ ۾ ڪي اهڙا ٻه انسان ملندا آهن جيڪي دل جي تارن کي ڇيڙي ويندا آهن. سندن موجودگي موسيقيءَ جيان محسوس ٿيندي آهي.

حسين تنهنجي موجودگي منهنجي لاءِ اهڙي آهي پر شايد تنهنجي لاءِ منهنجو وجود ايترو اهم ڪونهي.

جي ڀانئين ته منهنجو وجود تنهنجي لاءِ جلترنگ پيدا ڪري سگهندو ته موٽي اچج.... انتظار ڪنديس.

پر جي موٽي نه به آئين ته به پاڻ هڪ عظيم مقصد جي پانڌيئڙن طور هميشه هڪ ٻئي کي پيار ڪندا رهنداسون.

ياسمين“

ڪارڊ پڙهي حسين جي چهري تي تڪليف جون ريکائون نروار ٿيون هيون. هن هڪ اونهو ٿڌو ساهه کنيو ۽ ڪارڊ لفافي ۾ وجهڻ لڳو ته هڪڙو ڀڪوڙيل ڪاغذ لفافي مان ترڪي سندس پيرن ۾ اچي ڪريو. هن ڪاغذ کڻي کوليو. سندس سامهون سائره جا هٿ اکر هئا.

”ميري مخروطي انگليان ڪرچيان چنتي هين،

ليڪن وه اتني زخمي نهين،

جتني اس وقت هوئين جب انهون ني

ميري دل ڪي ڪرچيان چن ڪر، ڪتابون ۾ محفوظ ڪر لين“

حسين مون کي معاف ڪجانءِ ڪڏهن ڪڏهن اندر جي پشيمانيءَ کان آجو ٿيڻ لاءِ محبت بہ قربان ڪرڻي پوندي آهي...
تنهنجي سائره."



ايس پي لوڏيءَ جي حڪم تي سڪندر ۽ محمد بخش کي پوليس ٿاڻي تي آڻڻ بدران کين پوليس لائين جي هڪڙي ڪواٽر تي آندو ويو هو. سندن مٿا قاتل ۽ منهن سڄيل هئا. جلوس مان گرفتار ٿيڻ کان پوءِ مٿن ڪئي ڪلاڪ تشدد ڪيو ويو هو. ايس پي ڪائنن پڇا ڳاڇا ۽ تشدد جي بذات خود نگراني ڪئي هئي ۽ هو ڪائنن معلوم ڪرڻ چاهي ٿو "ملڪ دشمنن" جا ليڊر ڪٿي لڪل آهن ۽ کين تحريڪ هلائڻ جا پئسا ڪير ٿو ڏي؟

"توهان پنهنجن ساٿين جا نالا ٻڌايو ۽ قبول ڪيو تہ انڊيا جي پئسن تي هي تحريڪ پئي هلي تہ توهان کي ڇڏڻ لاءِ تيار آهيون، نہ تہ ٿيپ توهان جي نصيب ۾ لکيل آهي،" ايس پي ٻنهي کي مخاطب ٿيندي چيو هو.

"ايس پي صاحب اسان کي ٿيپ جون ڌمڪيون نہ ڏي، باقي توکي ٻڌائي چڪا آهيون تہ هيءَ عوامي جذبي سبب اپريل تحريڪ آهي، انڊيا سان ان جو ڪو تعلق ڪونهي ۽ ڪي بہ ملڪ دشمن ماڻهو ڪونهن جن جا نالا توهان کي ٻڌايون." محمد بخش کيس جواب ڏنو.

"ڪوڙا ڪوڙي جا پٽ، " لوڏيءَ رڙ ڪئي، "اڙي تون ڇا ٿو چئين؟" ايس پي سڪندر کي مخاطب ٿيندي چيو.

سڪندر کي سمجھ ۾ پئي آيو تہ صورتحال تي کلي يا روئي؟ ڇا تہ ستم ظريفي هئي. سڪندر ۽ سندس جماعت جمهوري تحريڪ جي ان ڪري مخالف هئي جو سندن بقول اها تحريڪ پاڪستان کي بچائڻ لاءِ هئي ۽ هتي سرڪار نامدار پاران ڏنبي جو زيپٽ هو تہ انهن ماڻهن جا نالا ڏسيو جيڪي ملڪ دشمن آهن ۽ هيءَ تحريڪ پيا

هلائين. "ايس پي صاحب مان جمهوري تحريڪ جو ڪارڪن يا حمايتي ڪو نہ هوس ۽ نہ انهن کي سڃاڻان، صرف جلوس ڏسڻ آيو هوس پر توهان جي ڪرتوتن مون کي هن تحريڪ جي ڪارڪن ٿيڻ ۾ مدد ڏني آهي. جيڪا ڳالهہ مان بحثن ۾ سمجهي نہ سگهان ها، توهان جي ٻن ٽن ڪلاڪن جي ميزبانيءَ ۾ سمجهي ويو آهيان. هاڻ پل جان وڃي پر توهان سامهون نہ جهڪبو" سڪندر ڏاڍي پر اعتماد لهجي ۾ جواب ڏنو. محمد بخش دل ئي دل ۾ سڪندر جي اعتماد جي ساراهہ ڪري رهيو هو ۽ سندس چپن تي مرڪ هئي.

پوليس ٻنهي همراهن کي ڏنڊن، لتن، مڪن ۽ سچو پترن سان ڪٽي ٽڪجي پئي هئي پر هنن ٻڙڪ ٻاهر نہ ڪڍي. سڪندر ۽ محمد بخش جا الف اگهاڙا بدن پوليس ڪوارٽر جي پٿرائين فرش تي جڏهن بي سڌ ۽ بي هوش ٿي ويا تہ پوليس وارن سگريٽ ڇڪڻ جي وٺي ورتي.

انسپيڪٽر ٻنهي جي جاچ رپورٽ فون تي ايس پي کي ڏني ۽ ايس پي کيس حڪم ڏنو تہ سڀاڻي چالان ڪري ڪين جيل اماڻي ڇڏيو ۽ سندن ڪيس فوجي عدالت ۾ موڪلي ڏيو.

****

سرڪٽ هائوس بيد مشڪ ۽ نم جي ڇهڇ ساون وڻن جي وچ ۾ ڳاڙهي سرن سان ٺهيل هڪ رعبدار عمارت آهي. ڪو وقت هو جڏهن هن عمارت ۾ ملڪ جو چونڊيل وزيراعظم ۽ ٻيا اعليٰ عملدار اچي رهندا هئا پر اڄ هن عمارت ۾ ضلعي جو فوجي ايڊمنسٽريٽر برگيڊيئر صاحب رهي ٿو، جڏهن ته ٻين فوجي آفيسرن جي رهائش ۽ فوجي ڪورٽ پڻ هت قائم آهي.

سرڪٽ هائوس جي پسگردائيءَ وارو سمورو علائقو فوجي ڇانوڻيءَ جو ڏيک ڏيندو آهي. عام ماڻهو ته اِن عمارت جي پاسي کان لنگهندي به ڪيٻائيندا هئا. چؤطرف فوجي جوان ائين پهرو ڏيندا هئا ڄڻ سرڪٽ هائوس تي ڪنهن وقت به ڪو حملو ٿي پئي سگهيو. فوجي عدالت جو جج ڪرنل زمان الله هو، جنهن بابت مشهور هو ته ڏاڍو سخت آ. اڄ ڪرنل زمان الله جي ئي فوجي عدالت ۾ سڪندر ۽ محمد بخش کي پيش ڪيو پيو وڃي. ٻنهي کي پوليس جو وڏو انالو ڪٽي اچي سرڪٽ هائوس پڳو هو. محمد بخش ۽ سڪندر جو منهن اجهان سڄيل هو، سندن ڇهري تي ڌڪن جا نشان هئا ۽ اجهان ڪين هلڻ ۾ سخت تڪليف پئي ٿي. ٻنهي کي ٻن ٻن سپاهين اچي عدالت ۾ ملزمن جي ڪٽهري ۾ ويهاريو هو. ڪين هٿ ڪڙيون ۽ ڏنڊا ٻيڙيون لڳل هيون. ٻنهي جو سياسي طرح ته هڪ ٻئي سان ڪو تعلق نه هو پر سندن وچ ۾ تشدد سهڻ جو هڪ رشتو قائم ٿي ويو هو. پوليس ڪين هڪ ٻئي سان ڳالهائڻ کان روڪيو پئي پر هو چند لفظن سان ئي هڪ ٻئي کي آٿت ڏئي رهيا هئا.

”سب ڪڙي هو جائين،“ هڪ فوجي سپاهي جج ڪرنل زمان جي اچڻ تي رڙ ڪندي چيو. فوجي عدالت جي ڪمري ۾ ويٺل ٻيا ماڻهو ته اٿي بيٺا پر سڪندر ۽ محمد بخش ويٺا ئي رهيا. هونءَ به منجهن اٿڻ جي سگهه به ڪو نه هئي. سندن پير ۾ ويٺل چٽن پوليس وارن ڪين ڪنيي اٿاريو.

”مقدمي کي ڪارروائي شروع ڪي جائي“ ڪرنل زمان حڪم جاري ڪيو.

سرڪاري وڪيل انتهائي ڦرتي ڏيکاريندي وڌي آيو ۽ اچي جج جي سامهون بيان شروع ڪيائين. ”سر- هي ٻئي ملزم خطرناڪ دهشتگرد آهن. هندوستان جي پئسي تي پاڪستان جي سرزمين کي نقصان ٿا پهچائڻ چاهين. ڪين اُن وقت گرفتار ڪيو ويو جڏهن هو مارشل لا جي قانون جي پيچڪڙي ڪندي جلوس ڪڍي رهيا هئا ۽ ان کان پهرين هنن سرڪاري ملڪيتن جي پيچ ڏاهه ڪئي ۽ پاڪستان جي جهنڊي کي باهه ڏني“ سرڪاري وڪيل پنهنجي بيان جو ٿلهه ٻڌو.

”سي ڪوڙ“، اوچتي محمد بخش هڪل ڪئي. فوجي عدالت جي ڪمري ۾ چؤٻول مچي ويو. اسان نه هندوستان کان پئسا ٿا وٺون، نه پاڪستان جا دشمن آهيون ۽ نه ئي وري پاڪستان جو جهنڊو ساڙيو اٿئون. باقي مارشل لا پاڻ غيرقانوني آ، ته اُن جي حڪمن کي مڃڻ لاءِ اسان تيار نه آهيون.“ محمد بخش ڪمري ۾ چؤٻول دوران رڙيون ڪندي پنهنجي ڳالهه چئي. ”تم چپ رهو، جب تم سي پوچها جائي تب بات ڪرو“ ڪرنل زمان چيو، ”ورنه عدالت سي نڪال دونگا.“

”سر- توهان ٻڌو هي پاڻ تو چوي ته قانون کي نٿا مڃون، اُن کان وڌو ٻيو ڪهڙو ثبوت هجي. هي پنهنجي جرم جو اعتراف تو ڪري.“

سڪندر چپ ڪيو ويٺو، پيو سڄو تماشو ڏسي. ڪيس سمجهه ۾ نه پئي آيو ته هو فوجي جج کي ڇا چوي. هو پاڪستان جو دشمن ته هو پر ڪيس اُن ڏوهه ۾ ته جهليو نه ويو هو. ڪيس نه

صرف جلوس ڏسڻ جي ڏوهہ ۾ پڪڙي مٿس تشدد ڪيو ويو ۽ هن ڪورٽ ۾ آندو ويو آهي. ۽ هو جن ڪي پاڪستان بچائيندڙ ۽ پنجاب جا ايجنٽ چوندا رهيا آهن، انهن مٿان پنجاب جي نوڪر شاهي ۽ فوج ملڪ دشمنيءَ جون فتوائون ڏئي رهي آهي. سڪندر سوچيو تہ هو چپ ٿي رهندو ۽ جي ڪرنل ڪانئس ڪي سوال ڪيا تہ هو صاف صاف ڪيس ٻڌائيندو تہ هن جو تحريڪ سان ڪو واسطو ڪو نہ هو پر هاڻ هنن جي ظلم ۽ ڏاڍائي سبب هو پنهنجي قوم جو ساٿ ڏيندو ۽ پنهنجي وس آهر آمريت جي ظلم خلاف احتجاج ڪندو.

”توهان ٻئي پنهنجي جرم جو اعتراف ڪيو ٿا تہ مارشل لا قانون جي ڀڃڪڙي ڪئي ۽ جلوس ڪڍي ٻيچ ڊاهہ ڪئي؟“ ڪرنل زمان ٻنهي ڏانهن سڌو سنئون مخاطب ٿيندي پڇيو؟

”فوجي حڪومت مرده باد، فوجي هٽ نوڪي عدالت مرده باد...“ اوچتو محمد بخش ٿات ڪاڙو. محمد بخش جي نعريبازي سبب ٻن سپاهين وڃي ڪيس سوگهو ڪيو. هڪ فوجي پڻ اچي ڪيس ڳلي کان جهليو. سڪندر اهو سڄو حال ڏسي مايوس پئي لڳو، ڪيس پڪُ هيو تہ محمد بخش جي ان رويي سبب فوجي جج کين سخت سزا ڏيندو.

محمد بخش جڏهن نعريبازي بند ڪئي ۽ پوليس وارن کيس سوگهو ڪري سندس وات بند ڪيو تہ سڪندر ڳالهائڻ شروع ڪيو. ”سائين مان هن جمهوري تحريڪ جو حصو نہ هوس ۽ جلوس ڏسڻ آيو هوس پر پوليس ۽ فوج اسان کي پڪڙي تشدد ڪيو آهي، اسان کي غير انساني رويي جو شڪار بڻايو آهي. محمد بخش ۽ جلوس ۾ شامل ٻين ماڻهن مان ڪنهن بہ پاڪستان جي خلاف ڪا ڳالهہ نہ ڪئي آهي ۽ نہ ئي سرڪاري ملڪيتن کي نقصان پهچايو آهي تہ پوءِ اهڙن الزامن مڙهڻ جو مطلب ڪهڙو آهي؟“

”سائين هي ڪوڙا آهن. پوليس جي اهلڪارن ۽ هنن جي اعترافي بيانن مان اها ڳالهہ ثابت ٿي ٿئي تہ هي وڳوڙي آهن، کين سخت سزا ڏني وڃي.“ سرڪاري وڪيل چيو. جج ٻنهي ملزمن ڏانهن ڏٺو، سندن سڄل جسم کي نظر انداز ڪندي چيائين، ”توهان کي پنهنجي صفائيءَ ۾ ڪجهہ چوڻو آهي؟“ پر جواب ڏيڻ جي بجاءِ، محمد بخش اوچتو هيٺ جهڪيو، ۽ وڃ وانگر پنهنجو ميرو ۽ پڪل سينڊل لاهي، ڪرنل زمان ڪي ڇڪي ڪڍيو.

فوجي عدالت ۾ موجود ماڻهن کان رڙ نڪري وئي. هڪ فوجي سپاهيءَ بندوق جو ڪنداڪ نڪاءَ ڪري محمد بخش جي مٿي تي هنيو، محمد بخش سور ۾ ٻيڻو ٿي ويو ۽ وڃي ڦهڪو ڪيائين. ڪرنل زمان ڪاوڙ ۾ ڳاڙهو ٿي ويو هو. هو پنهنجي ڪرسيءَ تان اٿي بيهي رهيو هو ۽ سندس سڄو بدن لرزش ۾ هو. هن چند منٽن ۾ پنهنجي جسم ۽ جذبن تي قابو ڪيو. پنهنجي يونيفارم کي غليظ جوتي جي مٽيءَ کان پاڪ ڪيو ۽ پوءِ ڳلوصاف ڪندي چيائين، ”هي عدالت ملزم محمد بخش ۽ سڪندر کي ملڪ جي قانونن جي ڀڃڪڙي، غيرقانوني جلوس ڪڍڻ ۽ سرڪاري ملڪيتن کي نقصان پهچائڻ جو مجرم قرار ڏي ٿي، جنهن تحت ٻنهي کي هڪ هڪ سال جي سخت پورهئي سان ٽيپ ڏني وڃي ٿي. جڏهن تہ ملزم محمد بخش کي عدالت جي توهين جي ڏوهہ ۾ پندرهن ڦٽڪن جي سزا پڻ ٻڌائي ٿي.“



حسين جي اک تڏهن کلي جڏهن هن محسوس ڪيو ته سندس گهر جو دروازو ڪو ايڏي زور زور سان ڪڙڪائي رهيو هو جڻ ڪو ڪيس پڇندو هجي. گهٽيءَ مان ماڻهن جي ڳالهائڻ جا آواز پئي آيا. جڏهن ته هو گهٽيءَ مان گاڏين جي انجڻن جي گرڙ گرڙ به صاف ٻڌي پئي سگهيو. حسين کي ٿوريءَ جهٽ لاءِ ڪا ڳالهه سمجهه ۾ نه آئي پر اوچتو ڪيس صورتحال سمجهه ۾ اچڻ شروع ٿي وئي هئي. "ڇا پو."

ڪيس اندازو ٿيو ته سندس گهر تي ڇاپو پيو آهي. ٻاهر پوليس ۽ فوج بيٺل آهي، هن سوچيو. حسين ٽپ ڏئي اٿيو، وقت ڏنائين صبح جا چار ٿي رهيا هئا. هن جلدي ۾ پنهنجو هٿون ڪيسي ۾ وڌو ۽ چمپل پائي هيٺ لهي آيو. اڳ ۾ سندس ماءُ، پاءُ ۽ ڀيڻ انتهائي پريشانيءَ جي عالم ۾ هئا ۽ سندس ماءُ دروازي تان پڇي رهي هئي ته ٻاهر ڪير آ؟

" دروازو کوليو، توهان جي گهر جي تلاشي وٺڻي آهي، خبر پئي آ ته هڪ ڏوهاري رهيل آ." ٻاهران ڪنهن پوليس واري رعبدار آواز ۾ حڪم ڏنو.

حسين جي ماءُ خوف ۽ پريشانيءَ ۾ روئي رهي هئي. "ادا هن گهر ۾ ڪو به ڏوهاري ڪونهي." سندس ماءُ جواب ڏنو.

"مهرباني ڪري دروازو کوليو نه ته اسان کي پيڇٽو پوندو." ٻاهران آواز آيو. حسين کي اندازو ٿي ويو ته هاڻ وٽس وڃائڻ لاءِ وقت ڪونهي. هن جلدي ۾ وڃي پنهنجي ماءُ کي پاڪر پاتو ۽ ڪيس ڏاڍي هوريان آواز ۾ چيو، "امان مان هاڻ ڇت تان پٽ ٽپي نڪري وڃڻ جي ڪوشش ڪيان ٿو، جي بچي نڪري ويس ته توکي فون ڪري اطلاع ڏيندس پر جي سپاٽي تائين فون نه ڪري سگهان ته شهر جي پوليس ٺاڻن يا وري مرده خانن ۾ وڃي مون کي تلاش ڪجو."

"پٽ نه وڃ، پاڻ کي پوليس جي حوالي ڪر، تنهنجي ضمانت ڪرائيندا سون. بابا پڄي وڃڻ جي ڪوشش نه ڪر، هي ظالم توکي ماري ڇڏيندا.." حسين جي ماءُ ڪيس روئيندي التجا ڪيو.

"امان مون کي ڪيترا ڪم ڪرڻا آهن. ٻاهر رهندس ته جمهوريت جي تحريڪ لاءِ ڪم ڪري سگهندس. ٻيو هي بدمعاش جي پڪڙي ويا ته سمورن اڳواڻن جي باري ۾ پڇندا ۽ خبر نه آهي کهڙو تشدد ڪن. امان، دل جاءِ ڪر... مون کي ڪجهه نه ٿيندو." حسين ڏڪويل اکين ۽ مشڪندڙ چپن سان چيو.

"جلدي دروازو کوليو نه ته هاڻ پيچون ٿا." دروازي جي ٻاهران آواز آيو.

حسين جلدي ۾ ماءُ کان موڪلايو، پاءُ کي پاڪر پائي ڪيس گهر جو خيال رکڻ لاءِ چيائين ۽ ڀيڻ کي نرڙ تي چمي ڏيندي، ڇت ڏانهن روانو ٿي ويو. حسين جڏهن پنهنجي گهر جي پٽ ٽپي پاڙي جي ڇت تي لٿو ته هن پنهنجي گهر جو دروازو کلڻ جو آواز ٻڌو، جنهن بعد هن ڪيترن بوٽن جي ڌاٻڙ ڌاٻڙ پنهنجي گهر ۾ داخل ٿيندي ٻڌي. حسين پاڙي واري گهر جي پٽ اجان چڙهي رهيو هو ته ڪيس ڪنهن هڪل ڪئي. "اتي ئي بيهه رهه نه ته گولي هڻنداسون ئي."

حسين سامهون ڏٺو سندس گهر جي پٽ تي هڪ سپاهي چڙهيو بيٺو هو ۽ سندس رائفل حسين طرف هئي. حسين چند گهڙين لاءِ ڊڄي ويو ، پر پوءِ پاڙي واري گهر جي پٽ تان ٽپو ڏئي

ڇڏيائين. هڪ زوردار ٺڪاءُ ٿيو ۽ کيس محسوس ٿيو ڄڻ گولي سندس وارن کي ڇهندي گذري وئي هجي. حسين وري ڀڄي گهر جي ڇت تي ٽپي ويو. پر هاڻ پوليس جا به ڪيترا سپاهي فائرنگ ڪندا، ڀتيون ٽپندا سندس پويان اچي رهيا هئا. حسين انتهائي ڦڙتيءَ سان ڀاڙي جي ڇتين تان ٽپندو رهيو ۽ سندس پويان پوليس وارن جا هوڪرا ۽ گوليون به جاري رهيون. حسين جي گهر واريءَ گهٽيءَ جي ڇپاڙيءَ ۾ مينهن جو واڙو آهي. هو تمام تيزي سان گهٽيءَ جي آخر ۾ پهچي ڀت تي چڙهيو ته هڪ گولي سندس پرسان اچي ڀت ۾ لڳي. هن بغير هڪ سيڪنڊ به وڃائڻ جي مينهن جي واڙي ۾ ٽپو ڏئي ڇڏيو. هن محسوس ڪيو ته هو وڃي پلال جي هڪ ڍڳ تي ڪريو آهي. وڄ جي تيزيءَ سان هو اٿيو ۽ واڙي جي ڀت ٽپي اونداهي گهٽيءَ ۾ پوري طاقت سان ڊوڙڻ لڳو. ڪجهه گهر پويان کيس سپاهين جون هڪلون ۽ وقفي وقفي سان ٿيندڙ فائرنگ جا آواز پڻ اچي رهيا هئا.

حسين کي اڄ پوليس جي ايڏي وڏي اٿالي جي گهيري مان نڪري وڃڻ تي اچرج ٿي رهيو هو، سندس ائين ڀڄي اچڻ کيس ڪنهن معجزي کان گهٽ نه پئي لڳو. هن ڊوڙندي ڊوڙندي پنهنجي امڙ، ڀيڻ، پاءُ، سائره ۽ ياسمين بابت سوچيو. هو سڄو ٿڙڪي رهيو هو، پگهر سندس سڄي جسم مان پئي وهيو پر کيس پنهنجي نڪري اچڻ تي خوشي پڻ هئي. هن پنهنجي منهن ڀُڻڪيو، "امان تون فڪر نه ڪر... مون کي ڪجهه به نه ٿيندو." سندس چهري تي مرڪ تري آئي. حسين جا ڊوڙندڙ قدم هاڻ شهر جي بس اسٽاپ طرف روانا هئا.



شهر جي خوبصورت ۽ سرسبز علائقي جي وچ ۾ ٺهيل وڏي ۽ رعبدار اسٽيڊيم جي پسگردائي واري علائقي ۾ اڄ تمام گهڻي فوج ۽ پوليس لڳل هئي. روڊن تي فوجي ٽرڪن ۽ جوانن جون قطارون موجود هيون، جڏهن ته پوليس جا وڏا اٿالا پڻ چوڪس حالت ۾ موجود هئا. اسٽيڊيم جي مين روڊ تان لنگهندڙ ماڻهن تي ڪرڙي نظر رکي پئي وئي. اسٽيڊيم ۾ داخل ٿيندڙ ماڻهن جي جهڙتي وٺي ۽ سندن سڃاڻپ ڪري پوءِ اندر ڇڏيو پئي ويو.

اسٽيڊيم ۾ ڪو ملاکڙو يا ڪوڏي ڪوڏي جي راند نه هئي پر اڄ فوجي عدالتن پاران ڏنل ڦٽڪن جي سزائن تي عمل ڪرائڻ جو ڏينهن هو. ملڪ ۾ فوجي حڪومت جڏهن کان اسلامي سزائن جي نالي ۾ سياسي ڪارڪنن ۽ ٻين عام ماڻهن کي ڦٽڪن جون سزائون ڏيڻ شروع ڪيون آهن ملڪ جا اسٽيڊيم گهڻو ڪري اذيت خانا بڻجي ويا آهن.

هر ڏهين پندرهين ڏينهن سڄي ملڪ جي اسٽيڊيمن ۾ ٽڪٽڪيون سجايون وينديون آهن، ۽ ماڻهن مٿان هنيانءَ ڏاريندڙ تشدد ڪيو ويندو آهي. خبر نه آهي ان تشدد سان سرڪار کي ڇا حاصل ٿيندو، ۽ ڪيئن اُن سان معاشرو سڌرڻ جو امڪان پيدا ٿيندو؟ هن وقت تائين جڏهن کان ڦٽڪن جي سزائن جو رواج شروع ڪيو ويو آهي، ملڪ ۾ سوين ماڻهن کي ڦٽڪا هنيا ويا آهن ۽ انهن ۾ اڪثريت سياسي ڪارڪنن ۽ جمهوريت جي حامين جي رهي آهي. فوجي آمر هنن سزائن کي سرعام ڏيڻ جو حڪم جاري ڪيو آهي جيئن عوام اُن مان عبرت حاصل ڪري ۽ منجهن خوف پيدا ڪيو وڃي ته هو فوجي جنرلن خلاف ٻڙڪ به ٻاهر ڪڍي نه سگهن. پر ماڻهوءَ به

عجيب آهن، متن انهن ظلمن جو ڪو اثر ئي نه ٿو ٿئي. هو ٽڪٽڪين ڪي ائين ٿا پاڪر پائن ڄڻ ڪنهن محبوب سان پائيندا هجن. هر ڦٽڪو جڏهن سندن چِتڙن تان ڪَلَ ٿو لاهي ته هو جمهوريت جو نعرو ٿا هڻن. عجيب ديوانا آهن هي ماڻهو، سندن ديوانگي جنرل ضياءَ جون ننڊون حرام ڪري ڇڏيون آهن. خبر نه آهي جنرلن ڪي اها ننڍڙي ڳالهه سمجهه ۾ ڇو نه ٿي اچي ته هو جبر ۽ ظلم سان، عقوبت خانن ۽ ڦٽڪن سان نه ڪجهه حاصل ڪري سگهيا آهن ۽ نه ئي ڪري سگهندا. الٽو اڌ ملڪ وڃائي ويٺا ۽ موجوده ملڪ جي صوبن کي پڻ ملڪ کان ڌار ٿيڻ تي سوچڻ لاءِ مجبور ويٺا ڪن.

اسٽيڊيم جي وچ ۾ اڄ فقط هڪڙي ٽڪٽڪي کوڙي وئي هئي. ٽڪٽڪيءَ کان ٿوري مفاصلي تي چوڌاري ماڻهن جو هڪ چڱو خاصو تعداد گڏ ٿي ويو هو. ڪي ماڻهو ته فقط رونشو ڏسڻ آيا هئا پر ٻيا گهڻا ماڻهو وري سزائون سهندڙ جي دل جوئيءَ لاءِ ڪهي آيا هئا. ماڻهن جي چهرن تي انتظار ۽ اضطراب هو. ڪن ويٺي ٻيڙيون ڇڪيون ته ڪي وري پاڻ ۾ ڳالهائڻ ۾ مشغول هئا. سندن ڏيرا ڇهرا، ڌرا ڏنل اکيون ۽ تن تي غريباڻا لٽا سندن حالتن جي گواهي ڏئي رهيا هئا. اسٽيڊيم کان ٻاهر، روڊ جي ٻئي پر ريلوي جي پل آهي جنهن تي به ماڻهن جو چڱو خاصو تعداد گڏ ٿي ويو هو. اسٽيڊيم ۽ ان جي پسگردائي وارو علائقو ڪنهن ميلي جو ڏيک ڏئي رهيو هو.

اوچتو اسٽيڊيم ۾ ٽڪٽڪيءَ جي چوڌاري بيٺل ماڻهن ۾ چرپر ٿي وئي. جيل جي هڪ گاڏي گڏ ٿيل ماڻهن جي پر سان اچي بيٺي هئي ۽ ماڻهن پري ٿي وچ مان رستو ناهيو هو. چار سپاهي محمد بخش کي ڪنيي گاڏيءَ مان لاهي آيا. محمد بخش جو چهرو اڃان تائين تشدد سبب سڄيل هو، سندس هٿ پويان ٻڌل هئا ۽ پيرن ۾ بيل ڪڙيون لڳل هئس. هو جسم ۾ سور ۽ ڦٽڪن جي باوجود ڏاڍي بااعتماد انداز سان هلندو رهيو. ٻن پوليس وارن اچي کيس ٽڪٽڪيءَ سان ٻڌو. ٽڪٽڪي ڪاٺيءَ جي نهيل اهڙي ڏاڪڻ سان مشابهه هوندي آهي، جنهن کي ڄڻ ته ٿورو هڪ طرف جهڪائي رکيو ويو هجي. جنهن شخص کي ڦٽڪن جي سزا ڏيڻي هوندي آهي اُن کي پهرين ٽڪٽڪيءَ سان ٻڌي پوءِ سندس چِتڙن تي، ربڙ ۽ ڪاٺيءَ جي نهيل، ڇهبڪ جهڙي، ڏگهي ڦٽڪي سان زوردار ڌڪ هنيا ويندا آهن. ڦٽڪا هڻڻ وارا به پوليس ۽ فوج جا خاص سپاهي هوندا آهن. جن کي اِن ڳالهه جي تربيت ڏنل هوندي آهي ته سزا ڏنل شخص کي ڪهڙي ريت ڦٽڪا هڻجن جو کيس گهڻي کان گهڻي اذيت پهچائي سگهجي.

پوليس وارن محمد بخش کي ٽڪٽڪيءَ سان پٺي ٻڌو ۽ هو ڏاڍو اعتماد سان چوڌاري گڏ ٿيل ماڻهن ڏانهن ڏسي رهيو هو. پوليس وارن جڏهن کيس ٻڌي سوگهو ڪيو ۽ سندس شلوار لاهي کيس ڦٽڪن لاءِ تيار ڪيو ته جيل جي گاڏيءَ پويان بيٺل فوجي گاڏي مان هڪ سيڪنڊ ليفٽيننٽ ۽ هڪ فوجي جمعدار لٿا. جمعدار گاڏيءَ مان هڪ تازو، چلڪندڙ ڦٽڪو ڪڍي آيو. جڏهن ته سيڪنڊ ليفٽيننٽ ٽڪٽڪيءَ ۽ محمد بخش جو معائنو ڪيو. جمعدار ٽڪٽڪيءَ پويان پوزيشن ورتي، سڄو هٿ پٺتي تائين ڪڍي ويو ۽ پوءِ الله اڪبر جو نعرو هڻي، ڦٽڪو محمد بخش جي چِتڙن تي وهائي ڪڍيو، محمد بخش ڪان دانهه نڪرندي نڪرندي رهجي وئي.

هن وات ڀڪوڙي فقط هڪ ”آهه“ ڪئي، اسٽيڊيم ۾ گڏ ٿيل ماڻهن ۾ سانت ڇانئجي وئي.

فوجي جمعدار پنهنجو هٿ پوريءَ طرح پوئتي ڇڪيو ۽ وري ڦٽڪو ڇٽڙن تي وهائي ڪڍيو، محمد بخش سور ۾ ٻيڻو ٿي ويو، ڪيس محسوس ٿيو ته ڪنهن سندس پوئين حصي تي تيزاب هاري ڇڏيو آهي پر هن ٻڙڪ ٻاهر نه ڪڍي، چوٿين ڦٽڪي تي هن جي زبان مان پاڻ مرادو نعرو بلند ٿيو، ”جمهوريت زنده باد.“ ۽ پوءِ هر ڦٽڪي تي محمد بخش هڪ نعرو ٿي هنيو. ”آمريت مرده باد، جنرل ضياءُ مرده باد، فوجي جنتا مرده باد.“

ٽڪٽڪيءَ جي چوگرد ماڻهن جو انبوهه جڻڪ انهن نعرن تي ننڊ مان سجاڳ ٿيو هو. منجهن هڪ پاڻمرادو ڇرڀر پيدا ٿي هئي. هنن جي جسمن ۽ خيالن جي بيٺل پاڻيءَ ۾ جڻڪ ڪنهن پٿر اڇلائي لهرون پيدا ڪري ڇڏيون هجن. جڻڪ سندن ڏٻرن هٿن ۽ نحيف زبانن ۾ يڪدم بجليءَ جي لهر پيدا ٿي هجي. ”جمهوريت زنده باد.“ انبوهه مان ڪنهن ڏاڍي هلڪي آواز ۾ نعري جو جواب ڏنو. سندس سات هڪڙي ٻئي هلڪي نعرو ڏنو. ”مارشل لا مرده باد.“ محمد بخش کي جڏهن يارهون ڦٽڪو هنيو ويو ته سندس زبان مان فقط هڪڙي ”آهه“ ئي نڪري سگهي. پر انبوهه مان ڪنهن جذباتي ٿي زوردار نعرو هنيون. ”پاڪستان جو مطلب ڇا - ڦاسي، ڦٽڪا، مارشل لا.“

گڏ ٿيل ماڻهن ۾ هاڻ اوچتو جوش پيدا ٿي ويو هو. سندن ڏٻرا چهرا ۽ ڏرا ڏنل اکيون روشن ٿي ويون هيون. هاڻ هو رونشائي نه بلڪ هن غير انساني ۽ غير منصفاڻي سزا جي خلاف هن پاڻمرادو ايرندڙ احتجاج جو حصو ٿي ويا هئا. سندن اکين ۾ هاڻ آگ هئي. محمد بخش جي جسم تي ڦٽڪا وسندا رهيا، سندس انگ انگ سور ۾ لڇي پيو ۽ جنگهون ٿڙڪي رهيون هئس. سندس زبان تي اٽڪيل نعرا هئا ۽ فضا ۾ احتجاج جي گونج هئي.

****

حسين شهر جي گهٽين ۽ رستن تان ڊوڙي ڊوڙي ٿڪجي پيو هو. اسر ويل جي ٿڌڙي هير پٺي گهلي ۽ پکي پکڻ جون لاتيون شروع ٿي ويون هيون، پر سندس من نراس ۽ اوتاولو هو. هو ڊوڙندي ڊوڙندي شهر جي بس اسٽاپ تي پهچي ويو هو پر ڪيس سمجهه ۾ نه پئي آيو ته ڪيڏانهن وڃي؟ هن ڪجهه دير بس اسٽاپ تي هڪڙي بينچ تي ويهي ساهه پٽيو. صبح جي هن ويل بس اسٽاپ گهڻو تڻو خاموش ۽ ويران هوندو آهي، پر حسين کي خبر هئي ته شهر مان بسن جي روانگي ڪلاڪ کن ۾ شروع ٿي ويندي. حسين پنهنجي گهر وارن بابت ڏاڍو پريشان هو. هن سوچيو ته سندس پهچي وڃڻ کان پوءِ خبر نه آهي ته پوليس ۽ فوج سندس گهر وارن سان ڪهڙو ورتاءُ ڪندي. سندس ماءُ جا سڏڪا، پيڻ جا ڳوڙها ۽ پاءُ جي پريشاني ذهن تي تري رهي هئي. ”مان ڪيئن معلوم ڪيان ته منهنجي گهر وارن جي حالت ڪهڙي آهي!“ حسين سوچيو ڪيس خيال آيو ته ڀهرين هو شهر کان نڪري ڪنهن ٻئي شهر پهچي پوءِ پنهنجن گهر وارن سان رابطو ڪندو. حسين رات جي ڇاپي بابت پنهنجي تنظيم کي پڻ اطلاع ڏيڻ پيو چاهي، هن کي اندازو هو ته هاڻ هو ڳچ وقت تائين پنهنجي گهر موٽي نه سگهندو. هن شهر کي ڇڏڻ کان ڀهرين سائره ۽ ياسمين کي به ڇڳيءَ ريت خدا حافظ چوڻ ٿي چاهيو، پر اهو سڀ ڪجهه ڪرڻ لاءِ نه وٽس وقت

هو ۽ نہ ئي حالتون. حسين جيئن پئي سوچيو تيئن سندس ذهن وِچي پيو وڌيڪ منجهندو. هو اکيون بند ڪري بينچ تي ليٽي پيو ۽ ذهن مان سمورا خيال ڪڍي تڏڙي هير ۽ پکين جي ٻولين جو لطف وٺڻ لڳو، پر ڪجهہ سيڪنڊن جي ذهني پولار ڪان وري خيال ۽ نقش سندس ذهن ۾ ڪهي آيا. گذريل ڪجهہ مهينن جا واقعا ۽ حالتون سندس ذهن ۾ گردش ڪرڻ لڳا. حسين جو ساهہ منجهڻ لڳو ڪيس لڳو ڪو سندس نڪ، وات ۽ ڳلي تي سوار هجي. هن ماڻهن جا انبوهہ ڏٺا، نعرن جي گونج ٻڌي، مرد، ٻار، عورتون روڊن تي پيل لاش، زخمي ٿيل انسانيت، فوجين ۽ پوليس وارن جا خونن سان رنگيل هٿ، ڦٽي ٿيل جسم، غدار وڏيرن جا ٺهڪ ڏٺا. سندس ذهن جي پردي تي ياسمين جون نراس اکيون ۽ سائره جا ڏڪندڙ چپ تري آيا. هن جي ڪنن تي آهون ۽ صدائون پهتيون ۽ انهن ۾ هن پنهنجي ماءُ جا سڏڪا ٻڌا.

سندس ساهہ هاڻ ذري گهٽ بند ٿي ويو هو. هن کي فقط اوندهہ نظر پئي آئي. پري پري تائين اوندهہ ۽ قبرستان جهڙي خاموشي. حسين اوندهہ ۾ دور تمام دور هڪڙي هلڪي روشني ڏٺي. اوچتو ڪيس اُن روشنيءَ ڏسندي محسوس ٿيو تہ هو هاڻ وري ساهہ کڻڻ لڳو آهي. سندس ذهن ۾ هڪ چمڪو ٿيو. ”لطيف“. هن جي سامهون هاڻ دور تمام دور نظر ايندڙ روشنيءَ جو رستو واضح ٿيڻ لڳو هو. ”چريا-لطيف سائين جي هوندي ڪو هن ڌرتيءَ تي اوندهہ ٿي، ٿي سگهي؟“ حسين پاڻ کي چيو، حسين کي منزل ملي وئي هئي. هن بينچ تي ليٽي اکيون کوليون. آسمان سج جي پهرين ڪرڻ سان روشن ٿيڻ لڳو هو. بس اسٽاپ تي زندگي شروع ٿي وئي هئي. دوڪانن، مانڊڻين ۽ چانهہ جي کوکن جي شروعات ٿي وئي هئي ۽ ڪلينرن اچي بسن ۽ ويگنن کي صاف ڪرڻ شروع ڪيو هو.

حسين پاڻ کي ڪجهہ هلڪو پئي محسوس ڪيو، هو اُٿيو ۽ اچي اُن بس ۾ سوار ٿيو جيڪا ڀٽ شاهہ وڃڻ لاءِ سبنت ڪري رهي هئي.



تارن ڀريل آڪاش هيٺان، لطيف جي چائنٺ لڳ، يڪتاري جي تند مان جڏهن ڪارو ويس اوڍهيل فقيرن وائيءَ جا سر ٿي پکيڙيا تہ حسين جو وار وار ايو ٿي پئي ويو. هو انهن سرن ۾ اهڙو مدهوش هو جڻ مڌ جا مٽ پيتا هجائين. هر آلاپ سندس اندر ۾ لهي پئي ويو ۽ سندس اندر جرڪي پئي پيو. ـ اندر ۾ هڪ عجيب خوشي محسوس ڪري رهيو هو ۽ گڏوگڏ ڪيس لڳو پئي تہ هو سمورين پريشانين ۽ سوچن مان آجو ٿي ويو آهي. هن لاءِ زمان ۽ مڪان بي معنيٰ ٿي ويا هئا. حسين پاڻ کي اڄ جهڙو آزاد ۽ خوش پيو محسوس ڪري اهڙو هن پهرين ڪڏهن محسوس نہ ڪيو هو.

رات جي ٽين پهر، جڏهن ماحول ۾ فقط خوشبوئن ۽ سُر جو واسو هو ۽ جڏهن حسين کي لڳي پيو تہ هو لطيف سائين جي پيرانديءَ کان بيهي ساڻس چار اکر ڳالهائي سگهي ٿو تہ هن دل ٻڌي ۽ اچي سندس پيرانديءَ کان بيٺو.

سائين جي اجازت هجي ۽ جي توهان جي گهري سڪون ۾ خلل نہ پوي تہ چند ڳالهيون توهان سان ڪيان؟“ منهنجي دل ڏاڍي نراس هئي، هر قسم جي وسوسن ۾ ڦاٿل هئي، پر هيئنر

توهان جي در تي اچي ڏاڍي خوش ٿي آ. جي ڪن ڳالهين ڪرڻ جي اجازت ڏيندؤ ته اندر هلڪو ٿي پوندو ۽ منزل جو رستو نظر ايندو.“ حسين، لطيف سائين کي ڏاڍي عاجزي سان عرض ڪيو. هو چند گهڙين لاءِ خاموش رهيو. ڪيس جرئت نه پئي ٿئي ته بغير اجازت ڳالهائڻ شروع ڪري. ”حق موجود- بابا جيڪو گهرڻو ٿي گهر.“ اوچتو آواز حسين جي ڪنن تي پيو ۽ ڪو ڪيس پويان پئي ٿيي رهيو هو. حسين ڪنڌ ورائي پوئتي ڏٺو هڪ پوڙهو، جهور فقير سندس پٺي ٿپي رهيو هو ۽ سندس اکين ۾ اجازت هئي. حسين فقير کي ڏسي مرڪيو ۽ ڪنڌ ورائي وري مرشد سان مخاطب ٿيو. ”ٻاجهارا سائين- تون سنڌ جي دل به آهين ته دماغ به. تون سنڌ جو يگانو شاعر ۽ فيلسوف به آهين ته هن ڌرتيءَ جي دردن جي دوا به. تو کان ڪجهه ڳجهو ڪونهي. سنڌ جن مِرن جي ور چڙهيل آ ۽ جيئن هو تنهنجي هن نگريءَ کي ڏاڙهي رهيا آهن ۽ سندس انگ انگ لتاڙي رهيا آهن اُن تي تنهنجون اکيون به آليون هونديون. تنهنجي امن جي ڌرتيءَ تي، تنهنجي ٻوليءَ تي، تنهنجن ماروئڙن تي اڄ جيڪي ڪاهون آهن، انهن جو ماضيءَ ۾ مثال ڪو نه ٿو ملي. ڌرتي ڌڻين کي هر ڏينهن ڇيچلائين ٿا، سندن ڪچڻ تي، تنهنجي وائي الاپڻ تي تنهنجي ٻولي ڳالهائڻ تي ۽ تنهنجي سڏ پرڻ تي ڪين غدار ڪونيو ٿو وڃي. جنهن سيني ۾ تنهنجا شعر رهندا هئا اُن سيني ۾ اڄ گوليون لاٿيون ٿيون وڃن. مورڙي ۽ مائي ڪولاچيءَ جي نگري تي اڄ مانگر مڇ چڙهي آيا آهن ۽ تنهنجي پوشاڪ تي ٺٺوليون ٿا ڪن. ڪالهه جنهن ملان کي تو پاراتا ڏنا هئا ۽ جن ملڪ منجهايا هئا اهي اڄ ملڪن جا هٽ ٺوڪيا وارث بڻجي، تنهنجي سوچ کي ٺي تاراج وينا ڪن. تنهنجي سنڌ اڄ واڳن جي وات آ. هو تنهنجي چائنٺ تي به نفرت جا غليظ جهنڊا کوڙڻ ٿا چاهين. اي سنڌ جا سردار هي سڀ ڪلور ڪرائڻ ۾ ڪي اهڙا بدبخت به شامل آهن، جيڪي تنهنجي ٻولي ٿا ڳالهائين ۽ ڪي ته مور ڳو تنهنجا شعر به پڙهن ٿا. هي اهي آهن جيڪي ڌارين سان ڌاڙي ۾ گڏ آهن. هنن کي تون نٿو کپين، تنهنجي نگري نٿي کپي، تنهنجي ٻولي به نه ٿي کپي، تنهنجو عقل ۽ فراست به نٿي کپي ۽ نه ئي تنهنجا پانڌيئڙا ٿا کپن. ڪين فقط پنهنجا ٻيڙ ٿا کپن. حرص ۽ لالچ جا هي پوڄاري پنهنجي ڌرتي ماءُ جو سودو ڪندي به نه ٿا ڪيٻائين. نوٽن ۽ محلن لاءِ هو ڏينهن رات پنهنجي ضمير ۽ تنهنجين وائين جو سودو وينا ڪن. آيتن جهڙي تنهنجن بيتن کي نيلام وينا ڪن. ملڪ ۾ انڌو ڪار وينا ڪن. پر اي مرشد سائين. بيشڪ تنهنجا سچا عاشق ۽ تنهنجن لفظن جا پوئلڳ به مرڻ وارا ڪونهن. تنهنجي ڪتاب جو بارود سندن هٿيار آ ۽ جيستائين سندن دلين ۾ تنهنجي شعر جي هڪ سٽ به جيئري آ، تنهنجي ڌرتيءَ کي مرڻ نه ڏيندا. توڙي ته ڪين سيڪاريو ته ڍالن کان بغير به جنگ جي ميدان ۾ پالا ڪئين اُيا ڪيا آهن. هي تنهنجي سينا جا سپاهي ماري متارا ضرور ٿيندا.“

حسين اکيون کوليون، صبح جو سج پنهنجي پوري جاهه و جلال سان چمڪي رهيو هو. ڀٽ ڌڻيءَ جي مزار تي فقيرن جو راڳ ڪا مهل اڳ ئي ختم ٿي چڪو هو، ماڻهن جو تمام وڏو انگ مزار تي گڏ ٿي ويو هو. حسين آهستي آهستي لطيف سائين جي چائنٺ ڇڏي. ٻاهر روڊ تي اچي بس جو انتظار ڪرڻ لڳو. سندس اڳئين منزل مورڙي جو ماڳ ڪراچي هو.

❊❊❊ ختم ٿيو ❊❊❊

# ليکڪ جو تعارف



جاويد سومرو سنڌ جو ناليوارو صحافي آهي جيڪو سن 1998ع کان بي بي سي جي اردو سروس سان لاڳاپيل آهي. لاڙڪاڻي ۾ پيدا ٿيندڙ جاويد سومرو بي بي سي لاءِ ڪم ڪرڻ کان پهرين لڳ ڀڳ ڏهن ورهين تائين پاڪستان جي وڏي انگريزي اخبار ”دي نيوز“ جو ڪراچي ۾ سياسي معاملن لاءِ رپورٽر هو. هن پاڪستان جي ناليوارن انگريزي ميگزينن هيرالڊ، نيوز لائين ۽ فرائيڊي ٽائمز لاءِ پڻ ڪم ڪيو. جڏهن ته هو سعودي عرب جي انگريزي اخبار ”عرب نيوز“ جو ڪراچي ۾ نمائيندو پڻ رهي چڪو آهي. جاويد سومرو ملڪ جو واحد صحافي آهي، جنهن انگريزي، اردو، سنڌيءَ کان سواءِ پنجابيءَ ۽ هندي زبانن ۾ پڻ ڪم ڪيو آهي.

هن پنهنجي پيشه وراڻه ڪم جي سلسلي ۾ دنيا جي ڪيترن ئي ملڪن جو سفر ڪيو آهي ۽ پاڪستان ۽ هندوستان جي لاتعداد شخصيتن جا انٽرويو ڪيا آهن. ويجهڙائي ۾ جاويد بي بي سيءَ جو آمريڪي گادي واري شهر واشنگٽن ۾ نمائندو هو، جتي هن لڳ ڀڳ ارڙهن مهينا گذاريا.

هن اسڪول ۽ ڪاليج جي زماني ۾ چند ڪهاڻيون ۽ افسانا لکيا پر پوءِ پنهنجي صحافتي مصروفيتن سبب ادبي ميدان ۾ ڪم ڪري نه سگهيو.

....... هيءَ سندس پهريون سنڌي ناول آهي.

(ناول)

جاويد سومرو

293

Sindhica
سنڌيڪا

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، جُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙَهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنی e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪارِي تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طرح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، ہَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ ٽالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَ پاران ڪتابن ڪي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ ڪان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکَڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گـيـتَ بہِ ڄـڻ گـوريـلا آهــن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هـو ٻـوليءَ جي آڙ ڇُپـن ٿا؛
ريـتـيءَ تـي راتـاهـا ڪــن ٿـا، موتـي مَـنجهہِ پـهـاڙ ڇُپـن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄـڪـلـهہ نـيـلا پـيـلا آهـن؛
گـيـتَ بہِ ڄـڻ گـوريـلا آهــن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَمر- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ -

اِن حسابَ سان اٽجاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر کڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اڻٽر گهرج necessity unavoidable سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي ڀائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)